# ڪشمور ضلعي جي تاريخ



ارڏو اترادي

نئين سنڌ

# ڪشمور ضلعي جي تاريخ

اردو اترادي

نئين سنڌ اڪيڊمي ڪراچي
2013ع

ڪتاب جو نالو : ڪشمور ضلعي جي تاريخ
ليکڪ : ارڏو اترادي
ڇپائيندڙ : نئين سنڌ اڪيڊمي ڪراچي
ڪمپوزنگ : عرفان ڪريم مغل
آزاد ڪمپوزرس، ٺُل 0342-2798159
قيمت : 400 روپيا فقط
ڇپائي جو سال : 2013ع

## ڪتاب ملڻ جو هنڌ

1. آزاد ڪمپوزرس ٺل، سول اسپتال روڊ ٺل
2. عزيز ڪتاب گهر، سکر
3. سنڌ ڪتاب گهر ڪنڌڪوٽ
4. سامي ڪتاب گهر ڪنڌڪوٽ
5. مشتاق نائچ يوٽيلٽي اسٽور ڪشمور
6. چاچڙ ڪتاب گهر، گڊو
7. منظور احمد چاچڙ، ماروي لائبريري تنگواڻي لاڙو
8. نصير ملڪ، اليڪٽرڪ اسٽور ڪرمپور
9. محبوب ملڪ، غوثپور

# ارپنا

پنهنجو قلمي پورهيو سنڌي ٻوليءَ جي
نامور اديب، شاعر، دانشور ۽ محقق محترم سائين
**ڊاڪٽر نواز علي "شوق"** صاحب جي نالي
انتساب ڪندي خوشي محسوس ڪريان ٿو.

سائين **ڊاڪٽر "شوق"** سهرياڻي
صاحب ڪيترن ئي ڪتابن جا مصنف، مرتب ۽
محقق آهن ۽ کين اهو اعزاز به حاصل آهي جو هنن
ڪشمور ضلعي ۾ سڀ کان پهريان پي ايڇ ڊي جي
ڊگري حاصل ڪئي.

سنڌي ادب جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ شال
رب پاڪ کيس سگهاري صحت عطا فرمائي. آمين.

**ارڏو اترادي**

ڪنڌڪوٽ

0301-3976274

# سڻاءُ

# ارصلاح کان ارڏي تائين

نالو:ارصلاح
ولد:کوهدل خان
ذات:باجکاڻي
جنم:17 مئي 1949ع
هنڌ:تعلقہ تنگواڻي ضلع کشمور ايٽ کنڌکوٽ
شروعاتي تعليم:ڳوٺ لشکر خان بجاراڻي نزد تنگواڻي
استاد:محترم الله بخش اوڳاهي صاحب
مڊل:ٻہ درجہ چيف سردار مير سندر خان سندراڻي، ڊڙي مئٽرڪ هاءِ اسڪول کنڌڪوٽ مان 1969ع ۾ پاس ڪيائين
پي ٽي سي:ٽيچر ٽريننگ ڪاليج ڪنڌڪوٽ 1973،74ع
بي ايڊ:سکر 1981،80ع
ايم اي:سنڌي، سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو حيدرآباد 1985ع ۾
نوڪري:گيج ريڊر، ڳڙهي خيرو ۽ جيڪب آباد، نهري پٽواري (آبدار)گهوٽڪي فيڊر، بيگاري ڪئنال ڳڙهي خيرو ۽ موسيٰ الله آباد تائين 1972ع تائين
1975ع کان پرائمري ٽيچر ۽ 1988ع ۾ ايچ ايس ٽي 2009ع ۾ 17 بي گريڊ ۾ رٽائر
ادبي تخلص:1968ع کان 1981ع تائين عاجز سان شاعري ڪيائين،1981ع کان بعد "ارڏو اترادي"جي تخلص سان شاعري ۽ مضمون مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپيا

## ڇپيل ڪتاب

:1."جنگ جو اعلان"شاعري
2."ميمڻ عبدالغفور سنڌي جون ادبي خدمتون"(گجراتي ۾ ڇپيل ڪتاب ڪاٺياوڙ ميمڻ ڪراچي ۾ ڇپائيو.

3."ياد توکي ڪريان"شاعري
4."تاريخ ۽ اسان"تاريخ ۽ تعارفي ڪتاب

## جن ڪتابن ۽ جن رسالن ۾ تعارف ڇپيو

1.پاڪستان اهل قلم ڪي ڊائريڪٽري
2.السنڌ رسالو(سنڌي)اسلام آباد
3.اسانجا اديب اسانجا شاعر(مهراڻ پبلڪيشن شڪارپور)
4.منڻا مارو(ڊاڪٽر داد محمد خادم جيڪب آباد)
5.شيخ عبدالقادر جيلاني لاڙڪاڻو
6.پيران پير دستگير لاڙڪاڻو
7.بلوچي دنيا ملتان
8.ماهوار وينجهار حيدرآباد

## جن ڪتابن رسالن ۾ شعر ڇپيا

سنگت ورلڊ حيدرآباد،روشن راهه مئگزين ٺل،پريت پبلڪيشن ڪنڊڪوٽ ڪتاب سلسليوار، پريم پبلڪيشن ڪنڊڪوٽ، سنڌ سماچار نوشهروفيروز، مرڪ 6 شمارا 1990ع،سنڌ ڊائجسٽ حيدرآباد،مهراڻ سدابهار ٽنگواڻي، ماهوار جيئاپو، پيغام، هفتيوار سنڌو رسالو، رباب پبلڪيشن ڪشمور ۽ سنڌ سجاڳ،پرک.

## جن اخبارن ۾ شعر ڇپيا

هلال پاڪستان، نواءِ انقلاب، آفتاب، عوامي آواز، تعمير سنڌ، مساوات جيڪب آباد، روزنامه ناظم شڪارپور، مشعل ڪراچي، فرياد ڪنڊڪوٽ، صفدر ڪنڊڪوٽ، شهمير ڪنڊڪوٽ، خبرون سکر، الک، پاڪ سنڌ، ڪرمپور ٽائيم

## شامون ملهائيون ويون

ٽرڙي محبت(دادو)، ڪوئيٽه(بلوچستان

## ادبي سماجي سرگرميون

سنڌي ادبي سنگت ڪنڌڪوٽ، جيڪب آباد، شڪارپور، غوثپور، سنڌ گريجوئيٽ ايسوسيئشن ميمبر ڪنڌڪوٽ ڪشمور، شهري ايڪشن ڪاميٽي ڪنڌڪوٽ بنيادي ميمبر، سنڌي ساهت سنگت ڪنڌڪوٽ جو صدر، سوشل فورم شڪارپور جو ميمبر، پريٽ پبلڪيشن ڪنڌڪوٽ جو صلاحڪار ۽ان کان سواءِ ٻين ڪافي ادبي تنظيمن ۾ پڻ سرگرم رهيو.

وفا ٻرڙو نئل

مهاڳ

# ”ارڏي اترادي، جي تاريخ، دوستيءَ جو مثال“

تاريخ، قومن جو”گڏيل حافظو“ٿيندي آهي.حافظي جي اهميت بعد اندازو ان ڳالهه ۽ هن مثال مان لڳائي سگهجي ٿو ته جيڪڏهن آئون ارڏي اترادي، جي هن ڪتاب لاءِ ٻه اکر لکندي، پهنجو حافظ وجائي ويهان ته هي صاحب چندو چاڙي ڪري، مون کي گدو بندر واري چرين جي اسپتال ۾ ڇڏي اچي. چرين ۽ سياڻن ۾”حافظي“جو فرق هوندو آهي.چريا ماڻهون هونءَ به ڏسڻ وائسڻ ۾ سياڻن جهڙا هوندا آهن، پر ويني ويني جڏهن هنن جي ڪل ٽڙي ويندي آهي ۽ هنن کان حافظو موڪلائي ويندو آهي.پوءِ ڪين ڪا ڳالهه سمجهه ۾ ڪانه ايندي آهي ۽ نتيجي ۾ پاڻ لاءِ ۽ ٻين لاءِ ٽمجهڻ مچائي ڇڏيندا آهن. هاڻي جڏهن هڪ ماڻهوءَ جو”حافظو“ختم ٿي وڃي ته اسان ان کي چريو چئون ٿا، پر جيڪڏهن ڪنهن قوم کي”تاريخ“يا”اجتماعي حافظو“نه هجي ته ان کي ڇا چئجي؟

سنڌي قوم جو اهو ئي حشر آهي.جو ته ڪيس مستند، معياري ۽ غير جانبدارنه تاريخ ڏني ئي نه وئي آهي.ان جو نتيجو هي نڪتو آهي ته اسان ماضيءَ جي تجربن ۽ مشاهدن، خامين ۽ خوبين مان سکي نه سگهيا آهيون.اسان اڳيان جهڙوڪ آئينو آهي ئي ڪونه، جنهن ۾ پنهنجي ماضيءَ ۽ حال جو چهرو ڏسي، مستقبل کي سنوارڻ ۽ سينگارڻ جي ڪوشش ڪريون.

”تاريخ“نه هجڻ ۽ نه پڙهڻ ڪري اسان سان ويڌن اها ٿي آهي

تہ هرڪو ماڻهو اهو ٿو بانور ڪري تہ هو جيڪو ڪم ڪري رهيو آهي اهو قومي تاريخ جو پهريون ڪارنامو آهي.اهڙو ڪم اڳتي ٿيو ئي ناهي! ان ڪري اسان وٽ هر ڪم جي"ابتدا"تہ ٿئي ٿي.پر"ارتقا"نہ ٿي ٿئي. ارتقا نہ ٿي ٿئي تہ"ترقي"نہ ٿي ٿئي.اسان چاڪيءَ جي ڏاند وانگر گهاٽي جي چوڌاري پيا ٿا چڪر ڪاٽيون!"ارتقاءِ"انهي صورت ۾ ممڪن آهي.جڏهن اسان جو رشتو ناتو ماضيءَ سان هجي ۽ اُسان کي خبر هجي تہ اسان جي وڏڙن ترقيءَ جو سفر ڪٿي ڇڏيو.جتان اسان انهي ڳالهہ کي کڻون.اسان ڳالهہ کي اتان نہ ٿا کڻون. پر پنهنجي منهن "ابتدا"ٿا ڪريون.ان ڪري هرڪو ڊاڙ ٿو هڻي تہ هو جيڪو ڪم ڪري رهيو آهي، اهو هن کان اڳ ڪنهن نہ ڪيو.جڏهن سنڌي قوم حضرت عيسي عليہ السلام جي ولادت کان بہ هزارين سال اڳ هڪ تهذيب يافتہ قوم هئي.اهو اسان نہ ٿا پاڻ ٻڌايون، پر جنهن"مهين جو دڙو"ڏنو آهي،انهيءَ اهڙي ساک پري آهي.

هاڻي ڪيڏي نہ تعجب جي ڳالهہ آهي تہ"تاريخ"نہ هئڻ ڪري اسان هزارها سالن جي تجربن، مشاهدن، خامين، خوبين، ڪارنامن ۽ ڪمزورين جي رڪارڊ کان محروم ٿي ويا آهيون.ان ايڏي ساري عرصي ۾ اسان جي وڏڙن ڇاڇا نہ ڪيو، سندن پيروي ڪري نہ ٿا سگهون.اسان سندن خامين ۽ ڪمزورين کي ڏسي انهن کان پاڻ بچائي نہ ٿا سگهون.

سنڌ جي"روشن مستقبل"جي اها تقاضا آهي تہ اسان سنڌ جي تاريخ تي قلم کڻون ۽ماڻهن کي صحيح، سچي ۽ غير جانبدار تاريخ ڏيون. اسان پاڻ قلم هٿ ۾ نہ کنيو آهي تہ ٻين اسان جي ڳالهہ اوچي ڪرڻ واري شاندار ماضيءَ سان مذاقون ڪيون آهن.اهڙي تاريخ لکي اٿن جو اسان کان ڏرڙيون نڪري وڃن ٿيون.سنڌ جي تاريخ ۾ لکيل آهي، بلڪ لکيو ويو آهي تہ هتي مصريءَ جا مينهن پوندا هئا.ڪن وري لکيو آهي تہ سنڌ ۾ گوشت

جو مينهن پوندو هو! اسان جي لاپرواهي تاريخ مان هٿ پٽرايا ۽ تاريخ وري اسان کان "روشن مستقبل"مان هٿ پٽائڻ جا سانباها ڪري رهي آهي.

"تاريخ"تي لکڻ جا ڪيترا ئي طريقا، نمونا ۽ قسم موجود آهن. فردن، ادارن ۽ واقعن کي لکڻ به تاريخ نوسي ۾ شامل آهن. ڪنهن دور تي تاريخ لکڻ به تاريخ جي دري کولڻ برابر آهي ڪنهن شهر، وستيءِ، واهڻ يا ضلعي تعلقي تي لکڻ به تاريخ جي تقاضا پوري ڪرڻ برابر آهي. انهن سمورن ڪوششن ۽ ڪاوشن جو مطلب آهي ماضي ورقن ۾ محفوظ ڪرڻ.

شهرن،ڳوٺن۽ ضلعن تي لکڻ جو رواج اڳ به هو.مغلن ۽ ٻين پنهنجن خواهه پراون حاڪمن ۽ حڪمرانن طرفان "واقائه نگار" مقرر ٿيل هوندا هئا. جيڪي پنهنجي حاڪمن کي پنهنجي تر، پرپاسي، جو هر قسم جو احوال ڏيندا رهندا هئا. پر انگريزن انڌي ڪم کي پنهنجي تجربن ۽ مشاهدن، ضرورتن ۽ خواهشن مطابق نئ رنگ ڏنو. گڏيل هندستان تي گزيٽر لکيا ويا.سنڌ ۽ پنجاب جا الڳ گزيٽيئر مرتب ڪيا ويا.انهيءَ مواد جي آڌار تي سنڌ جي هرهڪ الڳ ضلعي تي الڳ گزيٽئر لکيا ويا.

سرڪار کي پنهنجا لامحدود اختيار، ذريعا ۽ وسيلا ٿيندا آهن.استاد برادري کان وٺي ويندي تپيدارن جي ڪڙم تائين، حڪومت کي اهڙي"افرادي قوت"مليل هوندي آهي.جيڪا ذري پرزي جو حال احوال ڪٺو ڪري حڪومت حوالي ڪندي آهي.جڏهن اهڙو لشڪر به هجي ۽ اڻ ڳڻيو خزانو به هجي تہ پوءِ گزيٽيئر يا ٻيا ڪتاب لکرائڻ ڪو مشڪل ڪم ڪونهي.

ارڏو اترادي تہ مسڪينن کان مسڪين آهي.هن قلم ڏٺي پنهنجي ذريعن وسيلن سان مواد ۽ معلومات جو جيڪو خزانو ميڙيو آهي.اهو هن ڪتاب ۾ اوهان ۽ اسان کي آڇي رهيو آهي.ان لاءِ ڪيس جيتريون ڪيرون ڏجي، اوتريون گهٽ آهن.

تاريخ نويسيءَ جي طريقن مان هڪ ۽ عام طريقو اهو آهي ته اڳ ڪتابن جا پڙهي، انهن مان احوال ۽ حوالو وٺي ڪو هڪ ڪتاب جوڙيو وڃي، ٻيو طريقو تحقيق جو آهي، جنهن ۾ تاريخي دستاويزات، دفتري رڪارڊ ۽ بنيادي ڪتاب نظر مان ڪڍي هو تاريخي ڪتاب لکجي، ٽيون طريقو اهو آهي ته انهيءَ موضوع تي ماڻهن جي دلين ۾ جيڪو ڪجهه موجود آهي.سندن حافظن ۾ جيڪي شيون سانديل آهن.انهن کي هٿ ڪري، گڏ ڪري ڪو ڪتاب ترتيب ڏجي ان کي"اورل هسٽري"به چوڻ مناسب ٿيندو.ارڏي اترادي جو هي ڪتاب تحقيقي طريقن جي حوالي سان انهيءَ زمري ۾ اچي ٿو.

ارڏو اترادي، بنيادي طرح شاعر آهي، ان ڪري هن تاريخي ڪتاب ۾ به هن جي تخليقي صلاحيتن رنگ ڏيکاريو آهي ۽ ڪتاب ضلعي ڪشمور جي تاريخ جو ڪم اوکو ۽ تحقيقي نوعيت جو ڪيو اٿس.ڪشمور ضلعو 2005ع ۾ وجود ۾ آيو.ان کان اڳ جيڪب آباد ضلعي جو اٽوٽ انگ هئو.

ضلعن کي ضلعي حڪومتن جو رنگ ڏيڻ ۽ان ڪانپوءِ هڪ ضلعي مان هڪ کان وڌيڪ ضلعا ٺاهڻ لاءِ جواز ته پلو ڏنو ويو، ليڪن نيتن ۾ ايتري پلائي ڪانه هئي.حيدرآباد ضلعي کي ٽوڙڻ پناهگيري مان بادشاهي ڏيڻ برابر هو.لاڙڪاڻي ضلعي کي ٽوڙڻ پٽن جي بادشاهيءَ کي ٽوڙڻ جهڙو هئو. جيڪب آباد به ڪنهن کي خوش ۽ ڪنهن کي ناراض ڪرڻ جي نتيجي ۾ ورهايو ويو.فيصلو غلط ٿيو يا صحيح ٿيو.هتي ان تي بحث ڪرڻو ڪونهي، پر ضلعي ڪشمور جي پيدائش جي ڪهاڻي ٻڏائڻي آهي.ضلعي جو نالو ته ڪشمور سان منسوب آهي.پر ان جو هيڊڪوارٽر ڪنڌڪوٽ ۾ آهي.هن ۾ ڪشمور، ڪنڌڪوٽ ۽ تنگواڻي جا ٽي تعلقا اچي وڃن ٿا.

اتر سنڌ انهيءَ ڳالهه ۾ گوءِ کٽي وئي ته ٻنهي ضلعن، يعني

جيڪب آباد ۽ ڪشمور تي ٻه سٺا ڪتاب اچي ويا.جيڪب آباد جو ڪتاب مومن بلي جي محنت سان ۽ علي خان ابڙي جي پوٽي ۽ جمال ابڙي جي فرزند ساجد جمال جي شفقت ۽ سرپرستي ۾ ڇپجي پڌرو ٿي ويو.هن ڪتاب جي فوٽو گرافي ۽ ڪنهن حد تائين ڏنل تاريخي مواد. ان کي ڊاڪيومينٽ بنائڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو آهي.اتر سنڌ جو ٻيو اهڙي نوعيت جو ڪتاب هي آهي. جيڪو ارڏي اترادي، جي اڪيلي محنت ۽ محبت جو نتيجو آهي.هن ڪتاب جي تاريخ ۽ تحقيق ۾ ان ڪري حيثيت رهندي ته اهو انهي، تر جي "اورل هسٽري"آهي جنهن ۾ بلاشبہ ڪن ڪتابن جا حوالا بہ موجود آهن. پر موضوع تي موجود سرڪاري رڪارڊ. آڪائيوز ۽ ٻين بنيادي ڪتابن بدران اهو مواد ڏنو ويو آهي.جيڪو ڪنهن حد تائين ڪتابن ۾ موجود ڪونهي.هن ڪتاب جي "را مٽيريل"جهڙي اهميت آهي.ڪتاب ۾ جن ڳالهين تي روشني وڌي وئي ۽ جن واقعن تي نئين معلومات ڏني وئي آهي.اها وڌيڪ تحقيق ڪرڻ لاءِ دڳ کولي ٿي. پلي ارڏو اترادي پاڻ يا ڪي ماڻهو تڪڙ ۾ اها ڳالهہ سمجهي نہ سگهن. ليڪن لاشعوري طور تي ئي پر هن دوست ڪان هڪ وڏو اهم ۽ بنيادي ڪم ٿي چڪو آهي.هن جهڙوڪ پيڙهہ جو پٿر رکيو آهي. باقي عمارت مڪمل ڪرڻ. اتان جي محققن. نقادن ۽تاريخ نوسين جو ڪم آهي.

هن ڪتاب ۾ ارڏي اترادي، تنهي تعلقن جي مکيہ ماڻهن. ادارن ۽ واقعن بابت مواد ۽ معلومات جا جهول ڀري جيڪي اسان کي آڇيا آهن. انهن جو قدر تہ محقق ئي ڪري سگهن ٿا.محترم ارڏي اترادي، ڪشمور ضلعي جي تاريخي نويسي، جو آغاز ڪيو آهي ۽ اها ڳالهہ سندس فخر لاءِ ڪافي آهي تہ اهو ڪٿو سندس ئي حصي ۾ آيو.

وقت جي تقاضا آهي تہ هاڻي اسان کي هر ضلعي ۾ هڪ

اهڙي اداري جي ضرورت آهي، جنهن ۾ تايخ، ثقافت، علم ادب، لوڪ ادب، صحافت وغيره تي تدويني ۽ تحقيقي ڪم ڪري سگهجي.ان اداري ۾ "آرٽس ڪائونسل"جا رنگ به هجن ته"سنڌي ادبي بورڊ"جو هڳاءُ به هجي.اهو ادارو هسٽاريڪل ريسرچ جي ڏک به ڏيئي ته سنڌي علم ادب ۽شاعريءَ جي ترويج جو مرڪز به بڻجي، جڏهن ضلعي کي انتظامي يونٽ بنائڻ ۾ ڪا مشڪل ڪانهي ته پوءِ انهيءَ ضلعي جي تاريخ، ثقافت ۽ علم ادب خواه صحافت جي ترقي ۽ تحفظ جا به مناسب جتن ٿيڻ گهرجن. ائين ڪرڻ سان ارڏي اتراديءَ جهڙا سوين جوڌا جوان ميدان ۾ نڪري ايندا ۽ پنهنجي لياقت خواهه صلاحيتن سان تخليق ۽ تحقيق جي سفر کي اڳتي ڪٽي هلندا.

اسان جي ارڏي اتراديءَ هن ڪان اڳ شاعريءَ ۽ قومي سوچن ويچارن ته پاڻ ملهائيو ئي آهي.پر سندس هيءَ ڪتاب ڪيس هڪ الڳ ۽ منفرد حيثيت ڏيندو. انهيءَ حيثيت جو اندازو لڳائيندي، آئون ڪيس اڳ واٽ مبارڪ ڏيان ٿو.

ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ
باني
گل حيات انسٽيٽيوٽ
ڳوٺ خير محمد آريجا، تعلقو باقراڻي
ضلعو لاڙڪاڻي
تاريخ: 9 سيپٽمبر 2012

# تاثر

# ليکڪ ۽ ڪتاب جي باري ۾

هتان ڪٽي هَت ، جن رکيو سي رُسيون
ساجن، سونهن، سُرت، وِکان ئي ويجهو گهٽو(شاهه)

ارصلاح کان عاجز ۽ عاجز کان ارڏي تائين پهچڻ وارو سفر ڪو سولو نہ هو.هو زندگي جي اٽانڪي سفر ۾ اڪيلو ۽ اڻ سونهون هو.ڪيس عاجز بڻجي ادبي افق تي نروار ٿيڻ جي ڪوشش ڪندي، قدم قدم نراسائي ۽ نااميدي جا ڪارا ڪڪر ڪڙڪندي نظر آيا.تنهن هوندي هن ڪنيل قدم روڪيو ڪونہ.نہ ڏڪيو ۽ نہ ڪنبيو بلڪ شاهه سائين کي سونهون بڻائي"هتان ڪٽي هت رکڻ"واري اٽل ارادي سان منزل ڏانهن راهي رهيو.هن کي لطيف سائين جي اها سٽ بہ ياد هئي تہ هلڻ سان ئي هوت ملي ٿو ۽ ساجن، سونهن سُرت تہ وک کان بہ ويجها آهن. نيٺ سختيون، سُور ۽ اهنج سهندي ارڏو بڻجي پيو، ارڏو بڻجن ڪو سولو ڪم ناهي.انهي منصب ماڻن لاءِ ڪيس لطيف سرڪار جو هي پيغام سامهون آيو.

ويجهو وڃ م َ واٽ کي،ڪهج ڏانهن ڪُو اٽ،
اُجهي منجهان آٽ، آڏيسي تي آءُ تون (شاهه)

ڏسڻ ۾ نهايت سباجهو، سنهڙو سيپڪڙو ۽ ملوڪ ماٺهو سِنجهريو تہ سورن جي سُتي نصيب ٿيس ۽ ساماٽيو تہ سکن ڪانئسُ موڪلايو. پر هي سورهيہ هر حال ۾ ارڏو ئي رهيو.ارڏو ٿيڻ هر ڪنهن جي حاجت ناهي، اها منزل ڏاڍي اٽانڪي ۽ سسئي جيان

پهڻن جا پنڌ ڪري، بيابان لتاڙي ۽ نون ولوڙي حاصل ٿيندي آهي.ارڏو به اهڙين سختين،سورن، اهنجن، سياسي ۽ سماجي يتيمي جي ورچڙهندو رهيو.وِڪ وِڪ تي ڪين ورلاپ نصيب ٿيندا رهيا،هو انهن سيني صدمن کي سهندي، لطيف چواڻي جي تو پهڻ پب جا ته [ ] منهنجا لوهه جيان مضبوط، ڪرو ۽ سگهارو بڻجي، سياسي ميدان ۽ ادبي چوگان تي پلي هسوار جيان گهوڙو ڪُڏائيندو رهيو ته ڪڏهن ڪونتل ڪري واڳ وٺي رستي تي گهمائيندو رهيو.

يتيمن، بيواهن ۽ بيڪسن سان عاجزي اختيار ڪندڙ ڪڏهن آبدار بڻجي ماڻهن جي زمينن، فصلن ۽ دلين کي سيراب ڪندو رهيو ته ڪڏهن ايليمينٽري ۽ سيڪنڊري ٽيچر بڻجي ٻارڙن ۽ ننڍي اوستا وارن نينگرن کي پيار، پاهوهه، عقل، عزت، ساڃاهه ۽ سُرت سان نوازيندو رهيو.

شروع ۾ هو پنهنجي اندر جي اڌمن، امنگن ۽ جذبن جي اپٽار شاعريءَ ۾ ڪرڻ لڳو ۽ هاڻي نثر ڏانهن يعني نفسياتي ڇنڊ ڇاڻ واري شعبي تاريخ ڏانهن رُخ ڪيو اٿائين، اهڙي ريت ڳولائو بڻجي، ڇنڊڇاڻ ڪري، مختلف تجربن جي روشني ۾ جيڪي ڏسي ٿو ۽ نتيجا اخذ ڪري ٿو،انهن کي پنن تي اوتي ٿو.

هي ڪتاب ڪشمور ضلعي جي تاريخ جو هڪ باب آهي. جنهن ۾ علائقي سان واڳيل قومن ۽ انهن جي تاريخي عمل کي محفوظ ڪيو ويو آهي ۽ اهو واقعي سندس وڏو ڪم آهي ڇو ته جنهن قوم وٽ پنهنجي تاريخ ناهي هوندي اُن وٽ پنهنجي ماضي ۽ قومي وٿن(Values) جي هجڻ جي ڪا ثابتي ناهي رهندي.

تاريخ جوڙڻ وقت ٿيندو ائين آهي ته ان ۾ حڪمران،

سياستدان ۽ سردار اڳ ۾ رکيا ويندا آهن ۽ دانشورن، اديبن ۽ عالمن کي ثانوي حيثيت تي رکيو ويندو آهي.باقي عام ماڻهو پنهنجي ڪردار ۽ عمل هوندي به تاريخ جي صفحن ۾ ناپيد هوندو آهي.پر هن ڪتاب ۾ ائين ناهي، ارڏي اترادي تاريخ جي اهڙن نامعلوم ۽ محروم ڪردارن کي خاص اهميت ڏني آهي.انڪري هي ڪتاب ضلعي ڪشمور جي تاريخ جي حوالي سان سطحي يا عام رواجي ناهي بلڪ هر ننڍي وڏي ڪردار ۽ عمل جون تاريخي سچايون ٿي هن جي افاديت ۽ شعوري سگهه ۾ اضافي جو ڪارڻ آهن.

تاريخي شعور اجاگر ڪرڻ لاءِ هڪ اهم ڳالهه اها به آهي، ته حقيقتن جي اصليت تائين مورخ کي رسائي هجڻ گهرجي، هن ڪتاب ۾ قابل مورخ پوري دور جا تاريخي تقائن بيان ڪري، ان عوامل، سببن ۽ صورتن کي سن وار پيش ڪيو آهي.

جيئن ته تاريخ پنهنجي دور جي سماجي سورن، اڻ برابري، تجارتي اٿل پٿل، جاگيرداري ۽ وڏيرا شاهي سسٽم اجاره دار ۽ هڪ هٽي قائم ڪندڙ ٽولن کي به وائکو ڪري ٿي،ضلعن جي تاريخ لکڻ وقت، اهڙن واقعن ۽ حالتن کي به قلمبند ڪرڻ گهرجي ته ڪٿي ڪٿي ۽ ڪيئن مٿين بيان ڪيل ڪردارن جي سوديبازي ۽ چور بازاري رهي آهي جنهن جي نتيجي ۾ ضلعن،ان جي شهرن ۽ ڳوٺن ۾ ترقي جي رفتار ايڏي تيز نه ٿي سگهي ۽ عوام بي علم ۽ غريب ٿيندو ويو.

جيئن ته ڪشمور ضلعو انتظامي طور تي تازو جيڪب آباد ضلعي کان ڌار ڪيو ويو آهي.تنهن ڪري مورخ کي واقعا ۽ ڪردار هڪ ٻئي کان ڌار ڪرڻ وقت ڪافي مسئلا درپيش آيا هوندا.

ان هوندي بہ ڪتاب پڙهڻ ڪانپوءِ ائين محسوس ٿئي ٿو تہ ليکڪ هر پيچيدگي کي نهايت ڏاهپ ۽ سليقي سان سلجهائي حقيقتون پيش ڪيون آهن.

اتر سنڌ ۾ تعليمي شعور گهٽ هجڻ ڪري هتان جي اڪثر ماڻهن جي سياسي ۽ انتظامي گرفت ايتري مضبوط ناهي جو پنهنجن اهم ۽ جائز مسئلن ڏانهن ترت توجهہ ڏيئي،انهن جو اُڪلاءُ ڪري سگهن.تعليمي تناسب گهٽ هجڻ ڪري هتان جو ماڻهو تبديلي کي ايترو جلد نٿو قبولي.نتيجي ۾ هو سنڌ توڙي پاڪستان جي ڪيترن شهرن جي ڀيٽ ۾ ايترو گهٽو اڳتي وڌي ڪونہ سگهيو آهي.هو گهاٽي جي ڏاند جيان چوڌاري ڦري ٿو ۽ جڏهن پڙهيل لکيل شهرن جا ماڻهو ترقي جي رفتار ۾ مستطيل ۾ هلي ترقي جون منزلون طئي ڪري رهيا آهن.هڪ تاريخ نويسي کي ترقي ۽ تبديلي واري عمل کان روڪيندڙ اهڙين رڪاوٽن کي بہ منظرعام تي آڻڻ گهرجي، اهو برابر آهي تہ مثبت تبديلي ۽ ترقي جي حاصلات لاءِ هڪ مورخ تاريخ نويس صرف فڪر ۽ شعور ئي ڏئي سگهي ٿو.پر ان فڪر کي عملي صورت ڏيڻ لاءِ سياستدان، تجارت، پيشہ ماڻهو ۽ جاگيردار ئي جوابدار آهن.

ارڏي اترادي تاريخ گهرج جو پورائو ڪندي، هن ڪتاب ۾ ڪوشش ڪري ڪشمور ضلعي جا گهڻا ماڳ مڪان،شهر، ننڍا وڏا ڳوٺ، مسجدون، مدرسا، درگاهون، مڙهيون مندر، اسڪول، لائبريريون،هنري ۽ سماجي ادارا، ميلا، مشغلا، جهيڙا جهڳڙا، جرڳي جا ميمبر، جاگيردار، زميندار، ميونسپالٽي ۽ ضلعي ڪائونسل جي ميمبرن جون لسٽون، سياستدان ۽ ذات ذٽي بہ شامل ڪيا آهن.انهيءَ ڪري چئي سگهجي ٿو تہ هي ڪتاب"ڏٺو

ڪالهه ڪنهين"ڪشمور جي تاريخ جو سنگ ميل آهي.ايندڙ وقت جو مورخ هن ڪتاب کي سونهون بڻائي تحقيق ۽تاريخ ۾ اضافو آڻڻ جي قابل ٿيندو.

ائين به چئي سگهجي ٿو ته هي ڪتاب ڪشمور ضلعي جي روايتي تاريخ سان گڏ جديد تاريخي اصولن مطابق لکيو ويو آهي.جو ته هن ۾ صرف وڏيرن، سياستدانن ۽ جاگيردارن جي ڪتابيل ڪيل نه آهي، بلڪ ماحولياتي، معاشي ۽ نفيساتي ماهرن سان گڏ، ماڻهن کي آسرن ۽ ڏتن ڪان بچي پنهنجي پيرن تي بيهڻ جو ڏاڍو به ڏسيل آهي ۽ اصولي موقف اختيار ڪرڻ لاءِ گر به ٻڌايل آهن.

آخر ۾ انهي دعا سان اختتام ته الله تعالي مصنف کي اجا به گهڻو زور قلم عطا فرمائي(آمين)

خادم العلوم
ڊاڪٽر غلام نبي سڏايو
تاريخ27 سيپٽمبر 2012ع

# ليکڪ پاران

دنيا جي سڀني مقدس ڪتابن ۾گذريل وقت جا واقعا، بيان ٿيل آهن، ان سان گڏوگڏ ٻرک عالمن تاريخي ڪتاب لکيا آهن.

مگر اڄڪلهه جو نئون نسل تاريخي ڪتابن کان ڪناره ڪشي اختيار ڪندي چون ٿا ته رات گئي بات گئي گذريل قصن ڪهاڻين ماڳن مڪانن بابت پڙهڻ مان ڇا ٿو وري، هو گهڻو ادبي دنيا کان پري رهڻ جي ڪوشش ڪن پيا.

نئين نسل جو چوڻ آهي ته هي سائنسي دور آهي، ڪنهن ايجاد جي ڳالهه ڪريو، جنهن مان جلد آسودا ٿيون، آرٽ خيال آهي، خيال سان پيٽ جو دوزخ نه ڀربو، خيالي دنيا جي بجاءِ عملي دنيا ڏانهن وک وڌائيو، ائين چئي تاريخي محنت کي مڪمل رد ڪن ٿا، انهن لاءِ عرض ته پوءِ دنيا جا ترقي يافته ملڪ سائنس سان گڏ آرٽ جي علم تي ايترا ڪتاب ڇو ٿا ڇپائن ايتري رقم ڇو ٿا ڪپائن؟! تنهنڪري سائنس سان گڏ آرٽ جو علم به انسان ذات لاءِ اوترو ئي ضروري آهي ۽ انهن ٻنهي علمن جو پاڙ ۾ تمام گهڻو واسطو پڻ آهي.

آءُ تاريخ تي اگر مڪل ۽ تفصيل سان لکان ته پڙهندڙ ٻيا سڀ مضمون ڇڏي سڄو وقت تاريخي ڪتاب پڙهن تنهن هوندي به تاريخ بابت چند سٽون عرض رکندس ڇاڪاڻ ته هي ڪتاب تاريخي ڪتاب آهي نه ڪي تاريخ تي مقالو آهي.

قرآن پاڪ ۾ آهي ته ڇا اوهان نه ڏٺو ته فرعون سان ڇا ٿيو.الله پاڪ جي پيارن نبين ۽ ان دور جي مخالفن جي ڳالهين ان کان علاوهه الله پاڪ جي پيارن انسان دوستن جون ڳالهيون تاريخ

نہ آهن تہ ٻيو ڇا؟ ٻين ڏرمي ڪتابن ۾ رڳو سائنس ۽ ايجادن جون ڳالهيون هجن ها. تنهنڪري تاريخدان، اديب، شاعر، ڪهاڻيڪار ان ڳالهہ کي ضروري سمجهي تاريخي واقعا بيان ڪن ٿا تہ جيستائين ڪا قوم تاريخ مان سبق حاصل نہ ٿي ڪري اها قوم ترقي ڪانہ ڪري سگهندي.

يهودي ٻي عالمگير جنگ ۾ برطانيہ جي انهيءَ شرطن تي مدد ڪئي تہ اسان کي جدا وطن علحده خطو ڏنو وڃي، تہ اسان پنهنجن ڪارخانن کي پنهنجي ملڪ ۾ ئي قائم ڪريون هو تاريخ ۾ چڙوچڙ هئا.هنن گهڻو وقت ڏکا ٿاٻا کاڌا هئا ۽ سامراج جي خاص اها وصف آهي تہ سامراج اول ڪنهن ملڪ قوم جي سياست تي غلبو ڪري پوءِ ان جي اقتصادي وسيلا هڙپ ڪجن، اهي ڳالهيون فزڪس ۽ ڪئمسٽري ۾ نہ آهن، ملڪ جي حفاظت سياست سان ٿيندي آهي جنهن کي (Political Science) چيو وڃي ٿو.هي علم خود سائنس پر اها سائنس جنهن ۾ نتيجا نڪرن ٿا.تاريخ رڳو بادشاهي ڪهاڻين سياسي سماجي شخصيتن جو نالو نہ آهي، ماڳ مڪان.اقتصادي تاريخ جاگرافي ۾ شهرين جا حق سڀ اهم آهن ۽ ان دائري ۾ اچي وڃن ٿا.

نئون نسل ان تي سوچي تہ سنڌ ڌرتي تي موهن جي دڙي واري زماني جا ماڻهو دنيا جي خوشحال ملڪن وانگر آزاد خودمختيار ۽ خوش نہ هئا تہ پوءِ ان ڌرتي جا ان ماڳ مڪان جا وارث هاڻي دنيا ۾ ڇو پوئتي آهن؟ انهيءَ موهن جي دڙي وارن ماڻهن ۾ اها سگهہ ڇو نہ رهي، انهن کي ڪنهن ڪنهن اچي خُوب لتاڙيو، ماريو، غلام بڻايو، ائين تہ ناهي جو جيڪي وڙهياسي مري کپي ويا جيڪي نہ وڙهياسي بوٽ چٽيندا ۽ اوبر ڪائي فقط جانور ٿي جيئڻ لڳا.

جنهن قوم(موهن جي دڙي واري)ڦيٿو ايجاد ڪيو. پڪا گهر، ڊرينيج ٺاهي رهڻ لڳا، اڄ اهو ڦيٿو ڪار موٽر جهاز تائين

پهتو. اهي سامراجي قوتون قومون چندڊ تي پهتيون ۽ موهن جي دڙي وارا اتيئي آهن اجا ڏاند گاڏي پيا ڪاهن جيستائين اسين تاريخ نہ پڙهنداسين تيستائين اسان ۾ سجاڳي نہ ايندي. سجاڳي شعور خيال سان واسطو رکي پيو ۽ خالي رڻ آهي. هر شيءَ خيال تي دارو مدار رکي ٿو. اوهان وٽ مال ملڪيت ڪيترو بہ چو نہ هجي اگر سجاڳي نہ آهي تہ چور مال ڪاهي ويندا. صبح جو رڳو رڙيون ڪندو.انهن جو جيستائين پيرو نہ ڪٽندو چورن سان مهاڏو نہ اٽڪائيندو تيستائين پيا ڦريا رهندو.اهي ڳالهيون تاريخ ۾ لکيون آهن.

آءُ هن تاريخي ڪتاب ۾ انهن ماڳن. مڪانن. تعليمي ادارن. سياسي سماجي شخصيتن ڏات ڏٽين سيني جي تاريخ اوهان جي آڏو ان لاءِ آڻيان ٿو تہ اسين ڪيترا آسودا هئاسون ڪيئن برباد ٿياسون. اهي ماڳ مڪان دنيا جا دريائي بندرگاهہ جنهن ۾ واپاري بندرگاهہ. جنهن ۾ انتظامي بندرگاهہ. آباد شهر ڪيئن ويران ٿيا. انهن ۾ ڪهڙن ڪهڙن جون ڪوتاهيون شامل آهن.ڪهڙن قربانيون ڏنيون. جاگيرن پرڳڻن سنڀاليندڙ جا پرڳڻا ڪيئن ڦرجي ويا؟

آءُ هت صرف غير جانبدار ٿي ماضي جو رڪارڊ آڏو رکيو آهي. تاريخدان جيڪي غيرجانبدار نہ رهيا. ڪن ڪي شهيد لکيو تہ وري ڪنهن انهن کي ڦورو ڪري لکيو. ائين اصل حيقيقت اکين کان اوجهل رکيو ويو. سو آءُ هن بن سٽن ۾ عرض ڪريان تہ ڳالهہ صفا ڪجي. ان بابت منهنجو شعر آهي تہ:

ڪير سچو آ ڪير ڪچو آ
سنڌ اندر هي وڏو ڏچو آ

هر انسان ۾ انيڪ خوبيون بہ ٿين ٿيون تہ خاميون بہ ٿين ٿيون مگر ماضي جو رڪارڊ جڏهن سامهون اٿبو تہ پاڻهيَ اچا ڪارا ظاهر ٿيندا. اسانجي سنڌ سان گڏ خود اسانجي ضلعي جي بہ

تاريخ لڳ ڀڳ ساڳي آهي. (1)سرڪار (2)ان جا ساٿاري (3) عوام.اهڙي ريت اسانجي ضلعي هيڊڪواٽر جي شهر جو گهڻتا گهر به ٽڪنڊو آهي. هن ضلعي جا تعلقه به سياسي طور تي آهن.

جڏهن ٽرانسپورٽ ٻيڙا هئا ته ان وقت به اٺن،گهوڙن ۽ ٻيڙن انهن هن ڌرتي کي خوب لتاڙيو. هي ضلعو ٽن صوبن جو پڻ سنگم آهي. ڊيراموڙ ڪشمور وٽ سنڌ. پنجاب ۽ بلوچستان جون سرحد ملن ٿيون. تنهنڪري سماجي، سياسي ثقافتي اثر به هت موجود آهن.ايران کان ڪوئٽه پرڏيهه کان ڪراچي بندرگاهه. چين افغان کان پنڊي ۽ پشاور، ٽنهي طرفن کان ٽرانسپورٽ هن ضلعي ڪشمور جي سينڌ کان شاهراهه وسيلي روزانه آمد رفت جاري آهي.

هن ضلعي جو ڳبلو ايران ۽ افغان کان هندستان تائين اڄ وڃ لاءِ مشهور پتڻ هو.

هي ضلعو سنڌوندي ڪناري هئڻ ڪري واپاري بندر گاهه هيبت بنگلو(ڪنڌڪوٽ کان ڏکڻ طرف)سان گڏ گودي بنگلو (انتظاميه بندرگاهه)يا ان کان گهڻو وقت اڳ درياءِ جي ڪناري وارا شهر شير ڳڙهه غوثپور، ڪنڌڪوٽ. هيبت. ڊهو، پنر، ڳبلو. بڊاڻي، گيهلپور، ڪشمور دريائي مسافرن، پرڏيهي جاسوسن، سياحن (جهڙوڪ ابن بطوطه بي بي سي جي نمائندي رضا عالي عابدي کان ڳجها ڪونه رهيا آهن.)

هتان جي سرسبز، شادابي. ٻيلن جون ماڪيون. هرڻن جا شڪار تترن جون ٻوليون گودي بنگلي ۾ رهندڙ انگريزن کي انگلينڊ ۾ به ياد پوندا هوندا. ميرن، اميرن، سردارن وڏيرن جون مهمانيون به ڪونه وسرنديون هونديون ان کان وڌ ويڙهو پٽ وريام جا چا نه چرڪ اپاريندا هوندا.انهن هڪ صدي حڪومت اسان تي ڪيئن ڪئي ڪن جو همدرديون حاصل ڪيو ڪن کي جاگيرون ڏنيون ۽ عوام مٿان قابض ٿيا.اهي سموريون ڳالهيون توهان لاءِ هن تاريخي ڪتاب ۾ رقم ڪري رهيو آهيان. ان لاءِ ته اسان ۽ اوهان جو نئون

نسل پڙهي ۽ پرجهي.

ڪيترين سياسيَ ۽ سماجي شخصيتون ۽ ذات ذڻي هن ضلعي جي تاريخي ورقن ۾ شامل ڪيا اٿم،تنهن هوندي به ڪيترا اجا باقي رهجي ويا هوندا. چاڪاڻ ته هن ضلعي ۾ بااثر مير پير سردار زميندار ڪافي آهن. سرداري طرف کان اسانجو ضلعو تمام خود ڪفيل آهي. انهن سان ملڻ جي ڪافي ڪوشش ڪيم پر هو پيچارن تي ۽ آءُ مسڪين ماڻهو پيادل ڪيئن پهچان.پوءِ به معذرت ڪريان ٿو.ڪيترن ماڳن مڪانن جي کوجنا اجا تحقيق طلب آهي. ڪيوالي جي ڪوٽ، شير ڳڙهه جي قديم شهر بابت چون ٿا ته اهي شهر اسان جي ڪيترن پيڙهين نسلن کان ڪافي اڳ جا آهن.اهڙي ريت شاهه محمد شاهه جيلاني جي دور ۾ شاهه محمد جي قبرستان پرسان تمام وڏو ڳوٺ هو.جيڪو غوثپور کان اڳاٺو بڌائين ٿا.مير سعيد خان رند جو قبو جتي آهي، اهو ڳوٺ ڪهڙي مير سعيد خان رند اچي ٻڌو ڪيترين پيڙهيون ٿيون. اهڙي ريت هتي تيم ورڪ جي ضرورت آهي.ڳوٺن جي لکڻ لاءِ هڪ الڳ ڪتاب لکجي.

مير واحد بخش خان بجاراڻي، مير عبدالحڪيم خان بجاراڻي، مير مهراڻ خان بجاراڻي(ڏياڻي)۽ ڪرمپور جي سردار صاحب جو بنگلو ۽ حويلي هن ضلعي جا عاليشان تعمير ٿيل شهڪار آهن.هتي ڏياڻي تي اهو نالو ڪيئن پيو ائين ڪافي ماڳ فقط ڀڄهارت ٻڌيل آهن.جڏهن ته ڏياڻي لاءِ مشهور آهي ته اهو ڳوٺ خانصاحب مير فتح محمد خان جو اڏيل آهي يا رسالدار کان متان سنڌ بلوچستان جي دنگ تي برج هن وقت خسته حال ۾ آهن.اهي ڪنهن جوڙائيا هئا. انهن سڀن جون حسين تصويرون ئي محترم مومن بلي صاحب جي تحرير ٿيل ضلعي جي پروفائيل ۾ ڏسي فقط عبرت وٺون ٿا.

هن ضلعي جي ديهن جي نقشي تي نادر سڙڪ لکيل

آهي،ان حوالي سان هي ضلعو اڄ تائين تمام گهڻن قومن جو گذرگاهه رهيو آهي، ڪشمور تعلقي پرسان نائچ ڳوٺ وٽ شهيدن جون قبرون آهن سي الائي ڪهڙي دور جون آهن ۽ ان واقعي بابت بہ اتان جا ماڻهو ٻڌائڻ کان قاصر آهن. چند مٿين ڳالهين جي ذڪر ڪرڻ جو مختصر مفهوم اهو آهي تہ تاريخ جو علم وسيع آهي ۽ ان مضمون جو پورائو ڪرڻ هڪ ڪٺن ڪم آهي.

آءُ انهن سيني سائين سڄڻن مشفقن مهربانن ۽ علم دوست انسانن جو دل جي گهراين سان ٿورائتو آهيان جن منهنجي هن قلمي پورهي ڪشمور ضلعي جي تاريخ سرجن ۾ هر موڙ هر وک وک تي سڏ ۾ سڏ ڏيندي مدد ڪندا رهيا.انهن مان اول محترم انجنيئر عبدالوهاب سهتي ۽ محترم امتياز منگي صاحب جن جو شڪر گذار آهيان جن مدد ڪرڻ جي حامي ڀريندي ڪم شروع ڪرائيو.پر پوءِ اهو مواد جناب سيد عابد علي شاهه سائين محترم مومن بلي صاحب جي حوالي ڪيو.۽ اهو ڪتاب Kashmore Now and then Project تڪڙ ۾ ڇپائي ڇڏيائون.اهو ڪتاب باتصوير ۽ پرڪشش قيمتي سرمايو آهي.ان ڪتاب ڇپڻ تي ضلعي ڪشمور جا باشعور اديب دانشور مون سان گڏ ٿورائتا آهن.

آءُ يقين ۽ اعتماد سان چوان ٿو تہ اڄ تائين ڪنهن بہ تاريخدان ائين نہ لکيو آهي تہ مون هيءُ مڪمل تاريخ لکي ڇڏي آهي.تنهن ڪري آءُ ان راءِ جو آهيان تہ ڪنهن بہ تاريخي ڪتاب کي اڌورو چوڻ ٽيڪا ٽپڻي ڪرڻ بجاءِ هڪ قدم اڳتي وڌائڻ شروع ڪري.اسين حقيقت سامهون رکي وري بيهر ڪم شروع ڪيوسين پر جلد سائين عبدالوهاب سهتو صاحب سائين امتياز منگي صاحب بدلي ٿي ويا ۽ آءُ اڪيلو ٿيس پوءِ بہ فون تي هميشہ رٿون ۽ رايا ڏيندا رهيا.ان لاءِ انهن ٻنهي محسنن مهربانن جو ٿورائتو آهيان ان سان گڏ وري بيهر هڪ پيرو سائين عابد علي شاهه صاحب ۽ سائين مومن

بلي صاحب جن جو ٿورائتو آهيان جن مختصر تاريخ منهنجو گهڻو ڪم آسان ڪيو.

محترم سائين ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ صاحب، محترم سائين ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو صاحب، محترم سائين حميد سبزوئي صاحب ۽ محترم سائين وفا پرڙو صاحب جن جو نهايت گهڻو شڪر گذار آهيان جن منهنجي لکيل ڪشمور ضلعي جي تاريخي ڪتاب ۾ مقدمو تاثرات، تعارف لکڻ لاءِ وقت وقف ڪرڻ فرمائيو ۽ منهنجي ڪچاين کي درگذر ڪندي وڏي همت افزائي ڪئي آهي.

محترم سائين ڊاڪٽر نواز علي"شوق"سهرياڻي صاحب جن جو احسانمند آهيان، جنهن فرمايو تہ منڙا اوهان ڪان پري ڪراچي رهائش پذير آهيان ۽ ڪتاب جي ترتيب ڏيڻ سنوارڻ سينگارڻ لاءِ ڪاش سولو هجان ها تنهن هوندي بہ هن بزرگ معمر انسان فون تي ڏس پنڌ ڏيڻ ۾ وڏي مدد ڪئي.سائين جن جون صلاحون رٿون ۽ رايا ايترا هئا جو مون ہيو جنم وٺي اچان پوءِ بہ پورو ڪري ڪونہ سگهان، تنهن هوندي بہ راين تي نپائڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم.

محترم قبلا سائين ميان عبدالخالق صاحب، سجاده نشين درگاه غالب پرچونڊي شريف محترم بابا سائين عبدالمالڪ بجاراڻي صاحب، سجاده نشين درگاه صوفي لاڪوفي، حضرت بابا شاه ڏنہ سائين، محترم شوڪت علي ناهڙ صاحب، حرا پبلڪ اسڪول ڏهرڪي محترم احمد سولنگي صاحب، حرا پبلڪ اسڪول ڪشمور محترم منظور احمد چاچڙ مارئي لائبريري تنگواڻي لاڙو وارن جا دل جي گهراين سان مشڪور ممنون آهيان جن لائبريرين جا در دل جي حضور سان کولي حوالي ڪري ڇڏيا.

محترم سائين محمد حسن چاچڙ صاحب،ايس ڊي اي او ڪشمور پنهنجون مصروفيتون ڇڏي مونسان هروقت سفر ڪري هن ڪتاب جي مواد ميڙڻ ۾ مدد ڪرڻ فرمايو. محترم ڊاڪٽر سراج احمد

ڏهر ڏهرکي جن هن ضلعي جي ڪتاب لکڻ لاءِ وڏي معلومات ڏيڻ لاءِ راتيون وقف ڪيون. ڇاڪاڻ تہ هي اصل ۾ هن ضلعي ڪشمور نزد بخشاپور جا رهاڪو هئا.سائين سراج احمد ڏهر صاحب ايم بي بي ايس ڊاڪٽر آهن مون کي اها خبر نہ هئي تہ هن جو اصل سبجڪيٽ تاريخ نہ هئڻ بجاءِ ايڏي وسيع معلومات رکن ٿا.اهڙو ئي هڪ ٻيو مُحترم ڪرتار لعل نولائي پنهنجي محترم مرحوم وهاب پيو جن جي يارن جو يار محترم راجا نولائي، محترم پروفيسر محمد نواز ڪوسو جيڪب آباد اهي سڀ ڪنڌڪوٽ ادبي اسٽڊي سرڪل اسان لاءِ هلائيندا هئا ۽ ادب جا ڪاهوڙي رهيا.محترم سائين نواز ڪوسہ جو پيارو محترم پروفيسر الطاف گوهر پيچوهو صاحب، محترم سائين پروفيسر عبدالخالق سهرياڻي صاحب، محترم سائين غلام سرور چاچڙ صاحب، ميرپور ماٿيلو اڪائونٽنٽ آفيسر ضلع ڪشمور، ڊاڪٽر مهرچند ڪنڌڪوٽ، محترم جناب احمد ڪوسو صاحب ڪنڌڪوٽ ڊي سي آفيس، محترم محمد پناهہ چاچڙ صاحب(بڊاڻي) ۽ هڪ اهم مبائيل انسائيڪلوپيڊيا محترم محمد علي چاچڙ صاحب، محترم سائين محمد عثمان چنہ ڪنڌڪوٽ جن ذات ذٽين جو تمام گهڻو مواد ڏنو.محترم جي ايم ڪوسہ، محترم عبدالرشيد خان جکراڻي مئنيجر، محترم الله رکيو ڪلوڙ، محترم ساجن خان ملڪ ۽ استاد عبدالفتاح ملڪ محترم سائين وفا ٻرڙو صاحب تن جو هڪ ڀيرو وري ٿورائتو آهيان جن هن ڪتاب جي پروف ريڊنگ جي چڪرن ڪاڻ جو بار پنهنجي سر تي سهي وڏو احسان ڪيو آهي. محترم راجا ڊومڪي ڊي سي آفيس جيڪب آباد جو بہ ٿوراتو آهيان.

محترم سائين اي ڪي مغل ۽ انهن جي سمورن ننڍڙن خاص عرفان ڪريم مغل، عارف مغل، ڪامران سنڌي مغل جا ٿورا نہ ٿورا مون تي ماروئڙن جا.

احسان مند

**ارڏو اترادي**

ڪنڌڪوٽ

0301-3976274

# كشمور شهر جي تاريخ

سنڌو درياءَ جيئن پنجاب ڪان سنڌ ۾ داخل ٿئي ٿو تيئن پراڻن آثارن مان ڪيوالي ڪوٽ پڌايو وڃي ٿو، ان جي پرسان هينئر گڊو بئراج اڏيل آهي. اڳ ۾ هتان ريگستان ڪئنال جنهن جو نالو بعد ۾ شاهي واهه پيو. هينئر اتان گڊو بئراج مان بيگاري سنڌ فيڊر، شاهي واهه ۽ پٽ فيڊر نڪري سنڌ بلوچستان جون زمينون آباد ڪن ٿا.

هتان جي ماڻهن جو چوڻ آهي تہ هاٽوڪي وهنڊڙ بيگاري سنڌ فيڊر جي 17 آر ڊي وٽ پراڻو ڪشمور شهر درياءَ جي ڪناري تي پڌل هو. جيڪو درياءَ جي لپيٽ ۾ اچي ويو ۽ درياءَ جي سوڙهہ ڪري هاٽوڪي جاءِ تي بيهر پڌو ويو آهي. ڪن جو چوڻ آهي تہ هي چوٿون ڪشمور شهر آهي. اهڙو اظهار هاڻي ضلعي جي سماجي اڀياس درجي ٿئين ۾ ڪيو ويو آهي. پهہ پيرا يا ٽي چار پيرا ڊهڻ جي ڪابہ پڪي لکت نہ آهي نہ وري ڪنهن انهن هنڌن جي ڪا نشاندهي ڪيئي وڃي ٿي. البتہ 17 آر ڊي، بي ايس فيڊر واري هنڌ لاءِ گهڻا ماڻهو چون ٿا.

ڪشمور شهر جي باري ۾ جنت السنڌ ۾ رحيم داد مولائي شيدائي مشهور سياسي ابن بطوطہ جي سفر نامي واري حوالي سان لکيو آهي. ابن بطوطہ جو سفر اول عربي ۾ لکيل هو. جنهن جي ترجمي ڪرڻ وقت ڪشمور شهر جي نالي سان ملندڙ لفظ آهي جنهن لاءِ بہ قياس آرائي آهي تہ اهو ڪشمور شهر هوندو. تنهن هوندي بہ هڪ تاريخي ڪتاب جنت السنڌ ۾ ۽ ٻيو 2010 ۾ ضلعي ڪشمور باران پروفائيل مومن لکيو آهي (Kashmore

(Now & Then ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي جيڪب آباد جي لکيل مضمون ۾ "سنڌ جي تاريخي شهرن جي تواريخ" واري ڪتاب صفحه نمبر 206 ۽ 207 ۾ لکيو آهي تہ "موهن جي دڙي واري تهذيب جي ابتدائي زماني ۾ قديم بابل جو شهر" ار" جون قومون هتي آيون ۽ سنڌ جي ڪن هنڌن تي شهر آباد ڪري ويهي رهيون. اهي قومون اندازن عيسوي سن کان ٽي هزار سال اڳ هتي پهتيون.هنن پنهنجي رهائش لاءِ جيڪي نوان شهر آباد ڪيا، انهن جي پويان وطن جي يادگار طور پڄاڙي ۾"ر"،ڳنڊيائون، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي شهر جيڪب آباد ضلعي ۾ ڪشمور شهر ان دور جو يادگار آهي ، اهڙي نوعيت جا ٻيا شهرهي آهن لاڙڪاڻي ضلعي ۾ قنبر شهر، لهور ۽ جهڪر، سکر ضلعي ۾ اروڙ، بکر ۽ سکر، لاڙ جو شهر ٻنڀور ٻين بہ ڪن ڏڙن جا اهڙا نالا ملن ٿا، اهي ڳالهيون بہ قياس واريون آهن انسائيڪلو پيڊيا سنڌ يانا جلد نمبر ٽئين جي صفحه 628 ۾ بہ ساڳيو ذڪر ٿيل آهي ، اهو بہ ساڳيو حوالو آهي.

سنڌو درياءَ جي وهڪري موجب هي شهر سنڌ جي ٻين بندرگاهن وانگر اهم نظر اچي ٿو ڇاڪاڻ تہ وچ ايشيا ۽ اولهہ ايشيا کان بر صغير پاڪ ۽ هنڌ ۾ داخل ٿيڻ جا ٻہ رستاآهن، هڪ خيبر لڪ کان ۽ ٻيو بلوچستان کان ٿي هتي پهتيون آهن. سبي کان ڪشمور تائين هڪ خاص رستو اچي ٿو ان حوالن سان مٿيون ڳالهيون ڪجهہ قدر پڪا دليل ٿي سگهن ٿا، ان حوالي سان هي چوڻون شهر ٿي سگهي ٿو، مگر هن کان اڳ ۾ جيڪو بيگاري سنڌ فيڊر جي 17آر ڊي وٽ ڪشمور شهر ٻڌائن ٿا سو 1400ع ڌاران ابراهيم لوڌهي گهراڻي جي حاڪم اسلام خان جي سيت پور رياست (پنجاب) فتح ڪرڻ جي زماني سان تاريخي حوالا ملن ٿا جيڪي هيٺين ريت آهن.

سيتپور رياست جي فتح ڪرڻ وقت اسلام خان جي سامهون جيڪو ماڻهو آيو تنهن کي چير ڦاڙ ڪرڻ تي هتان جي ماڻهن ان کي ناهر سڏيو جيڪو لفظ اڳتي هلي ناهڙ ٿيو. اها رياست فتح ڪانپوءِ ملتان ۽ ڪشمور تائين پرڳڻا هٿ ڪيا ويا.

اسلام خان چوٿين جي اولاد جڏهن پرڳڻا ورهايا ۽ ان وقت پائرن جي پاڻ ۾ ويڙهه به ٿي جنهن ۾ دريشڪ ۽ مزاري ان دور ۾ ٽڪرڪان هيٺ لهي آيا هئا سي اسلام خان چوٿين جي اولاد نواب قاسم خان جا طرفدار ٿيا ان دور ۾ موجوده مزارڪ علائقو ناهڙن جي حوالي هو. اسلام خان چوٿين جي حاڪميت مظفر ڳڙهه، هٽند، علي پورڪان ڪشمور تائين ڦهليل هئي جيڪا بعد ۾ پاڻ ۾ ويڙهه ڪري حڪومتون ڪمزور ٿيون ڇاڪاڻ ته پاڻ ۾ جهيڙو تباهي جي نشاني آهي، ناهڙن کي لانگاهن به وڏيڪ ڪمزور ڪيو. نواب قاسم خان کي جيڪو پرڳڻو ڪشمور تائين مليو اتان جا ماڻهو نواب قاسم خان کي دل گهرائي ڪري قاسم مور به سڏيندا هئا. ان حوالي سان هن شهر کي قاسم مور، ڪسمور بعد ۾ ڪشمور سڏيائون.

ان زماني ۾ مزاري زور وٺڻ شروع ٿيا ۽ ناهڙ ڪمزور ٿيندا ويا. مزارن ۾ سردار مير امام بخش خان مزاري باهمت برجستو ثابت ٿيو. هيڏانهن قلات جا بروهي به سر سبز علائقي تي وقت بوقت چڙهائي ڪندا رهيا. جنهن ۾ ڪشمور ويجهو جمشيد پرڳڻي جا بليدي (جمشيد پرڳڻي جو شهر ڪشمور ويجهو ديهه ڳنديرِ ۾ هو) مير امام بخش خان سان گڏجي ميرن جي مدد سان قلات جي بروهين کي ٽيڙ ڏيندا رهيا. ناهڙ وچي ڪجهه ديهن جا مالڪ رهيا تنهنڪري اڄ تائين انهن کي ڪسئين مير گز مير به

سڏيندا رهيا ۽ ڪشمور کي سرڪاري نالي سان ڪشمور ۽ بلوچي لهجي ۾ ڪسئين مير جو شهر بہ سڏيندا آهن.

نواب قاسم مور کان وٺي ڪشمور ياڪسئين مير جي نالي ڪشمور واري ڳالهہ سڀ کي معڻ ۾ اچي ٿي.

ڪشمور جي هن شهر کي انگريزن بچاءُ بند 1874ع ۾ ٻڌائي مڪمل ڪيو ، جيڪو هن وقت جي عيد گاهہ واري محراب کان ٿيندي پير فتح شاهہ سومرا محلہ کان اولهہ طرف هلي پراڻي شاهي واهہ تي پل ٻڌائي بند قائم ڪيو، جنهن تي هن وقت ڪافي دڪان بازار جو ڏيک ڏين ٿا ، اهو بند بيگاري، سنڌ فيڊر جي ريگيوليٽر کان ڪراس ڪري ٻڌائي پرسان گودي بنگلي کان هلندو ڳڙهي تيغو کان سکر پهتو. ان بچاءَ بند ٻڌڻ کان وٺي يعني شهر پڪو ٿيو ۽ پڪيون جايون جوڙيون ويون.

جان جيڪب پنهنجي حڪمت عملي سان اتي ڪامياب ٿيو هن مبارڪپور،ڳڙهي حسن،ڪشمور ۽ شهپور،رسالدار فوجي چونڪيون قائم ڪيو، اهي رسالو سڏبا هئا. ڪشمور جي اسٽيشن جي اتر طرف فوجي چونڪي جو ڏس ملي ٿو.

1870ع ۾ سردارن ۽ بلوچستان جي واپارين جي وچ ۾ جهيڙو ٿي پيو، ان کي نبيرڻ لاءِ گورنر آف انڊيا جي حڪم سان ان وقت سنڌ جو ڪمشنر=سروليم ميريويٿر جيڪبآباد ۾ آيو هن چار مهينا جيڪب آباد ۾ رهي جهيڙي کي نبيريو. 1871ع ۾ هو ڪشمور کان ٿيندو پنجاب جي شهر چاچڙان پهتو 74-1873ع ۾ وائسراءِ انڊيا سنڌ ۾ آيو ۽ بلوچستان کي سنڌ کان ڌار ڪري، ان اسپيشل ايجنسٽ ٿو گورنر جنرل مقرر ڪيائين1874ع ۾ گورنر بمبئي پنجاب کان ٿيندو ڪشمور آيو ۽ سنڌ جا ڪيترا شهر ڏسندو

بمبئي هليو ويو.

اول كشمور جيكب آباد ضلعي جو تعلقوهيو، جنهن ۾ جيكب آباد، ٺل ۽ كشمور تعلقا هئا ۽ بعد ۾ ٺل ۽ كشمور كي ٽوڙي كنڌكوٽ تعلقو قائم كيو ويو.

حوالا


(1).جنت السنڌ، رحميدداد مولائي شيدائي صفحه 317

(2). انسائيكلوپيڊيا سنڌ يانا جلد ٽيون صفحه 628

(3). Kashmore Now and Thean 2010 A.D By Momin Bullo

(4). تاريخ ڊيره غازي خان

(5). تذكره روسائي پنجاب

(6). حيات افغاني

(7). لڏيسٽئر ديرا غازي خان جلد اول

(8). مون ۾ آهين تون (مرشد گيلاني) احوال جمشيد پرڳڻو

(9). سنڌ جي تاريخي شهرن جي تواريخ (مضمون ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي)

(10). دست بيدار جيكب آباد، جلد ٽيون (ٻڙديكا) پروفيسر آغا محمد اسماعيل پناڻ

# ڪشمور شهر جو انتظامي اپياس

ڪشمور جڏهن نوٽيفائيڊ ايريا هو ته ان وقت سيٺ چيلارام جي نظرداري هيٺ رهيو جنهن پنهنجي هڙان وڙان شهر جي ترقي ڏانهن خوب ڌيان ڏنو هو ڪشمور جو سٺو زميندار پڻ هيو. 1964ع ۾ حبيب الله سومرو رٽائر ASI پوليس ۽ حڪيم چيتو مل جي سنڀال ۾ رهيو ۽ سردار شير علي خان جي چوياري ۾ مالڪي جو سلسلو هليو.

1988ع ۾ شهيد ميان الاهي بخش فاروقي صاحب ايس پي پوليس هڪ برجستو باهمت انسان ٿي گذريو آهي.ان جو هٿ چانو گهڻو هن شهر تي رهيو.

ناظمن جي دور ۾ راجه معراج الدين سومرو ۽ هشمتراءِ ڪيسواڻي، سردار مير سليم جان خان مزاري جن جي سرپرستي هيٺ هن شهر جي مالڪي ڪندا رهيا.

ان ڪانپوءِ سردار سليم جان خان مزاري جي سياسي پاليسي هيٺ ۽ ٽڪيٽ تحت تعلقه ناظم محترم عبدالرئوف خان کوسو جن هن شهر جي ترقي ۽ ڀلائي لاءِ وڏيون ڪوششون ورتيون.

هن دور ۾ سردار سليم جان خان مزاري ڪشمور ايٽ ڪنڌڪوٽ ضلعي جا ناظم رهيا ۽ هن شهر ۾ پارڪ، سبزي منڊي،

بيشمار دڪان وجود ۾ آندا ۽ شهر جي اڪثر گهٽين ۾ سيمينٽ ۽ سرن جي روڊن جو ڄار وڇايو ۽ ڊيرا موڙ وٽ آفيسن جو وجود پيو وغيره.

ڪشمور حالانڪ ڪنڌڪوٽ ڪان اڳ جيڪب آباد ضلعي جو تعلقو رهيو 1902ع کان مختيارڪاري ۽ 1911ع ۾ ٽائون وجود ۾ آيل هئا. هاءِ اسڪول تائين تعليمي ادارا قائم ٿيل هئا پر ايتري تڪڙي ترقي ويجهڙائي ۾ سردار مير سليم جان خان جي آيام ڪاري ڪان اڳ نظر نه پئي اچي، ڪشمور ۾ هڪ ننڍي لائبريري ۽ هڪ پرنٽنگ پريس آهي جنهن مان ڪشمور ٽائيم شايع ٿئي پيو.

# ڪنڌڪوٽ شهر جي تاريخ

سنڌو نديءَ ڪناري واري وسندڙ شهرن مان ڪنڌڪوٽ شهر به هڪ قديمي ماڳ آهي. هن شهر جو وجود ڪلهوڙن جي آخري دور ۾ سنڌوءَ ڪناري پيو ميرن جي دور ۾ سب ڊويزن بڻايو ويو.

ضلعي ڪشمور جي گزيٽيئر نماءُ ڪتاب 2010ع ۾ مومن بلو صاحب لکي ٿو ته مير نصير خان اول اسٽيٽ آف قلات سنڌوءَ ڪناري ڪوٽ جي چوڌاري هڪ وڏو قلعو جوڙايو.

ڪنڌڪوٽ انگريزن جي دور ۾ ٺل تعلقي ۽ ڪشمور تعلقي (ٻنهي تعلقن کي ٽوڙي)وچ ۾ تعلقو ٺاهيو ويو.

ان ڪانپوءِ درسي ڪتابن جي تاريخ ۾ ڪنڌڪوٽ جي تاريخ هڪ سٽ ۾ لکائي پڙهائي وئي ته درياءَ جي ڪنڌيءَ تي ڪوٽ هو، تنهنڪري (ڪنڌڪوٽ) ڪنڌڪوٽ نالو پيو.

سنڌوءَ ڪناري ڪوٽ برار هو، اها حقيقت ضرور آهي، مگر ڪنڌڪوٽ جي اها تاريخ نه آهي.

چاڪاڻ ته سنڌو درياءَ وقت بوقت وهڪرا بدلايا ۽ ڪيترا ڪوٽ اڏبا رهيا، ان ڪنڌيءَ ڪناري ، جيڪي شهر، بندرگاهه اڄ تائين قائم به آهن انهن جا نالا بدستور انهن جي پسمنظر جي لحاظ سان مشهور آهن.

اهڙي ريت ڪنڌڪوٽ جي اڏيل ڪوٽ جو ڪو موجد اڏيندڙ ڪو پسمنظر ضرور هوندو. ها ائين ڪجهه وقت لاءِ ويچار ڪجي ته سنڌوءَ جي ڪنڌي تي ٻين ڪوٽن جو نالو ڇو نه ڪنڌڪوٽ ٿو سڏجي، جڏهن ڪنڌڪوٽ جي تاريخ جي ڳالهه ڪيون ته ان جي تاريخ جي تهه تائين پهچڻ جي ڪوشش ڇو نه ڪئي وڃي.

جيڪڏهن پوري طرح تاريخ لکجي ٿي ته بقول محترم

مينهون خان سوز بلوچ جي تہ نالا نتو لکان متان ڪنهن جي دل آزاري ٿئي جنهن جي تہ سچ لکايو ويو آهي، بقول مولانا محمد عثمان چنہ جي تہ ويڙهہ واقع ٿي ۽ انهن کي پوءِ پڇايو ويو. سوال ٿو ٿئي تہ ڪنهن پڇايو؟ ان جي نالي لکڻ ۾ ڪهڙو اتڪاءُ هو. وري ان واقعي کي ڪي مورخن ڏند ڪٿا چئي گم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي حالانڪ اهوئي تہ واقعو سچو آهي.

محترم پروفيسر نورمحمد ملڪ صاحب لکي ٿو تہ تاريخي ڪنڌڪوٽ شهر اهو نہ آهي، اصل شهر هتان چار ڪلو ميٽر ڏکڻ طرف آهي جنهن جو اڄڪلهہ ڪو نشان نہ آهي، مگر ان لاءِ ڪو تاريخي حوالو نہ آهي.متان مورخن اهو باور ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ اهو شهر ايترو قديمي نہ آهي، انگريزن جي دور جو آهي ان دور ۾ سهرياڻي سردارن جي حاڪميت هئي، جنهن جي تہ ان واقعي تي ڪک رکڻ ظاهر نہ ڪرڻ صرف درياءَ جي ڪنڌيءَ تي ڪوٽ لڪائڻ ۾ سهرياڻي سردارن جو حربو هلايل آهي، پر حقيقت اصل ۾ اڃان هيٺين ريت آهي.

ڪنڌڪوٽ شهر جي ڪهاڻي لفظ بہ لفظ سنڌ جي ڏاهي استاد محترم محمد تڳيل خان بکراڻي هن ريت بيان ڪئي آهي.

غالبن ڪلهوڙن جي پڇاڙي واري دور ۾ هن ئي جاءِ تي سنڌو درياءُ وهندو هو. ان وقت جتوئي بلوچ قبيلي جا ماڻهو اچي هتي ترسيا ۽ انهن هتان جي واٽهڙن رهواسين ماڻهن کي پڪڙي قيد ڪري بيگر وهائيندي ڪنڌ تي مٽي ڪٽائي ڪوٽ- ڪڍائڻ شروع ڪيو. تنهن ڪري (ڪنڌ+ڪوٽ) نالو پيو.

ان وقت انهن قيدين مان ٻہ ماڻهو رات جي پيٽ ۾ هيبت شهر مير هيبت خان بليدي وٽ پڄي پهتا. ان وقت هيبت شهر هن ڪنڌڪوٽ کان ٽي ڪلو ميٽر درياءَ جي ڪناري تي وڏو برسيل ۽ آباد هو.

مير هيبت خان بليدي انهن جي دانهن جو داد ڪندي

جتوئين ڏانهن پنهنجو ايلچي موڪليو انهيءَ نياپي کي هڪ سگهڙ بلوچي زبان ۾ هن ريت بيان ڪيو.

چٽان ني دهين روشن گذان
بور بار غين زينا سهان
مئہ تئين مهمانان همان روشان
من سُهيلان زُرٽ هو شغان

ترجمو: چٽن جا (آرهڙ جا) ڏهہ ڏينهن گذرن
بور بارغين (سنهاگهوڙا) زين (هنا) سهن
مان تنهنجو مهمان ان ڏينهن ۾ آهيان
جيئن سهيل (تارو ايري) جوئر سنگ جهلي.

مير هيبت خان جي نياپي ملڻ تي جتوئين پنهنجو جاسوس پينو فقير جي روپ ۾ موڪليو، وچيٽ ڏسي اچ تہ: هيبت خان جي کهڙي عمر آهي، اگر نوجوان آهي تہ جواني جو سٽون جوش چار ڏينهن ۽ بي تجربيڪار هوندو.

اگر پوڙهيوآهي تہ فقط ماڻهن جي منهن تي حوال ڪٽيندو مگر وڙهي نہ سگهندو، اگر نہ جوان آهي نہ پوڙهو آهي تہ پوءِ صحيح عمر وارو تجربيڪار هوندو ۽ وڙهندو.

جاسوسي فقير مير هيبت خان بليدي جي اوطاق جي در تي خيرات جي صدا هنئي، مير خيرات ڏياري موڪلي چاڪاڻ تہ هو ڪنهن فيصلي جي ڪچهري ۾ ويٺو هو. تنهن تي فقير چوايو تہ آءٌ اهو فقير آهيان جو خيرات هميشہ مالڪ جي هٿ کان ئي روبرو وٺندو آهيان. پوءِ فقير کي اندر اوطاق ۾ سڏائي ڪيس هيبت خان هٿن سان خيرات ڏني.

جاسوس اچي ٻڌايو تہ مير هيبت خان برجستو، هشمت وارو ماڻهو نظر آيو. هن جي ڏاڙهي ۾ ڪجهہ ڪجهہ اڇا وار (ٻريا پيل) هئا. تنهن تي جتوئين چيو تہ اهو مرد وڙهندو پر پوءِ وقت

گذرڻ تي ڳالهه وسرندي وئي.

هوڏانهن چٽن جا ڏينهن بہ گذرڻ شروع ٿيا. ٽي ڏينهن اڳ ۾ مير هيبت خان پنهنجا جنگي جوڌا گهوڙن تي سوار ڪري ڪنڌڪوٽ جي ڪوٽ موڪليا . تہ اوهان ڪوٽ جي چوڌاري ٽڪ پڇڻ جي خيال سان وڃي ترسو ۽ پڇڻ تي چئو تہ اسين راهہ مسافر ٿڪل آهيون چوٿين ڏينهن باڪ ڦٽي جو مير هيبت خان پنهنجي لشڪر سان ڪوٽ جي در تي پهچي طبل وڄايو. هي سڀئي جوان ڪوٽ تي ڪڙڪي پيا. سڀني جتوئين کي ٻڪجي ويا. سڀني جتوئين جا هٿ ٻڌي ڪاٺ ڪلهي تي کڻائي شڪارپور تعلقي ديهہ دارانپور ۽ ديهہ ڪانگهڙ پڄائي پهچايو( جهڙي ڪرٽي تهڙي پرٽي)

ان ڪانپوءِ ڪنڌڪوٽ شهر آهستي آهستي ترقي ڪندو رهيوءِ هيبت شهر جا رهاڪو ۽ پر پاسي جا ماڻهو ڪنڌڪوٽ لڏي ايندا رهيا ۽ آباد ٿيندا رهيا.

هن شهر جي تاريخ بابت هيٺ حوالا ڏيئي رهيو آهيان.

حوالہ

1. ميمڻ عبدالغفور سنڌي، مضمون ڪنڌڪوٽ تي هڪ نظر سڪڻ ڪيا شهيد صفحہ 79 پريت پبليڪيشن ڪنڌڪوٽ 1982

2. ساڳي ڪتاب ۾ صفحہ 85

3. Kashmore now & then Proff: By Momin Bullo P.25

4. لاٽ مئگزين گورنمينٽ ڊگري ڪاليج ڪنڌڪوٽ سال 2011ع. محترم مولانا محمد عثمان چنہ ۽ محترم مينهون خان سوز بلوچ صفحہ 26 ۽ 47

5. مقالو محترم پروفيسر نور محمد ملڪ

6. استاد محمد تڱيل خان بڪراڻي تعلقہ تنگواني

7. دشت بيدار جيڪب آباد جلد ٽيون (ٻڙديڪا) صفحہ 6-7 پروفيسر آغا محمد اسماعيل پناڻ.

# ڪنڌڪوٽ شهر جو انتظامي اپياس

ڪنڌڪوٽ بابت ضلع ڪشمور گزيٽيئر 2010ع ۾ مير نصير خان اول، اسٽيٽ آف قلات جو ذڪر مليو ٿو.

ميمڻ عبدالغفور لکي ٿو ته ميرن جي دور ۾ ڪنڌڪوٽ کي سب ڊويزن قرار ڏنو ويو جنهن ۾ منتظم اعليٰ سردار خيرو خان سهرياڻي مقرر ٿيو ۽ ٻئي نمبر تي سردار لشڪر خان سهرياڻي جو ذڪر تاريخ ۾ ملي ٿو.

ڪنڌڪوٽ سال 1937ع ۾ ضلع جيڪب آباد جو تعلقو ٿيو جيڪو ٿل ۽ ڪشمور جون ديهون ٽوڙي ٺاهيو ويو. باقي انتظامي طور انگريز سرڪار سال 1902ع ۾ موجود مختيار ڪاري بلڊنگ ۽ 1911ع ٿاڻو ۽ ٻيون عمارتون ٺهرائي ڇڏيون هيون.

انگريز جان جيڪب هن شهر جي پسگردائي واريون زمينون بلوچن ۾ تقسيم ڪيون، پهريون نوٽيفائيڊ ايريا جو درجو مليو جنهن جو پهريون چيئرمين مير بخت علي خان سهرياڻي جو فرزند خانبهادر سردار مير چاڪر خان سهرياڻي 1939ع کان 1946ع تائين رهيو. ان کانپوءِ هندن جو سر پنچ مکي سومر مل 1946ع کان 1949ع تائين چيئرمين رهيو.

ان کانپوءِ نوٽيفائيڊ ايريا چيئرمين سردار حاجي محمد اسلام خان جيڪو خانبهادر سردار چاڪر خان سهرياڻي جو وڏو فرزند رهيو جنهن جو عرصو 1949ع کان شروع 1957ع تي ختم ٿيو.

ان کانپوءِ مير ڪرم علي سندراڻي عرف حاڪم علي خان 1957کان 1958ع تائين هڪ سال رهيو. ان وچ ۾ ايوب جي

مارشلا صوبن لاءِ گھوٽالو ثابت ٿي، 1960ع کان 1966ع تائين چيئرمين مشهور ناميارو وڪيل سيد معززالدين شاهه کي چونڊيو ويو.1964ع ۾ ٽائون ڪاميٽي جي آفيس ٺهي جتي هن وقت ميونسپل آفيس آهي، جنهن جو افتتاح اڳوڻو خيرپور ڊويزن جو ڪمشنر سيد دربار علي شاهه صاحب جن ڪيو.

ٽائون ڪاميٽي جو چيئرمين حاجي غلام محمد خان ڪوسه صاحب چونڊجي آيو جنهن جو مدو 1966ع کان 1971ع تي ختم ٿيو.

1971ع کان 1982ع تائين چيئرمين الحاج مير اڪرم خان سهرياڻي چونڊيو ويو جنهن جي دورکي ليڪڪن سنهري دور لکيو آهي.

مير عبدالحڪيم خان ايچ بجاراڻي سال 1983ع کان 1987ع تائين چيئرمين رهيو، سال 1988ع کان 1992ع تائين حاجي ملگزار خان سهرياڻي چيئرمين رهيو.

سال 1999ع ۾ مارشلا جو نئون روپ آيو، 6 آگسٽ 2001ع نئون آرڊر نڪتو، جيڪو 14 آگسٽ 2001ع ۾ نافذالعمل رهيو، ضلعن ۾ ناظمن جو نظام شروع ٿي ويو، چيئرمين جو نالو بدلائي ناظم جو نالو ڏنو ويو، جنهن ۾ مير مهراڻ خان جو فرزند مير عمران خان ناظم چونڊجي آيو، جنهن بعد ۾ استعيفيٰ ڏئي قومي اسيمبلي جي سيٽ تي لڙيو ۽ هارائي ويو، 2005ع ۾ ٻيهر اليڪشن ٿي جنهن ۾ مير غلام راشد خان سندراڻي 2009ع تائين ناظم رهيو.

# ڪنڌڪوٽ ادبي ميدان ۾

ڪنڌڪوٽ جي ادبي چر پر جو احوال 1949ع کان اڳ ۾ ڪونہ ٿو ملي، البتہ ٻن شاعرن ،جو ذڪر ملي ٿو. جنهن ۾ مولانا محمد مراد ٻهلڪاڻي ٻيو جونسال فقير ڀڳتي صوفي شاعر هو. جنهن جا شعر مريد بليدي (جعفري) ريڊيو تي وي ڪوئٽہ تي ڳايا جيڪي هن وقت تائين گونجي رهيا آهن.

تنهن ڪانپوءِ استاد محمد علي ذوق ٻهلڪاڻي ۽ لالا آنند پرڪاش هئا. پاڻ ۾ ملندا هئا. جنهن ۾ هڪ پلوڙ شاعر اديب ۽ بي باڪ صحافي محمد خان غني بہ اچي گڏ ٿين.

1950ع ڌاران بزم مخلص جو بنياد وڌو ويو. جنهن ۾ محمد علي ذوق ٻهلڪاڻي، لالا آنند پرڪاش. ڊاڪٽر نوازِ عليٰ =شوق سهرياڻي،استاد عبدالمجيد جوهر سهرياڻي، استاد پيارو خان فائز شيخ ۽ پريداس اداسي صحافي بہ ادبي مچ تي هٿ سيڪيا. جنهن ۾ پهريون مشاعرو پاڪستان ۾ جمهوريت رائج ٿيڻ جي خوشي ۾ رکيو ويو. اقبال ميموريل لائبريري ۾ ڪچهريون ٿيڻ شروع ٿيون. ( بہ روايت مرحوم مصري خان سهرياڻي).

ٻيو دور (1965ع کان 1972ع) هي اهو دور آهي جنهن ۾ ادبي تنظيمون ڪجهہ سياست ڏانهن مائل ٿيون. سياسي سماجي ۽ ادبي ميڙاڪا ٿيڻ شروع ٿيا. بزم مخلص جي پليٽفارم تي قومي ۽ اسلامي ڏينهن تي مشاعرا ٿيندا رهيا. انهيءَ دور ۾ روشن خيال قمر شهباز ٻگهيو ڪاليج جو پرنسپال ٿي آيو. جنهن هئي ٿهي ڪي راغب ڪندي جديد شاعري ڏانهن مائل ڪيو. هن ڪاليج ۾ اسپيڪر فورم جو بنياد وڌو. جنهن ۾ نوجوان ۽ جهونا شاعر

شامل ٿيا. ڪاليج مان سنڌو نالي مئگزين شايع ٿيو ۽ سنڌي ادبي سنگت شاخ ڪنڌڪوٽ جو بنياد وڌو ،جنهنجا ميمبر:ملڪ نديم، گل محمد چنه، م ص مرزا، بيدل مسرور، سدام چند چاولا، پيشم لال، ڏيئون مل ٺاڪر،قيوم ملڪ، باغي بجاراڻي، الطاف عرف هوشو، غلام مصطفيٰ جکراڻي (هينئر ڪشمور ۾ وڪيل آهي) ۽ ٻيا شامل ٿيا.

ان وقت فڪر ۽ خيال جي آڌار تي مذهبي ۽ ترقي پسند اديب شاعر ٻن گروهن ۾ ورهائجي ويا.

1.بزم مخلص 2. شاهه لطيف ادبي سنگت ۽ سنڌي ادبي سنگت. هن دور ۾ مرشد گيلاني گهوٽڪي کان لڏي آيو. جنهن کي ادبي لڏي کي هلڻ هڪلڻ ٻيلي سارڻ جو ڏانءُ هيو. جنهن شاهه لطيف ادبي جماعت جو بنياد وڌو . صدر مرشد گيلاني، نائب صدر محمد علي ذوق ٻهلڪاڻي، سيڪريٽري مينهون خان سوز بلوچ، سيد محبوب شاهه،غلام رسول عرف روشن گولو، عبدالغفور محمود ميراڻي ۽ ٻيا هئا.

مرشد گيلاني ان وقت صفدر پرنٽنگ پريس قائم ڪئي ، سرڪار سان لاڳاپو صحافت ڪري ويجها ٿيا ۽ وظيفا پڻ ملياان طرح ادبي سلو چهه چٽو ٿيو

بزم گلشن نالي هندو برادري ادبي جماعت قائم ڪئي صدر سخاوت راءِ، سيڪريٽري پيشم لال، سريش ڪمار ۽ ٻيا شامل ٿيا، جنهن ۾ تعليمي پروگرام رسالا (گلشن، قلواڙي ۽ جوت) شايع ٿيا.

ٽيون دور (1986ع - 1973ع) هن دور ۾ ادب جا ڪجهه اڳواڻ فوت ٿي ويا. جنهن ۾ محمد علي ذوق، ڪرم الله ڪرم ملڪ، منار علي منار سومرو، شامل آهن. هوڏانهن سنڌي ادبي سنگت پاران قمر شهباز بدلي ٿيو ويو.1973-11-28 تي بزم فيض جو بنياد پيو جنهن جو پهريون صدر ڪنڌڪوٽ جي معزز

شخصيت مولانا محمد حسن چنڊ ٿيو. نائب صدر خواجه انعام الاهي سيڪريٽري، نهال الدين اعظم سومرو بزم سيڪريٽري (نائب)، ڪرم الله ناز پيٽو خزانچي عبدالقادر آزاد جن مقرر ٿيا. بزم فيض جو سرپرست فيض بخشاپوري هو.

ملڪ نديم يونيورسٽي ۾ ليڪچرار ٿيو ۽ هتان سنڌي ادبي سنگت جو ڪم گهٽجي ويو.

1982ع ۾ سنڌي ساهت سنگت جو وجود پيو جنهن جو عهديدار ارڏو اترادي ۽ نانڪرام پريم. راجانولائي، حميد سبزوئي، مختار ناز ۽ عطا محمد ڪائونسل جا ميمبر شامل هئا. هنن ان پليٽ فارم وسيلي ڪافي سرگرميون جاري رکيون. لالا آنند پرڪاش سان رهاڻ ٿي.

سچل ساهت سنگت: هتان جي ادبي سنگت نوڪرين سبب بدلي ٿيا ۽ تنظيم ۾ مانارا چي وٺي. تنهن تي هي سنگت سرگرم ٿي جنهن ۾ حاجي خان چاچڙ. نظير حيدري، غلام نبي راهي، نظر سميجو گڏ ٿيا ڪجهه رسالا شايع ٿيا.

دوستن جي دنيا پبليڪشن مارچ 1986ع ۾ پيغام رسالو مارڪيٽ ۾ آندو.

اڳتي هلي محمد عثمان چنڊ. ممتاز ميراڻي، عزيز سميجو، ديدار پيو، علي محمد ڪوسو ۽ حاجي خان چاچڙ گڏجي 1991ع ۾ سچل ساهت سنگت قائم ڪئي، 19-09-1991 ۾ هڪ ٻي آرگنائيزيشن ۾ حاجي خان چاچڙ ۽ ٻيا دوست شامل ٿيا. جنهن ۾ مرحوم طالب مهراڻوي. فتح عابد گولو. عبدالوهاب شيخ. حافظ محمد عثمان چنڊ شامل ٿيا.

مٿين ادبي رهاڻن ڪافي شاعر پيدا ڪيا ۽ ڪافي نئين شاعرن کي پڻ موقعا مليا.

حوالو: مٿين معلومات مولانا محمد عثمان جي لکٽي مان ورتل آهي.

# ڪنڌڪوٽ جا پبلشر ادارا

ڪنڌڪوٽ ۾ ادبي اوسر سان گڏ پبليڪيشن جو بہ خاصو معيار رهيو آهي.

جيئن تہ تنظيمي صورت ۾ ادب جي شروعات 1950ع کان ملي ٿي.

1954ع ۾ هفتيوار فرياد اخبار ڪوڙا خان مري ڪيڻ شروع ڪئي هن جو ايڊيٽر خود ڪوڙا خان پاڻ هو. جنهن کي ڪنڌڪوٽ جي پهرين اخبار چئي سگهجي ٿو. هينئر بہ ڪڏهن ڪڏهن نڪرندي آهي.

1964ع ۾ هفتيوار پبلڪ پڪار اخبار سونا خان بلوچ ڪنڌڪوٽ پرنٽنگ پريس مان شايع ٿي.

1967ع ۾ گورنمينٽ ڪاليج ڪنڌڪوٽ مان سنڌو مئگزين جاري ٿيو . هن مئگزين جا ٽي پارٽ هئا. سنڌي حصي جو ايڊيٽر استاد پيشم پياسي هو. اردو حصي جو ملڪ نديم ۽ انگريزي حصي جو ايڊيٽر پروفيسر هدايت الله اعواڻ هو. 1969ع ۾ مرشد گيلاني صفدر هفتيوار اخبار صفدر پرنٽنگ پريس مان شايع ڪئي. جيڪا خود مرشد جي نالي پريس هئي، اها 1988ع ۾ بند ٿي.

1978ع ۾ پريم پبليڪيشن نالي هڪ رسالو جاري ٿيو. جنهن جو ايڊيٽر پيمابر ڏوڏيجا هو. جنهن جا ٻه نمبر ڪڍيا ويا. پوءِ پاراٿي ادب ۾ ڪجهہ رسالا نڪتا.

1981ع ۾ پريت پبليڪيشن نالي ڪتابي سلسلو شروع ٿيو . جنهن جو ايڊيٽر محمد اسلم مسرور انصاري هو. هن جون ٻه ڪڙيون (1) سرهاڻ. (2) سڪڻ ڪيا شهيد شايع ٿيا. جنهن ۾ عبدالعزيز آسي پنو. عبدالله پنو. ارصلاح عاجز باجڪاڻي (اڙدو اترادي) ۽ ٻيا ست ۾ شامل هئا.

اپريل 1985ع ۾ محمد عثمان ٽانوري تنگواني کان سنڌ

سدابهار پبلڪيشن تنگواني تالي جاري ڪئي، هي رسالو ماهوار هيو هن جا ٻه ڪل ٽي پرچا شايع ڪرائي.

مارچ 1989ع ڌاران محمد عثمان ٽانوري هفتيوار شهمير اخبار سومرا پرنٽنگ پريس مان شايع ٿيندي رهي.

اپريل 1991ع ۾ محمد عالم سومرو مالڪ سومرا پرنٽنگ پريس ڪنڌڪوٽ مان هفتيوار نور سڪندر ڪڍڻ شروع ڪئي.

آڪٽوبر 1988ع ۾ الحماد نيوز بليوٽن جاري ٿي، جنهن جو سرپرست فيض محمد ڏول jcd ،نگران ايم انور يعقوب ڪوسو، چيف ايڊيٽر سيد حفيظ الله شاهه، ايڊيٽر عبدالعزيز سميجو ، سب ايڊيٽر محمد عثمان چنه جن هئا.

2010ع ۾ لاٽ مئگزين، ڊگري ڪاليج ڪنڌڪوٽ مان شايع ٿي، سرپرست سيد اياز علي شاهه بخاري پرنسپال، چيف ايڊيٽر محمد فاروق ملڪ اسسٽنٽ پروفيسر انگريزي شعبو، ايڊيٽر نور محمد ملڪ ليڪچرار سنڌي شعبو، معاون ايڊيٽر مس زينت چنه بي ايس سي سال پهو، سب ايڊيٽر زاهد حسين باجڪاٽي فرسٽ ايئر پري انجنيئرنگ ، جڏهن ته اردو ڀاڱي جو ايڊيٽر حبيب الله پناڻ ليڪچرار شعبو مسلم هسٽري ۽ انگريزي ڀاڱي جو ايڊيٽر رحمت الله ملڪ ليڪچرار انگلش جن هئا.

2010ع ۾ ضلع ڪشمور گزيٽيئر جنهن جو ايڊيٽر مومن بلو صاحب جن هئا، جيڪو ضلعي حڪومت جي تعاون سان ڇپيو هو ( جيڪو انگريزي ۾ ڇپيل آهي Kashmore Now (& Then.

2011ع ۾ ڪتاب تاريخ ۽ اسان ليڪک ارڈو اترادي ڇپائو. هن جا ٻه ڪتاب شاعري جا مجموعه 1. جنگ جو اعلان، 2. ياد توکي ڪريان 3.ميمڻ عبدالمجيد سنڌي مونو گراف ڪاڻياواري زبان ۾ اڳ ۾ ڇپل آهن.

# پريس ڪلب ڪنڌڪوٽ

پريس ڪلب جو بنياد چيف سردار مير سندر خان سندراڻي ميمبر سنڌ اسيمبلي بتاريخ 14 آگسٽ 1973ع ڌاري رکيو.

پريس ڪلب جو مسعود عالم سومرو نمائنده روزاني ڪاوش، سرپرست اعلي گل محمد جکراڻي نمائنده روزاني جنگ. حفيظ ملڪ جيڪو بهترين ڪالم نگار بہ آهي هي هفتيوار ڪنڌڪوٽ اخبار جو ايڊيٽر پڻ آهي، ڪي ٽي اين ٽي وي نيوز جو نمائندو لياقت علي ڪوسو، سنڌ ٽي وي نيوز جو نمائندو بقا محمد بنگوار، اي آر واءِ ٽي وي جو نمائندو علي حسن ملڪ. وش ٽي وي ڪوئٽہ جو نمائندو محمد عثمان تانوري. گذاري ويل صحافين ۾، 1. غالب سنڌ فيض بخشاپوري،2. مرشد گيلاني، 3.ڪوڙو خان مري، 4.غلام رسول روشن گولو، 5. مصري خان سهرياڻي، 6. شاهد سومرو، 7. محمد علي هاشمي آهن.دليپ ڪمار ٺاڪر دنيا ٽي وي نيوز. غلام مصطفي ننڌواڻي سماءِ ٽي وي نيوز. نيڪ محمد سهرياني پاڪ سنڌ. نورالدين مهيسر اين اين آءِ. غالب بلوچ روزانہ قيادت.

# کنڌڪوٽ شهر بابت شخصيتن جا رايا

ڪنڌڪوٽ شهر جي تاريخ ڪلهوڙن جي دور ۾ انهن جي جتوئي ڪاردارن جي حوالي سان ڪنڌ تي مٽي ڪٽائي ڪوٽ ٺهرائڻ دوران مير هيبت خان بليدي جو اتان جتوئين کي تڙائڻ ۽ شهر آباد ڪرڻ جو احوال ملي ٿو، جيڪو سيني بسيني سگهڙن سالڪن جي دلين ۾ منتقل ٿيندو اچي پيو، جنهن کي اڄڪلهه جي ليکڪن ڏند ڪٿائي چئي شاهدي ڏئي ڇڏي آهي.

ميمڻ عبدالغفور سنڌي، پريت پبليڪيشن ڪنڌڪوٽ جي رسالي ۾ لکي ٿو ته ڪوٽ ڪلهوڙن جي دور ۾ ٺهيو ۽ ميرن جي دور ۾ سب ڊويزن بڻايو ويو، شهر جي پيڙهه جو پٿر ڪٽي اهو تسليم ڪيو ويو.

سال 1902ع ۾ مختيار ڪاري جي بلڊنگ جي ٺهڻ مان ته پڪ ملي ٿي ته شهر ان کان اڳ ۾ هو، ان ۾ ضرور آبادي رهندڙ هئي ته مختيار ڪاري آفيس ٺهي، 1919ع ۾ مين پرائمري اسڪول قائم ٿيو.

مولانا محمد عثمان چنه گورنمينٽ ڊگري ڪاليج ڪنڌڪوٽ جي چيپل لاٽ مئگزين ۾ لکي ٿو ته ميراڻي (ميرن جي دور) دور (1782ع- 1843ع) ۾ هن ڳوٺ ڪنڌڪوٽ جي آبادي 3760 هئي، جنهن ڪري ڪيس سب ڊويزن جو هيڊ ڪوارٽر بڻايو ويو ، جنهن جو منتظم اعليٰ سردار خيرو خان سهرياڻي ٿيو. ان ايام ڪاري ۾ ڪنڌڪوٽ گهڻي ترقي ڪئي.

انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ وقت سردار چاڪر خان ڳوٺ جو حاڪم مقرر ٿيو، هي شهر وڏي 1937ع ۾ تعلقو بڻيو، ليڪڪ

هڪ ئي سٽ ۾ ڳوٺ ۽ شهر لکي ٿو. ائين ڇنجي تہ شهر اڳ ۾ ٿي چڪو هو. جڏهن مختيار ڪاري ٿي.

ساڳي رسالي ۾ مينهون خان سوز ڪنڌڪوٽ تاريخ جي آئيني ۾ لکي ٿو تہ ڪنڌڪوٽ جي آبادي وڌندي ويئي تان جو ڪيس نوٽيفائيڊ ايريا جو درجو مليو. جنهن جو پهريون چيئرمين مير بخت علي خان جو وڏو فرزند ارجمند خانبهادر سردار مير چاڪر خان سهرياڻي کي چونڊيو ويو. جيڪو سال 1939ع کان 1946ع تائين چيئرمين رهيو. نوٽيفائيڊ ايريا جون ميٽنگون خانبهادر چاڪر خان سهرياڻي جي بنگلي ۾ منعقد ٿينديون هيون، ان کانپوءِ مکي سومر مل 1946ع کان 1949ع تائين چيئرمين رهيو.

1945ع ۾ هز ايڪسيلينسي وائسراءِ هند ۽ ليڊي ڊوو (بيگم گورنر سنڌ) جيڪب آباد جي دوري تي آيا. مکيہ شخصيتن سان ملاقاتون ڪرڻ ۽ سرڪاري ڪمن جو معائنو ڪندا رهيا.تاريخ 3 فيبروري 1945ع صبح جو پوڻي نائين بجي ليڊي ڊوو، ڊپٽي ڪمشنر سان گڏجي ڪنڌڪوٽ شهر جو دورو ڪيو، جتي قائم ڪيل ويم گهر، لوڪل بورڊ پاران خيراتي اسپتال ۾ نئين بلاڪ اڏائڻ لاءِ رقم جي منظوري ڏني ۽ گرلس اسڪول جو دورو ڪيو. ڪتاب دشت بيدار جيڪب آباد (جلد ٽيون) بڙديڪا جو ليکڪ پروفيسر آغا محمد اسماعيل پناڻ اهو دورو لکيو آهي.

انگريزن جي دور ۾ هندو برادري جا چڱا مڙس انگريز حڪومت جا ساٿاري رهيا. جنهن ۾ ڪين زمينون مليون ۽ ڪنڌڪوٽ جا هندو سنا زميندار ليکجڻ ۾ ايندا هئا. بارو مل نولاٽي ۽ ڏاواٽي ڪنڌڪوٽ جا با اثر سيٺ ۽ زميندار هئا. اڄ تائين غوثپور ۽ ڪنڌڪوٽ ويجهو وڏي زمين هئي.ڪنڌڪوٽ کان اولهہ تي سيٺ حاسي جي ماڙي ۽ حاسہ واهہ نالو اڄ تائين مشهور آهي . رسالدار جا فوجي انهن کان سودو وٺندا هئا. پئسن بچي

وچڻ ڪري ڪين زمين ڏني وئي، نولاڻن برادي وٽ مهاتما گانڌي به آيو هو.

هن وقت ڪنڌڪوٽ ضلعي هيڊ ڪوارٽر هئڻ جي ناطي سان وڏي ويو آهي، جنهن ۾ ضلعي جون سموريون آفيسون ضلعي ڪورٽون ۽ ضلعي انتظاميه لاءِ هڪ ڪمپليڪس قائم ٿيل آهي، هڪ فلور مل، بجلي گرڊ اسٽيشن، سارين جا سيلر، اناج منڊي، مال پڙي هر قسم جا دوڪان، پريس ۽ پريس ڪلب وغيره موجود هئڻ هن شهر جي تاريخ آهي.

پروفيسر نور محمد ملڪ ڪنڌڪوٽ شهر تي مقالو لکيو آهي، جنهن ۾ مير چاڪر خان سهرياڻي جو اصل ڳوٺ چاڪر آباد ڪنڌڪوٽ جي ويجهو هو، جنهن ۾ ان دور پرائمري اسڪول قائم ڪرايو. جنهن ۾ پري پري جا شاگرد علم پرائيندا هئا ۽ اهو ڳوٺ هاڻي خسته حال آهي، ٻيو سهرياڻين جو ڳوٺ زور ڳڙهه ۽ ٽيون ڳوٺ لشڪر خان ٻڌايو ويجي ٿو.جنهن کي ڳوٺ راڻو سڏين ٿا جيڪو ڪنڌڪوٽ کان اوپر طرف شاهراهه جي ويجهو آهي، اهي ٽئي ڳوٺ اڄ به آباد آهن.

محترم پروفيسر جي چوڻ موجب اهو لکيل مقالو ڇپجڻ لاءِ ڊاڪٽر انور فگار هڪڙو صاحب ڏانهن موڪليو ويو آهي بحرالحال ڪنڌڪوٽ شهر تي تحقيقي ڪم ڪرڻ شروع ٿي چڪو آهي، هوئن به هي دور علم ۽ قلم جو دور آهي، هن کان اڳ هتي علم جي گهٽي ڪوٽ هئي ۽ تاريخ تي ته ڪم بنهه ڪونه ٿيو آهي، علم دوستن کي کپي ته تنقيد براءِ تنقيد بجاءِ رهيل ڳالهين تاريخي حوالن جي کوجنا ڪري اڳتي قدم وڌائڻ کوٽ کي پوري ڪرڻ سان تعميري تنقيد پنهنجي جاءِ پاڻ ولاريندي آهي.

# تنگواڻي شهر جي تاريخ

هاٺوڪي شهر تنگواڻي کي 2005ع ۾ تعلقي جو درجو مليو هي شهر پنهنجي پسگردائي جي لحاظ کان شاهوڪار ٿي سگهجي ٿو. چاڪاڻ تہ سنڌ بلوچستان جي روڊ تي آهي ۽ سنڌ بلوچستان کي ملائيندڙ رستن مان هڪ شاهي رستو پڻ تنگواڻي شهر مان گذر ڪري ٿو. ٻئي طرف جيڪب آباد کان پنجاب وايہ ڪشمور ريلوي لائين پڻ اٿس.

بلوچستان کان اناج ۽ چو پايو مال هن شهر ۾ اچڻ ڪري هن شهر جي وڌڻ جا موقعا ميسر آهن.

تنگواڻي شهر تي نالو ٽنگئي خان بکراڻي جي نسبت سان انگريزي جي سروي نمبرن ڪندڙ ٽيم ٽنگئي خان جي بجاءِ تنگواڻي ڳوٺ ۽ سندس زمين لکي ويا هئا.

ٽنگئي خان کي اها زمين سندس والد جي جاگير مان حصي ۾ ملي، هن جي والد ڪندو خان بکراڻي کي پنج پٽ هئا. هوت خان، علي بخش خان، پهلوان خان، جهندو خان ۽ ٽنگئي خان.

ٽنگئي خان کي ڳوٺ محمد موسيٰ نوناري کان ڏکڻ طرف زمين تنگواڻي شهر تائين ملي. ٽنگئي خان جو ڳوٺ سنڌ بلوچستان جي شاهراهہ تي هو. هڪڙو ڪوهہ هاٺوڪي تاڻي اندر روڊ جي پرسان ۽ ٻيو ڪوهہ انجنيئري بنگلہ وٽ هو. اڳ ۾ خود روءِ پاڻي جي وهڪرن مان هُرلا ۽ ڪوهن وسيلي پوکون ٿينديون هيون. تڏهن

۾ سنڌ جي مهمان نوازي مشهور هئي، ٽنگڻي خان جي اوطاق جي مشهوري ڪري ھي ڳوٺ پري پري تائين مشهور ٿيو.

جڏهن انڙ ڪئنال مان ٽنگواڻي جي ناليءَ سان شاخ ڪڍي وئي ايريگيشن بنگلو ٺهيو. انگريز سنڌ بلوچستان ايندي ويندي آرام ڪن پيا. 1925ع ڌاران ٽنگواڻي ۾ ٽاڻو ٺهيو ۽ سال 1958ع ڌاران ٽنگواڻي ريلوي هالٽ کي بلڊنگ ڏيئي هيبت شهيد اسٽيشن نالو رکيو ويو. اڳ ان ريلوي پٽڙي تي ننڍڙي ريل جيڪب آباد کان ڪشمور تائين هلندي هئي.

هن شهر جي پرسان حضرت هيبت شهيد جي درگاهه آهي. ان حواليءَ سان ۾ ٽنگواڻي شهر ۾ روزانو رونق رهندي آهي.

سال 2005ع ۾ تعلقي ٽيڙ سان پهريون تعلقہ ناظم جناب اشرف علي خان بجاراڻي چونڊجي آيو.



میر هزار خان بجاراڻي



جناب
جاويد صبغت الله مهر
ڊي ـسي ـ ڪشمور



جناب
الهڏنو المعروف ڪاڪل چنه
ايس ـڊي ـ ايم ـ ڪشمور



مير هزار خان بجاراڻي، سردار مير شير محمد خان بجاراڻي ۽ چيف سردار سندر خان سندراڻي



مير گل محمد خان جکراڻي



سردار مير عابد خان سندراڻي



سردار مير محبوب علي خان بجاراڻي



محمد رمضان چنه(D.I.G)



علي اڪبر بنگوار(D.I.G)



سائين رکيو ميراڻي(D.I.G)


مير مهراڻ خان بجاراڻي


مير غوث بخش خان راجا بجاراڻي


مير نصرالله خان بجاراڻي


مير بگن خان بجاراڻي


مير غالب خان ڊومڪي


مير شبير علي خان بجاراڻي


سردار حيدر علي خان جڪراڻي


سردار تاج محمد خان ڊومڪي


مير عمران خان بجاراڻي


سيد صفدر علي شاهہ


مير بلاول خان ڏومڪي


علي نواز خان چاچڙ


ميان الاهي بخش فاروقي


سردار محمد صلاح خان گوپانگ


وڏيرو اصغر خان چاچڙ



مير مختيار احمد سهرياڻي


ڊاڪٽر مهير چند


مير احمد علي خان بنگوار


مولوي نورالدين "مسرور" ٻهلڪاڻي


سيد محمد مراد شاهه


سيد سرفراز احمد شاهه


الله وسايو محبوب ملڪ


حزب الله سومرو


درخان ٻجاراڻي


سليم الله ساحر اوڳاهي


فتاح عابد گولو


ڄاموٽ حاجي خان چاچڙ


سيد زاهد علي شاهه


عطا حسين "حافظ" بجاراڻي


ڊاڪٽر خالد حسين مزاري


محمد پناهه چاچڙ


منصور احمد مزاري


وفا پرڙو



نارائڻ ناز


احمد علي فقير ٻهلڪاڻي


حسن پنهيار



گھنٹہ گھر کنڈکوٹ




مختیاکار آفیس کنڈکوٹ



مقبرو ميان عبدالطيف ڪشمور



درگاهه عاليه پرچونڊي شريف



درگاهه صوفي شاهه ذونون ڪنڌڪوٽ



یادگار شاہ حسین مسجد غوثپور



یادگار مسجد فقیر محمد صالح چاچڑ



گودي بنگلو نزد بدا ٽي




The commemorative stone showing the date of construction of the building.

**Torri Bungalow**

Torri Bungalow near *Ghouspur* is a landmark architectural monument, standing on the left bank of Jinnar Wah. This irrigation rest house was built in 1911 (as mentioned on the commemorative stone affixed on the front elevation of the



ٽوڙي بنگلو، نزد ڪنڊڪوٽ



مندر بابا غریب داس غوثپور



چيف سردار اقوام بليدي
خان بهادر مير علي مراد خان سندراڻي



▲ *First Row (L to R):* Alif Khan Bijarani, Ahmed Khan Bijarani, Sardar Dost Muhammad Khan Jakhrani, unknown, Sardar Mir Zaindin Khan Sundrani, K.B. Saeed Khan Rind (Vice Chairman), H.T Sorely (DC Jacobabad), Sardar Bahadur Abdul Rahim Khan Khoso (Chairman), unknown, Sardar Jaffer Khan Buledi, Sardar Imam Bakhsh Khan Jatoi, unknown, K.S Fateh Muhammad Khan Bijarani, Nihal Khan Bajkani.
*2nd Row (L to R):* unknown, unknown, unknown, K.B Chakar Khan Suhriani, K.S Arsullah Khan Banglani, Abdul Azia Khan Khoso, Jan Muhammad Khan Dombki.
*3rd Row (L to R):* All five unknowns.



(Lt. R) (1) Mr. Soofi ADM (2) Khan Mohammad Masori (3) K.B. Mir Chakar Khan Sohriani (4) K.B. Sardar Noor Mohammad Bijarani (5) MBE Noor Mohammad Golo (6) Mrs. and (7) Mr. R. R. Pearce D.C (8) K.B. Sardar Abdul Rahim Khoso (9) Mir Jaffar Khan Jamali (10) K.S Sardar Mohammad Ayoob Pathan (11) K. S. Mir Ali Bilawal Dombki (2nd Row) (1) Unidentified (2) Mukhi Soomar Mal (3) Seth Kheraj Mal (4) Mir Alaf Khan Bijarani (5) Abdullah Khan Usto (6) Mukhi Chimno Mal (7) Shiwalo Mal (8) Unidentified Rest All.



چٽي مسجد نزدبداٽي



مسجد گل محمد بجاراڻي نزد تنگواڻي


District Kashmore @ Kandh Kot
Punjab Province
Guddu Barrage
Balochistan Province
District Jacobabad
Taluka Kashmore
Taluka Tangwani
Taluka Kandh Kot
District Ghotki
District Shikarpur
Legends
Provincial Boundary
District Boundary
Taluka Boundary
River Indus
Taluka Kandh Kot
Taluka Tangwani
Taluka Kashmore

# ٿورائي ٿورا

سنڌ صدين کان پيار، امن، پائيچاري سان بقاءِ باهمي ڪري انسان دوستي سان نڀاءُ ڪرڻ وارن شخصيتن ڪري مشهور آهي.

ان ماترڀوميءَ سنڌ ۾ جنم وٺندڙ خير ۽ برڪت جي ڪمن ڪرڻ کي سدا حيات صوفي منش عبادت سمجهن ٿا. انهن مان جيڪي هر فلاحي ڪم سان گڏ ادبي ميدان ۾ شروعات کان توڙ تائين سهڪار ڪن پيا تن لاءِ مونسان گڏ هر باشعور انسان ٿورائتو رهندو.

مون اهڙو اظهار ڪيترن مخلص مهربانن جي باري ۾ اڳ به ڪيو آهي پر هتي جنهن سڄڻ ۽ هر دل عزيز انسان جو ذڪر ڪريان ٿو اهو آهي. سيٺ لڇمڻ داس پنجومل وينلُ شهر ڪنڊرا تعلقو روهڙي ضلعو سکر. جنهن مواد سهيڙڻ کان وٺي ڇپائڻ جي پنڌ تائين مڪمل سهڪار ۽ ساٿ ڏنو آهي ۽ مان هن جو دل جي گهراين سان بي حد ٿورائتو آهيان.

پاران

ارڏو اترادي

# سياسي سماجي شخصيتون

هن ضلعي جي سياسي سماجي شخصيتن بابت جامع شايد ايترو ۽ اهڙو لکي نہ سگهان چاڪاڻ تہ گهڻا سياستدان فقط پري کان ڏٺم ويجهو نہ ڏٺم ان کان علاوه ڪي مونکان اڳي هليا ويا.

تنهنڪري آءُ پير علي محمد شاه جي ڪتاب"اهي ڏينهن اهي شينهن"(جي پهرين جلد صحفا نمبر25) وارا اکر اوهان جي آڏو آڻي شروعات ڪريان ٿو چاڪاڻ تہ پير صاحب سنڌ جي وڏيرن جي ويجهو رهيو آهي.خاص اسان جي ضلعي جيڪب آباد وارن لاءِ جنهن جي ڪک مان اسانجو موجوده ڪشمور ضلعو وجود ۾ آيو آهي)

جيڪب آباد" جيڪم آباد"يا"جيڪماباد"جيڻن بہ سڏيوس لکاپتي وڏيرن جو مرڪز، خانن ۽ سردارن جو ڳڙهہ. پروچن جي تهذيب جو ميوزم، اٺوهين صدي واريءَ سنڌ جي منجنڊڙ آخري تصوير ۽ سرڪاري ڪامورن لاءِ"سڻپو ٽڪر"

جنهن ڪاموري جي بدلي جيڪب آباد ضلعي ڏانهن ٿيندي هئي تہ ائين سمجهيو ويندو هو تہ چڻ ڪنوار ڪي ونواهہ . ڪاڻ جو وجهہ مليو.پير پير تي پئسو، ننڍو موقعو هجي يا وڏو پر مهماني ضرور ملندي.سردار يا وڏيري ڪي اوستائين آرام نہ ايندو جيستائين نئين آيل ڪاموري وتائنس مهمانيون وٺي نہ ڪيون.

وڏيون زمينداريون، اٿاهہ آباديون، اڪيچار آمدنيون پوءِ وڏيرا پئسو ڪپائين تہ ڇا ڪن؟ نہ علم نہ نئين روشني نہ ٻاهرين دنيا جي گهڻي پروڙ ۽ نہ دولت جو صحيح مصرف متعلق ڪا پروڙ پوءِ

دولت صرف ٿئي تہ ڇا ٿي؟

لوڪل بورڊ ميونسپل جي چونڊن تي ڪامورن آفيسرن جي خوشامد تي يا پلن گهوڙن ۽ موٽرن تي يا سينڊين ۽ سرتين تي هوندو.زميندارن جو ڪاروبار هندو مودين جي حوالي ڪوٽ ٺوٺ ۾ انهن ڪان ٿي قرض وٺڻ سندس ڪم رهيو.

جيڪب آباد جو ڊپٽي ڪمشنر حد جي وڏيرن ۽ سردارن لاءِ شمع جي حيثيت رکندو هو.جنهن جي چوگرد هي پروانہ شب روز پيا ڏگها چڪر ڪاٽيندا ۽ ڪڏهن ڪڏهن تہ ان شمع وگهي سڙندا پرندا بہ پيا.

هر سال سياري جي موسم ۾ گهوڙن جو ميلو لڳندو هو. ميلو ڇا هوندو هو، عملدارن ۽ وڏيرڪي دنيا جو"ورائٽي شو"ظاهر مقصد تہ گهوڙن جي گوءِ ۽ سٺن گهوڙن جي مالڪن ۾ انعامن جي تقسيم جيئن گهوڙن جي"پاپوليشن"وڌي ۽ منجهس ماڻهن جي دلچسپي پيدا ٿئي.

پر حقيقي مطلب هوندو عملدارن جو"جشن نوروز"مير محفل ٿيندو سنڌ جو ڪمشنر شموليت لاءِ ايندا ساري سنڌ جا ڪليڪٽر ڪپتان ۽ ٻيا آفيسر درباريون مهمانيون ڊنر پارٽيون ڪن ڪي انعام تہ ڪن تي الزام جن تي"راءِ" راضي تن جي جهولي ۾ چنڊ جهليو.

وڏيون اوطاقون مهمانن سان ٺمٺار هونديون ڇيلا پيا ڪسندا ديڳڙن پويان ديڳڙا پيا دمبا. وڏيرن جا لامارا. عملدارن جي بنگلن ٻاهران هر ذات قوم ڪي پنهنجو سردار هوندو هو. سردار پنهنجي قوم(راج)اندر سياهہ ۽ سفيد جو مالڪ ۽ مختيار هوندو هو.جنهن ڪي ٻڌائي جنهن ڪي ڇوڙائي، ڪنهن ڪي بنهہ مارائي ڇڏي، چورين ڌاڙن سياهڪارين بلڪ خونن تائين فيصلا سردار جي ڪٽ سامهون ٿيندا.

ان سرشتي کي وقت جي حڪومت جي سرپرستي پڻ حاصل هوندي هئي.جيڪب آباد ضلعي سان هڪ خاص قانون لاڳو ڪيل هو.جنهن کي "سنڌ فرنٽيئر"ريگوليشن سڏيو ويندو هو. اهو قانون انگريزن جي اوائل ڏينهن ۾ ٺاهيو هيو.ان قانون جي پٽاندڙ ڪنهن بہ ماڻهو کي بنا مقدمي هلائي ۽ بنا ڪنهن بہ سبب ٻڌائي جيل ۾ رکي سگهبو هو.(ساڳي قانون کي پاڪستان ۾ ڊي پي آر جو قانون سڏبو هو)ڪنهن شاعر چيو هو.

جي هجين ها اڄ پٽائي ڪين ڇڏن ها توکي يار
ڪيسن مٿي ڪيس هجن ها، منجهہ ها ڊي پي آر

پير علي محمد شاھ راشدي جي ڪتاب ۾ وڏيرن سردارن جي جيڪا سياسي سماجي منظرڪشي ٿيل آهي.ان کي ڪو ايڏو وڏو وقت نہ ٿيو آهي نہ ئي عوام ۾ ڪو خاص ڦيرو آيو آهي.البتہ سامراج، ساڳيو نہ رهيو آهي مگر ظاهر ۾ ڪافي ملڪ جديد بينڪيت ۾ تبديل ضرور ٿيا آهن.وڏيرن سردارن جي رهڻي ڪهڻي، ميل جول، اٿي ويهي جا ڪجهہ طريقا تبديل ٿيا آهن مگر ڪرسي ۽ ان جا ساٿاري ۽ مسڪين عوام، اهو ٽڪنڊو نظام ڇچ گهراڻي کان موجوده دور تائين پيو هلي.اسانجي ضلعي هيڊڪوارٽر جو گهڻنڌ گهر بہ ٽڪنڊو آهي.اسانجي ضلعي جا تعلقا بہ ٽي آهن، ڪشمور، ڪنڌڪوٽ ۽ رينگٽ ۾ تنگواڻي تعلقو شامل آهي.اسانجو ضلعو ايڏو ترقي يافتہ تہ نہ آهي پر آخري تعلقو تنگواڻي ترقي لاءِ واجهائي رهيو آهي.

# چيف سردار خانبهادر مير علي مراد خان(اول)سندراڻي

سردار مير علي مراد خان ولد مير زين الدين خان سندراڻي جو ڏاڏو هو، سنه 1902ع ۾ گورنمينٽ هند کان کيس خانبهادر جو لقب مليو.پروفيسر آغا محمد اسماعيل پناڻ پنهنجي ڪتاب بڙديڪا جي منڍ ۾ خانبهادر مير علي مراد جي تصوير ۽ مختصر احوال نوشيروان لکنئو 1911ع جي حوالي سان لکي ٿو ته سردار علي مراد خان سندراڻي جي ڏاڏي هي علائقو جتوئين سان جنگ ڪري پنهنجي قبضي ۾ ڪيو هو.هن وقت به چاليهن قبيلن جو سردار پڻ آهي. ٽالپرن جي دور ۾ سرڪار طرفان اٺون حصو خراج ۾ ملندو هو.بڙديڪا جي خاتمي بعد قومي معاملن کان مڪمل ڪناره ڪشي اختيار ڪري فقيري اختيار ڪئي درگاهه پرچوندي شريف جو وڃي مريد ٿيو.

# چيف سردار مير زين الدين خان سندراڻي

1911ع ۾ برطانيه جي تخت تي بادشاهه جارج تخت نشين ٿيو. تنهن وقت دهليءَ ۾ دربار منعقد ڪئي وئي.جنهن ۾ سڄي هندوستان جا نواب راجائون جاگيردار ۽ ٻيا اهم ترين ماڻهو ڪانڊيا ويا هئا.سڀني شرڪتي مندوبين جو تعارف ڪتاب جي صورت ۾ شايع ڪيو ويو.تنهنجو عنوان صحيفهءِ زرين آهي. تنهن ۾ سردار زين الدين خان کي آنري مئجسٽريٽ جا اختيار به ڏنا ويا.1925ع ۾ ضلعي لوڪل بورڊ جو قيام پيو، سردار زين الدين خان پڻ ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ جو چيئرمين بڻيو.

1938ع ڌاري سردار مير زين الدين خان گذاري ويو. سندس وڏو فرزند مير سندر خان سندراڻي اُن وقت صغير هو. سردار مير زين الدين خان جي اسيمبلي جي ڇڏيل سيٽ تي محمد امين خان کوسو چونڊجي ويو.(1)

(1)دشت بيدار جيڪب آباد جلد ٽيون(بڙديڪا)صحفہ 87،86 از پروفيسر محمد اسماعيل پناڻ

# چيف سردار مير سندر خان سندراڻي

سردار مير زين الدين خان سندراڻي 1938ع ڌاران وفات ڪري ويو.جنهن جو پڳدار فرزند مير سندر خان صغير هو.1939ع ۾ سردارن جو جرگو ڪوٺائي پڳ ٻڌائي سندس چاچي علي مراد خان(دوم)کي راڄ جي سربراهي لاءِ مقرر ڪيو ويو.

02 فيبروري 1945ع ۾ هزا يڪسلينسي وائسراءِ هند جيڪب آباد ۾ آيو.ملاقاتين جا اسماءِ گرامي اڳواٽ شايع ڪيا ويا تنهن ۾ پهريون ملاقات ڪندڙ سردار مير سندر خان سندراڻي هو(اڃا صغير هو سرداريءَ جي پڳ امانت ۾ هئس)ءِ بعد ۾ ٻيا سردار مليا.سردار مير سندر خان جناب علامہ آءِ آءِ قاضي جن وٽ علم پرائي آيا.

مير صاحب بلوچ سرداري ۾ وڏي هشمت قول ءِ اقرار جو پڪو ءِ پارکو انسان هو.جيڪو عرضدار ايندو هو تہ ان لاءِ ڪوبہ عزيز اها حام نہ هٽندو هو تہ آءَ ڪم ڪرائيندس. شاهي دروازي کان اندر داخل ٿيو تہ مقدر ساٿ ڏئيس. ايندڙ ويندڙ ماڻهن کي پري کان سڃاڻيندو هيو فيصلي جي وقت ٻن جملن بعد ڳالهہ جي مقصد تي پهچي ويندو هيو.پنهنجي مال مان مينهن جي ڦرن کي بہ سڃاڻيندو هيو.هن وٽ سچي ماڻهو جو قدر هو چاهي اهو غريب چو نہ هجي ڪيس عزت ءِ شفقت سان ملندو هو.هر بشر ۾ غلطيون

هونديون آهن پر مير صاحب گهٽن خوبين جو مالڪ هو ۽ قوم ڪي اهڙو سردار صدين ڪان پوءِ بہ مشڪل ملي.

1954ع ۾ لوڪل بورڊ ضلع جو چيئرمين رهيو. بڙديڪا پرڳڻي جو بااثر شخص ٿي رهيو. چيف سردار مير سندر خان هڪ پيرو سنڌ اسيمبلي جو ميمبر ٿيو پر گهڻو ڪري عملي سياست ڪان پري رهندو هيو. جڏهن پاڻ اليڪشن ۾ نہ اٿندا هئا تہ سياسي ليڊر سندس پاءُ مير حاڪم علي خان جو پاسو وٺندا هئا.چيف سردار مير سندر خان سندراڻي 30 مئي 2006ع ۾ هن فاني دنيا کي ڇڏي بقاءِ ڏانهن هليو ويو.چيف سردار مير سندر خان ڪان بعد وڏي فرزند ارجمند سردار مير عابد علي خان کي سرداري جي پڳ ٻڌائي وئي.جيڪي بہ پيرا سنڌ اسيمبلي جا ميمبر رهيا ۽ ضلعي جا مکيہ سياستدان آهن.

# خانبهادر سردار مير شير محمد خان بجاراڻي (دوم)

سردار مير شير محمد خان ولد ڪرم خان بجاراڻي شڪل شباهت ۾ وڏي وقار جو ڌڻي هو.ڊگهو قد. چڙڪ جسم. ڏاڙهي وڏي ٻروچڪي،خوش لباس ،هٺ جو ڪشادو. زندهہ دل ،مهمان نواز. سنجديده حوصلي ۽ همت جو صاحب ورهين جا ورهيہ بمبئي ڪائونسل جو ميمبر ٿي رهيو.ووٽ هميشہ سرڪار کي ڏيندو هو پر سچ ڪڏهن ڪڏهن سرڪار کي بہ چئي ڏيندو هو.

خانبهادر سردار شير محمد خان بجاراڻي کي آنري مئجسٽريٽ جا اختيار مليل هئا.تنهن سان ڇهہ مهينا ٽيپ ڏيڻ ۽ هزارين روپيہ ڏنڊ مڙهڻ جو بہ اختيار پڻ مليو.ان سان گڏ حڪمران

طبقي ۾ مان پريو مقام سردار صاحب کي ملڻ لڳو.1919ع واري باهمي ڪائونسل جي سيٽ لاءِ اليڪشن ۾ حصو ورتائين ۽ سوڀارو ٿيو.

هڪ دفعي يورپي آفيسر(ڪرڪ)سکر جو سيشن جج ۽ ٽانٽن جو ان وقت اسٽنٽ ڪلڪٽر هو، شڪار ڪري واپس ٿي رهيا هئا ته رستي ۾ ڪنهن نامعلوم شخص سندس موٽر تي گوليفائر ڪئي، گولي جو ڏڪ ته ڪنهن کي به ڪونه لڳو، پر گوليءَ جو فقط چٽڻ ٿي ته سرڪاري رعب لاءِ ڪافي چئلينج جو سبب بڻيو.

ساري جيڪب آباد ضلعي اندر ٽرٽلو مچي ويو.هر طرح سان جاچ ڪئي وئي پر اصلي ڏوهاري جو ڪو پتو ڪونه پيو. آخر ۾ سرڪاري دٻدٻي کي برقرار رکڻ خاطر فيصلو ڪيو ويو ته ان ضلعي جي مکيه مان مکيه ماڻهو يعني سردار شير محمد خان کي "فرنٽيئر ريگوليشن" هيٺ گرفتار ڪري ڪجهه ڏينهن لاءِ جيل ۾ رکيو وڃي جيئن عام ماڻهو سمجهن ته انگريز جي فيل مستي اجا بدستور قائم آهي.هڪ ڏينهن اوچتو سردار مير شير محمد خان کي گرفتار ڪري سکر جيل ڏانهن اماڻيو پئي ويو ته راڄ تمام وڏي انگ ۾ ٻاهر نڪري آيو.سردار صرف اشارو ڪيو ته ڪجهه نه ڪريو. ان مان انگريز سرڪار کي به طاقت جي معلومات ٿي پر پوءِ به سکر جيل قيد ڪيائون.(1)انهيءَ اثر کي ڏسندي سرڪار کي وڏيڪ سخت ٿيڻو پيو.وڏي ڪوشش سان ڪشٽ لٿو ۽ پاڻ آزاد ٿيو.

سنڌ جدا ٿيڻ کانپوءِ به سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبريءَ لاءِ اميدوار بيٺو، اها سيٽ سردار مير زين الدين خان سندراڻي جي وفات 1938ع بعد خالي ٿي جنهن ۾ محمد امين خان کوسو مقابلي ۾ فارم ڀرائي سردار مير شير محمد خان کي اليڪشن م هارائو.

جيئن اڄ تائين اها سياسي رسم آهي ته هڪ سيٽ خالي ٿيڻ تي ويجهي ڀري جا سڀ سياستدان ٻنهي ڌرين جا اٿي ڪٽڻا

ٿيندا آهن تہ ان وقت محمد امين خان کوسو جي ورڪ تي سائين جي ايم سيد. ارسلا خان بنگلاڻي، جکراڻي پير غلي محمد شاھ راشدي گڏجي جلسہ ڪرڻ شروع ٿيا.ان وقت هٽرادو مولوي"هذا من بلد الامين" عربي ۾ چئي ترجمو ڪيو تہ قرآن ۾ لکيل آهي تہ ووٽ امين کوسو کي ڏيو.اها ڳالھ اڄ تائين مشهور آهي.اهڙي ريت محمد امين خان اسيمبلي جي سيٽ کٽي(3).اها ڳالھ سائين جي ايم سيد پاڻ بہ منهنجي نالي(ارسلا)ٻڌڻ اسان کي ڪئي ۽ اها بہ ڳالھ ڪيائين تہ اليڪشن ورڪ کان ٿڪي خانصاحب مير علي بلاول خان ڊومڪي وٽ رات جو دير سان وياسين ۽ نوڪر کي چيوسين تہ خان صاحب کي ٻڌاءِ تہ جي ايم سيد جن آيا آهن.تنهن تي نوڪر وراڻيو جيڪڏهن پنجاپڻ سائڻ وٽ آهي تہ اوڏانهن نہ ويندس باقي پنهنجي ڏاڏي پوٽي وٽ آهن تہ ڪيس آگاھ ٿو ڪريان.ان وقت آءُ پير علي محمد راشدي کي ٺوٺ هڻي چيم تہ هتي بہ پنجابن جو قبضو اٿئي.خانصاحب چيلا سجي ڪيا وڏي ماني ڪئي مختصر ماني نہ ڪرڻ ڪري بک ماري وڌو رات جو چئين وڳي ماني کاڌي سون.

خانبهادر سردار مير شير محمد خان(دوم)1939ع ۾ هي فاني دنيا ڇڏي دارلبقا ڏانهن ويا.سندس آرام گاھ ڪرم خان بجاراڻي جي قبرستان ۾ آهي.

حوالہ

(1)اهي ڏينهن اهي شينهن، پير علي محمد راشدي

(2)دشت بيدار جيڪب آباد جلد ٽيون(ٻڙديڪا)مصنف پروفيسر آغا محمد اسماعيل پناڻ

(3) Kashmore now and Then prof:2012 Ad. By Momin Bullo

(1)ڪانگريسن تر جي وڏيرن سان گڏجي سائين جي ايم سيد ۽ ارسلا خان بنگلاڻي هارائڻ لاءِ مهم هلائي).

# خانبهادر مير چاڪر خان سهرياڻي

مير چاڪر خان ولد مير بخت علي خان سهرياڻي پنهنجي دور جو انتهائي قداور شخص وڏي فهم فراست جو مالڪ هو.هوشياري ۾ گهٽ ڪان مٿانهون رهيو.وقت جي انگريز عملدارن جو تہ منجهس مڪمل پروسو هوندو هو.ڪيس عاقل ۽ صاحب فهم سمجهندا هئا. گهڻائي اعزاز ڏنائونس. خانصاحب ۽ پوءِ خانبهادر بڻايائونس.فرسٽ ڪلاس اسپيشل مئجسٽريٽ جا پاور مليل هئا. سنڌي پڙهيل هو. پر سنڌي ۾ سندس لکيل فيصلا گهٽ ڪري اپيلن ۾ بہ نہ ڦرندا هئا.تاحيات شاهي جرڳي جو ميمبر رهيو.

پئسن بچائڻ ڪري اليڪشن جي ڪنهن بہ وڏي جهيڙي ۾ ڪڏهن بہ ڪاهي ڪونہ پيو.ڪوبہ مقابلو يا تصادم ٿيو تہ پاڻ هميشہ ڪناري تي رهيو.هوندو هر هاءِ تي هر معاملي جي وچ ۾ پنهجو دامن ڦاسائي بغير دوستي جو تعلق بہ ڪافي لحاظ ڪان رکندو هو. هر گهڙي يار مٽائڻ جي عادت بنهہ ڪانہ هيس.

سهرياڻي ذات جو سردار بڻيو(1). زمين وڏايائين ۽ اولاد کي جديد اعليٰ انگريزي جي تعليم ڏيارايائين.ڪنڊڪوٽ تعلقو 1937ع ۾ سرڪاري طور ڪم ڪرڻ شروع ڪيو.

پهرين نوٽيفائيڊ ايريا جو درجو مليو. جنهن جو پهريون چيئرمين مير چاڪر خان بڻيو.

ڊسٽرڪٽ جيڪب آباد جي ميمبرن متفقہ طور DLB بورڊ جو وائيس چيئرمين نامزد ڪيو.ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن ڪاميٽي ٺاهي وئي ڪيس ان جو چيئرمين بڻايو ويو.تنهن وقت جيڪب آباد شهر ۾ ميونسپل هاءِ اسڪول قائم ٿيو هو.ٻهراڙي وارن کي هت

رهائش نہ هئي انهي جو ترت تدارڪ مير چاڪر خان اهو ڪيو جو سرندي وارن کان چندو ڪري ڊسٽرڪٽ ڪائونسل پاران بورڊنگ هائوس تعمير ڪرايو.ان کان علاوهہ سڄي ضلعي اندر لوڪل بورڊ پاران پرائمري اسڪول قائم ڪرايائين.تنهن وقت سرڪاري طور تي تعليم کاتو اجا نہ کوليو ويو هو تنهن ڪري ضلع اندر تعليم جي اوسر ۾ بنيادي ڪردار ادا ڪيو.غريب شاگردن لاءِ وظيفا بہ جاري ڪرايا.

جناح ڪورٽس هاسٽل جڏهن ڪراچي شهر ۾ تعمير ڪرائڻ جو فيصلو ڪيو ويو تہ ان ۾ مير چاڪر خان جو بہ ڪردار هو ۽ ان جي تعمير لاءِ فنڊ جمع ڪرڻ ۾ حصو ورتائين.سندس نالو ڪتبي تي ٻين سان گڏ درج آهي، سنڌ مدرسي جي بورڊ آف گورنرس ۾ سندس نالو شامل ڪيو ويو.1928ع ۾ سنڌ کي بمبئي پرڳڻي کان جدا ڪري صوبہ جي حيثيت ڏيارڻ لاءِ سنڌ آزاد ڪانفرنس جوڙي وئي مير چاڪر خان کي ان تحريڪ هلائڻ لاءِ ضلعي سربراهہ ڪيو ويو هو.وڏي جاکوڙ بعد 1935ع ۾ سنڌ بمبئي کان ڌار ٿي صوبي جي حيثيت اختيار ڪئي.

(1)اهي ڏينهن اهي شينهن،پير علي محمد راشدي

# خانبهادر سردار مير شير محمد خان بجاراڻي(سوم)

خانبهادر سردار مير شير محمد خان بزرگ صفت انسان سردار مير نور محمد خان جا پڳدار فرزند ارجمند هئا. ڪيس وڏو راڄ وڏي سرداري ورثي ۾ ملڻ ڪري اليڪشن ڪٽڻ هنن لاءِ ڪائي معنيٰ

کاڻ پئي رکي.1990ع واري اليکشن ۾ ڪامياب ٿي سنڌ اسيمبلي جا ميمبر ٿيا.سندس فرزند مير محبوب علي خان والد محترم جي حياتي ۾ ئي سنڌ اسيمبلي جا ميمبر ٿيا.

خانبهادر سردار مير شير محمد خان جي وفات کانپوءِ مير محبوب علي خان کي سرداري جي پڳ ٻڌائي وئي، هن وقت ٻه سنڌ جي ايوان جا ڀڻ چونڊيل ميمبر آهن.سردار مير شير محمد خان بجاراڻي 3 اپريل 2009ع آغا خان اسپتال ڪراچي ۾ لاڏاڻو ڪري ويو.

# مير مهراڻ خان بجاراڻي صاحب

مير فتح محمد خان جو پوٽو مير مهراڻ خان ولد بهرام خان سياسي سماجي حوالي سان ضلعي جيڪب آباد ۾ وڏو نالو رهيو آهي.خانصاحب مير فتح محمد جن گهڻو راڄوڻي فيصلن ۾ مشهور هئا.

مير مهراڻ خان 1970ع واري اليڪشن ۾ هارايو.مگر جڏهن جناب ذوالفقار علي ڀٽو صاحب سنڌ جي دوري وقت جيڪب آباد ضلعي خاص ڪنڌڪوٽ آيو ته هن مير مهراڻ خان جي اڪثريت طاقت ڏسي پ پ جي ٽڪيٽ نه ڏيڻ واري غلطي کي محسوس ڪندي سينيٽر مقرر ڪري راضي ڪيو.بعد ۾ ضياءَ جي دور ۾ ٻه وزير ٿيا.1985ع ۽ 1988ع واري اليڪشن ۾ قومي اسيمبلي جا ميمبر ۽ وزير رهيا.12 مارچ 2011ع ۾ وفات ڪيائين.

مير مهراڻ خان هن ضلعي جو ديوان گو شاعر هو، جنهن جا ٻه ڪتاب(1) ديوان فدا(2) افڪار حيدري ڇپيل آهن.مير مهراڻ خان جو فرزند ارجمند مير عمران خان بجاراڻي ڪنڌڪوٽ تعلقي جو ناظم ٿيو.

# مير هزار خان بجاراڻي صاحب

سنڌ جي سيني سردارن مان بجاراڻي بلوچ جو راڄ تمام گهڻو آهي.هن جي سرداريءَ ۾ گهڻيون ذاتيون ۽ قبيلا آهن.

محترم سائينءِ جي ايم سيد(ڪتاب جنب گذاريم جن سين)۾ اليڪشن جي حوالي سان لکن ٿا ته:سردار مير زين الدين خان سندراڻي جي وفات بعد خالي ٿيل اسيمبلي سيٽ تي ٻه اميدوار اليڪشن لڙيا.ڪامريڊ محمد امين خان ڪوسو جي پيٽ ۾ سردار مير شير محمد خان(دوم)بجاراڻي هڪ اڳوڻو بمبئي ڪائونسل جو ميمبر لکا روپين جو مالڪ سرڪار جو خاص اثر رکندڙ لقب بردار قوم جو سردار عمر رسيده ماڻهو هو.

ان حوالي سان بجاراڻي سردار گهراڻي لاءِ سياست ڪا نئي ڳالهه نه آهي.مون پنهنجي ڪتاب(تاريخ ۽ اسان)۾ سرداري ذڪر ۾ لکي چڪو آهيان ته:هتي هن ملڪ ۾ ڪيترا سياستدان پارٽي ٽڪيٽن لاءِ وڏين وڏين پارٽين پويان ڊوڙندا چڪر ڪاٽيندا رهندا آهن مگر وڏيون پارٽيون اهو چاهينديون آهن ته"ڪونه ڪو بجاراڻي اسان جي پارٽي ۾ شموليت ڪري"

1970ع واري اليڪشن ڪان جلد پوءِ جناب ذوالفقار علي ڀٽو صاحب سنڌ جي دوري دوران اهو محسوس ڪيو ته مير دريا خان ڪوسه پ پ جي ٽڪيٽ تي ڪٽي ته آيو مگر جيڪب آباد ضلعي ۾ بجاراڻي خاندان سگهارو آهي.ان خيال سان مير مهراڻ خان بجاراڻي کي سينيٽر مقرر ڪيو. ۽ سردار مير نور محمد خان بجاراڻي کان صوبائي اسيمبلي جي سيٽ ڇڏائي.مير هزار خان بجاراڻي جن کي وزير بڻائي بعد ۾ والد محترم جي سيٽ تي چونڊرائي

چڏيو.ان وقت مير هزار خان سيني وزيرن مان ننڍي ۾ ننڍي عمر جو وزير هو.

مير هزار خان بجاراڻي 23 آڪٽوبر 1946ع تي سردار خانبهادر مير نور محمد خان بجاراڻي جي حويلي ڪرمپور ۾ جنم ورتو. اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ کانپوءِ 1970ع کان سياسي ميدان ۾ آيو.1974ع صوبائي وزير ٿيو ۽ 1977ع ۾ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي ويو.وري غلام مصطفيٰ خان جتوئي جي پ پ سنڌ جي صدارت ڇڏڻ کانپوءِ پارٽي جو صوبائي صدر ٿيو. ڪجهه عرصي کانپوءِ پارٽي ڇڏي وزيراعظم محمد خان جوڻيجي جو ساٿي بڻيو.1988ع ۾ ڪيس سينيٽر چونڊيو ويو ۽ 1988ع ۾ ئي وزير صحت، ماحوليات ۽ هائوسنگ ورڪس جو وزير ٿيو.مير هزار خان سال 2008ع تائين چار ڀيرا قومي اسيمبلي جا ميمبر ٿيا ۽ ڪيترا ڀيرا وزير ٿيندا آيا. ۽ ڪيترا ڀيرا اصل جي جنگ لڙندي استعيفي به ڏيندا رهيا.مير هزار خان بجاراڻي 5 مئي 2012ع تي شاهراهه پرسان بيگاري ڪئنال وٽ ڪيڊٽ ڪاليج جو بنياد وڌو.

مير هزار خان پاڪستاني سياست جو خوب ڄاڻو آهي ۽ سياسي حوالي سان سندس پنهنجون حڪمت عمليون آهن. مير هزار خان بجاراڻي سان ڪيترن ماڻهن جا ڪئي سياسي اختلاف ڪيترا به هجن مگر هر ماڻهو اهو ضرور چوندو ته مير صاحب دوستي جو پڪو انسان آهي ۽ ان ۾ پنهنجن ۽ ٻين کان سخت رنج به رسيو اٿن.

# سردار سليم جان مزاري صاحب

سردار مير مراد بخش خان جن کي ٽي پٽ پيدا ٿيا.(1)سردار مير بلخ شير خان(2) مير شير جان خان(3) مير شيرباز خان(☆)

سردار مير بلخ شير خان جن مزاري قبيلي جا 22هان

سردار آهن جيڪي 5 جولاءِ 1928ع ۾ پيدا ٿيا.ان وقت نواب مير بهرام خان ڪورٽ آف واردس جا سنپاليندڙ هئا ۽ ڪشمور جي مزارين جي سار سنڀال سردار مراد بخش خان جو ڏوهٽو مير نجم الدين خان مقرر هو.

مير نجم الدين خان جي وفات کان ڪجهه عرصي بعد سردار مير بلخ شير خان جو پائٽيو مير سليم جان خان ولد مير شير جان خان ڪشمور آيا. تاريخ 19 جون 1953ع ۾ مير سليم جان خان پيدا ٿيا.تعليم حاصل ڪرڻ کانپوءِ ڪشمور شهر واري بنگلي ۾ رهيا(جيڪو هاڻوڪي وڏي گرداوري مندر جي پرسان خالي پلاٽ آهي)هنيئر ڊيرا موڙ لڳ ڪشمور واري بنگلي ۾ رهن ٿا) هنيئر تعلقي ڪشمور جي مزاري قبيلي جي وارثي ۽ هٿ چانو لاءِ خاص مختيار سردار آهن.

سردار مير سليم جان خان ڪشمور تعلقي جي سمورن ذاتين قبيلن جي سياسي سماجي مسئلن حل ڪرڻ ڪري اڳواڻ ٿي اڀريا. اهڙي ريت سردار صاحب صوبائي اسيمبلي جا ميمبر. وزير ۽ ڪشمور ضلعي ٺهڻ سان ضلع ناظم رهيا آهن. سردار مير سليم جان خان جن عملي سياستدان آهن. آءُ(ليکڪ) ڪافي سياسي، سماجي، اسٽيجن تي تمام ويجهو ٿي ڏٺو آهي.سردار صاحب. ڪشمور شهر سان گڏ پوري ضلعي ۾ ترقياتي ڪم بہ ڪرائيا.(☆☆)

☆آءُ (ليکڪ)جڏهن ڪراچي ويس. مون سان ڪشمور جو مشهور صحافي جي ايم ڪوسو گڏ هو. اسين ڊاڪٽر خالد حسين مزاري جي وڏي ڀاءُ اصغر علي مزاري(هن وقت آسٽريليا ۾ رهي پيو)جي جاءِ تي وياسين. ان وقت مير شير باز خان مزاري دل جي ٻاءِ پاس ٻاهران ڪرائي واپس آيل هئا.مونکي گهڻي وقت کان مير صاحب جي لائبريري ڏسڻ جي آس بہ هئي ۽ حضور پاڪ جي سنت مطابق طبيعت پڇڻ خاطر موقعو بہ مليو.اسين ٽيئي مير

صاحب جي بنگلي ڊفينس ڪراچي وياسون.سماجي طور حال احوال ورتائون.شربت پيئاري بعد ۾ لائبريري وٺي ويا. مون سان مخاطب ٿيندي چيائون ته شاعر هي لائبريري ڪن وڏن ماڻهن وانگر ڏيکاءُ لاءِ نه ناهي آهي مگر اهي ڪتاب پڙهي پوءِ رکيا اٿم لائبريري جي هڪڙي پاسي سرداري يادگيري وارا هٿيار ٽنگيل هئا باقي ٽي پاسا ۽ ٽنهن پاسن ڪان مٿان وري گئلري ڪتابن سان پريل هئي. لائبريري اندر آرم لاءِ بيڊ ۽ صوفا سيٽ رکيل هئا.

مير شيرباز صاحب جي ڪچهري مان معلوم ٿيو ته هن کي حقيقي پاڪستان جي سياست جو درد هيو. محترم محبيب الرحمان بنگالي کي شهيد ڪيو ويو هو ۽ هي ان ڏک ۾ جيئري شهيد نظر آيو الله پاڪ کيس خوش رکي (آمين)

مير شير باز خان مزاري پٽي صاحب جي شهادت کانپوءِ اصولي سياست ڪرڻ جي شروعات ڪئي.جنهن ۾ چئن صوبن کي برابر قومي حقن ڏيڻ جي لاءِ منشور پيش ڪيو.مگر هن جي جهنڊي هيٺ تمام ٿورا سياستدان آيا ۽ پاڻ مايوس ٿي ڪراچي ڊفينس واري بنگلي ۾ وڃي رهيا.

Kashmore now and Then prof:2012 Ad. By (☆☆)
Momen Bullo

# محترم گل محمد خان جکراڻي صاحب

گل محمد خان ولد عارف خان ذات جکراڻي، سنڌ جي اترادي علائقي خطع ۽ تعلق ڪشمور ڳوٺ محمد عارف خان جکراڻي ۾ 20 ڊسمبر 1960ع ڏاران جنم ورتو.

گل محمد خان ابتدائي تعليم پرائمري اسڪول محمد بخش خان جکراڻي مان حاصل ڪري گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڪشمور مان 1975ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪئي يارهين ڪلاس ۾ پڙهڻ

لاءِ ڊگري ڪاليج سکر ويو ۽ بي اي اسلاميا ڪاليج سکر مان پاس ڪيائين بعد ۾ ماسٽرس جي ڊگري لاءِ سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو ويو ۽ ايل هاسٽل ۾ رهي قومپرستي سياست ۾ نالو ڪڍيائين. هاسٽل سندس هڪ اوطاق هئي، جنهن جي پاداشت ۾ انتظاميہ جي اشاري تي استاد ڪيس ڪافي سال پيپرن ۾ رهائيندا آيا ۽ آخر ايم اي ايڪنامڪس جي ڊگري حاصل ڪيائين. گل محمد خان جيئي سنڌ اسٽوڊنٽ فيڊريشن کان سياسي آغاز ڪشمور کان ئي ڪيو هو.جساف ضلع سکر جو صدر ٿيو. تنهن کانپوءِ مرڪزي جنرل سيڪريٽري ٿيندي جساف جو ڇهہ پيرا مرڪزي صدر ٿيو.

جساف جي ڏهہ سال جشن ملهائڻ جي تياري ۾ پندرهن ڏينهن سنڌ يونيورسٽي جي هاسٽلن جو اڱ ۾ پاٽي بند ڪيو ويو. ڇاڪاڻ تہ هنن جو دنيا ليول تي ٽن ڏينهن جو پروگرام رٿيل هو. وال پوسٽرن ۽ بينرن ۾ سڄي سنڌ ۾ واويلا ٿي وئي تہ ان پروگرام کي روڪڻ لاءِ سرڪار گل محمد خان جکراڻي جي جيئري مئي هٿ ڪرڻ تي انعام رکيو ويو.پر پوءِ محترم سائين جي ايم سيد بنگال ڍاڪا يونيورسٽي جي سانحي وارو حوالو ڏيندي اهو پروگرام ڪرڻ نہ ڏنو ڪجهہ وقت کانپوءِ گل محمد خان کي سنڌ پوليس گرفتار ڪيو پر ڪين انعام نہ مليو ۽ سرڪار چيو تہ گرفتار ڪرڻ جو مدو گذري ويو پر پوءِ بہ سرڪار گهڻو وقت جيل ۾ رکيو.

17 آڪٽوبر 1984ع تي جساف جي جشن ملهائڻ لاءِ سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو کان چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج لاڙڪاڻي ڏانهن يونيورسٽي جي بسن تي گل محمد خان جي قيادت ۾ يونيورسٽي جا شاگرد وڃي رهيا هئا تہ هوڏانهن دشمني ڪري ڪوڙي رپورٽ ايف سي وارن کي ڏني وئي تہ انهن شاگردن سان گڏ هٿيار بند ڏاڙيل بہ لاڙڪاڻي وڃي رهيا آهن.گل محمد خان وارن وٽ پنهنجي بچاءِ لاءِ هٿيار تہ هميشہ هوندا هئا مگر ڏاڙيل ڪونہ

هئا.جڏهن سن ويجهو ٿوڙي ڦاٽڪ وٽ گاڏيون پهتيون ته اهلڪارن ڦاٽڪ بند ڪيو. ڊرائيور ڦاٽڪ جي پاسي کان ريلوي پٽڙي ڪراس پئي ڪئي ته ٻنهي گاڏين تي انڌا ڌنڌ فائرنگ ڪئي وئي جنهن ۾ ڪجهه شاگرد ڦٽجي پيا ۽ چار شاگرد شهيد ٿيا.بعد ۾ سڀئي شاگرد سينٽرل جيل حيدرآباد قيد ڪيا ويا، گهڻا شاگرد آهسته آهسته ڇڏيا ويا ۽ گل محمد خان تي ڪيس هلايو ويو مگر بي ڏوهي ثابت ٿي ٻاهر نڪتا.

گل محمد خان جا بيان تاريخ ڪتاب جي صورت ۾ ڇپيو.گل محمد خان سائين جي ايم سيد واري قومي سياست ڇڏي اڪيلي سر نيشنل فرنٽ ۾ ممتاز علي ڀٽو صاحب سان وڃي مليو، اوچتي ڇو جدا ٿيو؟ اهو جواب اڄ تائين گل محمد خان ڪنهن کي نه ڏنو، نه وري ٻين وانگر تنظيم ۾ ٽوڙ ڦوڙ ڪيائين ۽ ڪشمور شهر ۾ ممتاز علي ڀٽو جي جلسي ۾ چيائين ته آءُ 25 وهين سالن کانپوءِ حقيقي قومپرست سان گڏ ٿيو آهيان.گل محمد خان جي انهن اکرن حقيقي قومپرستن جي روح کي مجروح ڪيو پر سنڌ جي قومپرستن روشن خيال باشعور انسانن کي اها بخوبي ڄاڻ آهي ته پاڪستاني سياستدان جڏهن به ڪنهن پارٽي ۾ شموليت ڪندا آهن ته ان پارٽي جي سربراهه لاءِ اهڙا الفاظ استعمال ڪري ان کي زمين کان آسمان تائين ڳالهين ۾ پهچائيندا رهندا آهن.خير 1996ع ۾ گل محمد خان فرنٽ ۾ داخل ٿي ويو.

18 نومبر 2007 ۾ فرنٽ کي خير باد چئي گل محمد خان جکراڻي پيپلز پارٽي ۾ شموليت ڪئي پوءِ به ڇڏڻ جو خاص سبب نه ٻڌائيان.ٽي وي تي انٽرويو ڏيندي ان سوال جي جواب ۾ حرفت سان ڳالهه گول مول ڪندي چيائين ته پيپلز پارٽي ۾ ماڻهو گهڻا آهن سوچيم ته ان پارٽي ۾ اچي گهڻن ماڻهن جي خدمت ڪجي مگر اجا به باشعور سياسي سوچ رکندڙ ماڻهو سوچن ٿا ته گل محمد خان هڪ نظرياتي ماڻهو جي ناتي سان اهو نه پئي سوچو ته

سنڌ کي وفاق کان پورو حق ملندو!؟هن جو اصلي روح ڪيترو راضي رهندو.خير

گل محمد خان جکراڻي ڪشمور جي قومي اسيمبلي ميمبر مير نصر الله خان بجاراڻي جي اوچتي وفات تي سندس ڇڏيل قومي اسيمبلي جي سيٽ تي 15 ڊسمبر 2008ع ۾ اليڪشن لڙي ڪامياب ٿيو ۽ 17 ڊسمبر 2008ع تي هن حلف وفاداري جو قسم کنيو ۽ هن وقت تائين قومي اسيمبلي جو ميمبر آهي.

# سردار مير محمد صلاح خان گولو

سردار قادر بخش ولد سردار عبدالرحمٰن خان گولو جو پوٽو سردار مير محمد پناھ خان جو وڏو فرزند مير محمد صلاح خان ديھ زور ڳڙھ تعلقہ ڪشمور ۾ پيدا ٿيو. بقول استاد محمد عظيم گولو جي تہ زور ڳڙھ(1)جي. نالي پنيان تاريخ آهي.سردار محمد صلاح خان 1964ع ۾ جنم ورتو.

سردار مير محمد صلاح خان جو هي ڳوٺ ست پيڙهيون اڳ هن ڳوٺ کان ڏکڻ طرف بيگاري سنڌ فيڊر جي ڪاہي ڪپ وٽ هو. جيڪو مير محمد صلاح جي ستين پيڙهي ۾ ناٿو خان اڇي انهيءَ جاءِ تي ٻڌو هو. ان وقت هي شهر درياءَ جي وهڪري مٿان اڏيل هو جتي درياءَ جي وهڪري جا آثار اڃا موجود آهن جيڪي ڍنڍ جي صورت ۾ مڇي جو فارم آهي.

سردار مير محمد صلاح خان جي وڏن کي ڪابہ جاگير ڪونہ هئي نہ وري انگريزن جي دور کان وٺي اڄ تائين وڏي سياسي اليڪشن ۾ لڙيا. البتہ سردار مير محمد پناھ خان ۽ سردار مير محمد صلاح خان جن يوسي جي اليڪشن ۾ حصو ان ڪري ورتو جو لوڪل بورڊ يا ضلع ناظم جي اليڪشن ۾ ووٽ جي خاطري

هوندي هئي.ڇاڪاڻ تہ سياست ۾ جنهن جي طرف هوندا هئا. ان سان ڪلي عام سچائي سان ساٿ ڏيندا هئا.

حوالو

(1)سردار مير محمد صلاح خان گولا جي باري ۾ معلومات سندس ننڍي ڀاءُ مير منير احمد خان ڪان ملي، جيڪو هڪ سوشل ورڪر ترقي پسند پوسٽ گريجوئيٽ انسان آهي.منهنجي ساڻس ملاقات شهري ڪاميٽي جي ميٽنگ ۾ ٿي هئي.

# سردار مير حيدر علي خان جڪراڻي

سردار مير حيدر علي خان ولد سردار مير شير علي خان جڪراڻي بلوچ قبيلي جي مير جلال خان جي وڏي پٽ رند( مير چاڪر خان)سان شجره وڃي ملائي ٿو.جڪراڻن جا 23 پاڙا آهن.سردار مير دريا خان جڪراڻي اول جي پٽ بهاول خان جي اولاد مان آهي.ڪشمور ضلعي جي جڪراڻين جي آدمشماري ڪافي آهي هنن جو چيف مقدم مير مٺل خان پڻ هن ضلعي جي ڪشمور تعلقي ۾ رهائش پذير آهي.

مير مٺل ڪان مهمانوازي ڪري سڄي ضلعي ۾ سخي مٺل خان جي لقب سان مشهور آهي، سياسي تعلقات سيني سان سٺا مگر پاڻ اليڪشن جي سياست ڪان هميشہ پري رهيا آهن.

# وڏيرو غلام اصغر خان چاچڙ

غلام اصغر خان ولد رسول بخش خان چاچڙ جي گهر ۾ 1960ع ڌاران جنم ورتو. سندس والد صاحب رسول بخش خان چاچڙ پنهنجي علائقي جو مشهور معروف ڏاهو سياسي سماجي انسان هو. هڪ ڀيري يونين ڪائونسل بداڻي جي چيئرمين لاءِ اليڪشن ۾ اٿيو.جنهن ۾ سردار ۽ خانبهادر مخالفت ۾ اٿي پيا. چاڪاڻ ته هن کي اليڪشن ۾ شڪست ڏيڻ ڪنهن ننڍي وڏيري جي وس کان ٻاهر هو. هن 1982ع ۾ 65 ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪئي.وڏيرو غلام اصغر خان سياسي اليڪشن جي گهرجن کي پوري ڪرڻ لاءِ 1994،95ع ۾ بي اي پاس ڪيائين ۽ پ پ ۾ شامل ٿيو.هن وقت به اليڪشن مهم ۾ سياستدان اول هن وٽ حمايت لاءِ ايندا آهن چاڪاڻ ته هن علائقي ۾ چاچڙن جا وڏا ووٽ آهن جن جي ڏک سک وقت وڏيرو غلام اصغر خان چاچڙ مددگار رهندو آهي.

# قومپرست اڳواڻ شهيد محمد يوسف جکراڻي

محمد يوسف ولد مير احمد خان جکراڻي(وڪيل)سن 14 آگسٽ 1947ع ۾ ڳوٺ گلشير خان جکراڻي تعلقہ ڪشمور ۾ پيدا ٿيو.ابتدائي تعليم ڪڇهہ ڪنڌڪوٽ ۽ ڪڇهہ ڪلاس جيڪب آباد ۾ پڙهيو.مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڪنڌڪوٽ ۽ انٽر حيدرآباد مان پاس ڪيائين.

سال 1973ع ۾ سنڌ يونيورسٽي جي شاگرد يونين جو

صدر چونڊيو ويو. جيئي سنڌ جي اڳواڻي ڪندي 1973ع جي آئين جي خلاف اٿي ڪڙو ٿيو.ان وقت ناليواري وڪيل حفيظ پيرزاده کي آئين ٺاهڻ جي اعزاز ۾ ڊاڪٽر جي ڊگري ڏيڻ لاءِ سنڌس مان ۾ جلسو رٿيو ويو جيڪو هن ٻين سائين سان گڏجي جلسو درهم برهم ڪيو ان جي پاداش ۾ ڪيس سنڌ يونيورسٽي مان ريسٽيڪيٽ ڪيو ويو ۽ سائين سميت جيل ويو ۽ پوءِ هڪ سال بعد ٻاهر آيو.ڪجهه سالن بعد سوشل ورڪر سبجيڪٽ ۾ هن ايم اي جي ڊگري حاصل ڪئي.

آگسٽ 1983ع جمهوريت جي بحالي لاءِ ايم آر ڊي سنڌ جو ڪنوينر رهيو.14 آگسٽ تي مير هزار خان بجاراڻي، محمد شاهه امروٽي سان گڏ ڪالاباغ ڪنڊڪوٽ مان محمد يوسف گرفتار ٿيو. 22 مهينا جيل ڀوڳيو. انهيءَ دوران بين القوامي انساني حقن واري ڪميشن ڪينيڊا برانچ پاران يوسف جکراڻي کي ضمير جو قيدي قرار ڏنو ويو.سال 1983ع سنڌ نيشنل ڊيموڪريٽڪ پارٽي ۾ شموليت اختيار ڪئي.

ايس اين اي طرفان 1988ع ۾ قومي اسيمبلي جي سيٽ تي اليڪشن لڙيو. جنهن ۾ مير هزار خان پ پ پ طرفان اليڪشن کٽي ويو.وري 1991ع ۾ اليڪشن ۾ لٿو پر پوءِ دستبردار ٿي ويو.هي ڪيترائي ڀيرا جيل ويو.هي بهادر اڳواڻ گهڻو وقت سائين جي ايم سيد جو شيدائي هئڻ ڪري جيئي سنڌ ۾ رهيو.جکراڻي ۽ بگٽي قبيلائي جهيڙي ۾ دفاعي ويڙهه جو سربراهه رهيو.

6 جون 1992ع تي رات جو 2 وڳي پنهنجي ڪنڊڪوٽ واري بنگلي تان محمد يوسف خان جکراڻي ۽ سندس ساٿي دودو خان ننڌواڻي کي وفاقي ايجنسي وارن گرفتار ڪري ڪنهي ڪٺي ويا.اهو سمورو الميو ڏاڍو ڏکوئيندڙ آهي، جنهن جو تفصيل ڪتاب جل مشعل جل(آتم ڪٿا)ناليواري صحافي امداد اوڊو جي صحفه 330 ۾ بيان ٿيل آهي.قصو ڪوتاهه جيڪو 14 آگسٽ

(1974ع تي ڏيئو ہريو سو اهو عيد واري رات 22 جون 1992ع تي اجهامي ويو. هن شهيد تي امداد اوڊي وڏا ورق تحرير ڪيا آهن.

# مير صبح صادق خان ڪوسو

مير صبح صادق خان ولد ميرحسن خان(اول)ذات ڪوسہ 1926ع ڳوٹ دين پور تعلقہ ٺل ضلع جيڪب آباد ۾ ولادت ٿي.سندس والد بعد ۾ سهلياٹي لڏي آيو.ان جي اچڻ ڪانپوءِ هڪ وڏو ڳوٹ ٻڌجي پيو.ميرحسن خان(دوم)جي وفات وقت مير دريا خان جي عمر 12 سال ۽ مير صبح صادق خان جي عمر 10 سال هئي.انگريز سرڪار جو دستور هو تہ ڪنهن زميندار جي وفات بعد ان جي اولاد صغير هوندي ان جي ملڪيت جي سنڀال لاءِ هڪ ذميوار مقرر ڪندا هئا.اها ملڪيت زمين رحيم بخش خان ڪوسو ٺيڪي تي ڪنئي.

ڪورٹ آف وارڊس طرفان مير صبح صادق خان ۽ سندس ننڍي ٽي نمبر ڀاءُ عبدالمجيد خان ڪوسو ڪي پڙهائي لاءِ ڪراچي موڪليو جتي هو علامہ آءِ آءِ قاضي صاحب وٹ رهندا هئا.قاضي صاحب جن ڪراچي يونيورسٽي ۽ ان وقت جي سنڌ يونيورسٽي ۾ پڙهائيندا هئا.مير صاحب سان ڪراچي ۾ نواب اڪبر خان بگٽي بہ ساٹن گڏ رهندو هو.مير صبح صادق خان وارا سينيئري اسڪول ۾ ڇهہ سال رهيا.سينيئر ڪمبرج ڪرڻ ڪانپوءِ واپس گهر آيا ۽ اچي شادي ڪيائون دين ڏانهن لاڙو ٿين ۽ حضرت حماد الله رح وٹ بيعت ڪيائون مسجدن جي قيام ۽ سرپرستي ڪرڻ لڳا.جميت علماءِ اسلام سان سياسي وابستگي ٿي.ايم آر ڊي جي تحريڪ ۾ سرگرم رهيا مثالي منتظم ۽ زميندار هئا.ضلع ڪشمور ۽ جيڪب آباد جون زمينون سنڀاليندا رهيا. ضياءُ الحق واري دور ۾ وفاقي وزير صحت ٿيا ۽ جلد اٿبٹت ٿي تنهن ڪانپوءِ وزارت ڇڏي گهر آيا.

مير صاحب سڀ کان اول جيڪب آباد ضلعي ۾ سڀ کان پهريائين زرعي مشينري کي متعارف ڪرايو(1)

مير صاحب 9 رمضان المبارڪ 1429هه بمطابق 10 سيپٽمبر 2008ع تي اربع ڏينهن شام جو ستين وڳي(عين افطاري جي ٽائيم وفات ڪري ويو.سندس جنازي نماز رات جو 11 وڳي ڪلفٽن ۾ تين تلوار جي پرسان)يوسف پلازا لڳ مسجد ۾ مولانا مفتي عبدالوهاب چاچڙ جن جي امامت ۾ ادا ڪئي وئي.کيس ڪراچي جي ڊفينس چار جي قبرستان ۾ سپرد خاڪ ڪيو ويو.

مير صبح صادق خان کي ٻه پٽ ٽي نياڻيون اولاد آهي.پٽن ۾(1)مير عبدالله خان(2)مولوي محمد خان ٽي نياڻيون(1) زوجه مير حسن خان(2)زوجه فدا حسين خان ۽ (3)زوجه محمد قاسم خان.

مير صبح صادق خان کوسو جن جي همعصر سياستدانن عالمن نيڪو ڪارن ۽ علائقي جي صاحب حيثيت ماڻهن جي طويل لسٽ آهي جن مان چيده چيده هيٺ ڏجن ٿا.

(1)نواب اڪبر خان بگٽي(2)مير سندر خان سندراڻي (هئي صاحب ڪراچي ۾ گڏ پڙهيا.(3)محمد خان جوڻيجو(4)مير علي احمد ٽالپور (5)محمود اي هارون(6)چوڌري ظهور الاهي(7)جسٽس رٽائرڊ هزار خان کوسو(8)مهراڻ خان بجاراڻي(9)مولانا مفتي عبدالوهاب(10)مولانا محمد مراد انڊڙ هاليجوي(11)مولانا محمد عيسيٰ پنو اباوڙي وارو(12)مولانا محمد لقمان علي پور پنجاب (13)مولانا علي محمد حقاني(14)مولانا محمد يعقوب سومراڻي شريف(15)مولانا غلام رسول بجاراڻي(16)مولانا عمرالدين کوسو (17)مولانا سيد عبدالله شاهه بخاري(18)سيد شاهه محمد شاهه هنگوري وارو(19)سيد محمد شاهه امروٽي(20)آر اي شاهه( سابقه وائيس چانسلر)(21)سيد احمد شاهه ٿل وارو(22) مولانا بدرالدين

قلپوٽو(23) مولانا محمد اسماعيل ميمڻ ڪڏي ڪراچي وارو (24)مولانا تاج محمد سڏايو(25)ميان نور احمد قريشي (26)مولانا غلام قادر شڪارپور وارو ان ڪان علاوھ مولوي نور الدين "سرور" ڀهلڪائي ديوان مسرور ۾ لکيو آهي تہ:

صبح صادق ڦوڪيو جميعت ۾ جان
مليس مير علي نواز بہ ماڻهو عاليشان
هڪ غازي غلام رسول هيو بجاراڻي خان
منهن ڏي هر يونين کي پرڻکي اصل ڪانہ
رشيد احمد شهر جا وٺي نقش نشان
مڙني سنگت مان هجي هڪ مان ۾ لڇڻ ڪانہ
سيڙ هائيان هڪ سيٽ کي هيو اولھ ڏيهہ شيران
پنجئي جٽان پاڙ ۾ هجون ڪال الاخوان
مڙني تي مسرور چوي راضي ٿئي رحمان
ميلو ڪري مان قادر ڏينهن قيام جي

حوالو

(1)مير صبح صادق نمبر شريعت رسالو صہ 24 ۽ سال 2009 جلد 3 شمارو 8،7

# مير دريا خان کوسو

مير دريا خان کوسو اسانجي ضلعي جو مشهور معروف هوشيار سياستدان ٿي گذريو آهي.مير صاحب 1924ع ۾ دين پور تعلقہ ٺل ضلع جيڪب آباد ۾ ڄائو.تعليم ٺل ۽ جيڪب آباد مان حاصل ڪيائين.مير دريا خان سياسي خاندان جي فرد هجڻ ڪري سياست ۾ آيو ۽ ضلعي جي سياست ۾ ڇانئجي ويو.1962ع واري اليڪشن ۾ نيشنل اسيمبلي جي سيٽ لاءِ اليڪشن لڙيو. جنهن ۾ مير جعفر خان جمالي کي شڪست ڏنائين ان وقت اهو

تک موجوده جيکب آباد کشمور ضلعا ۽ شڪارپور جو ڳڙهي ياسين تعلقو بلوچستان جي جهٽ پٽ ۽ جعفرآباد تي مشتمل هو.1965ع واري اليڪشن ۾ هڪ ٻئي مشهور سياسي شخصيت جناب نبي بخش کوسه کي به شڪست ڏني.1970ع واري اليڪشن ۾ مير مهراڻ خان بجاراڻي کي هارائي ٽيون ڀيرو قومي اسيمبلي جو ميمبر منتخب ٿيو.

مير دريا خان 1980ع کان بعد سياست کان ڪناره ڪش ٿي ويو پ پ ڇڏڻ وارن مان پهريون شخص هو.جنهن چيو هو ته پنهنجو ننڍڙي ملڪ وارو ماڻهو ٿي وڏي ملڪ آمريڪا سان ڦٽائي وينو آهي هاڻي پنهنجو ڀيهر اقتدار تي نه ايندو.مير دريا خان کوسه 2006ع تي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو.

# سردار خير محمد خان سهرياڻي

زور ڳڙهه جي ديهه ۾ سردار خير محمد خان سهرياڻي به هو. اهو ڳڙهه جنگي قلعو هو جيڪو هن پٺاڻن کان ڇڏايو هو هن ميرن سان به ٽڪر کاڌو.سردار خير محمد خان سهرياڻي انگريز سان مرندي دم تائين نه نهيو. ان ڪري هن کي ڪوٽڏيجي جي قلعي ۾ به قيد رکيو ويو هو. بعد ۾ انهي سرداري جي پڳ سردار مير چاڪر خان تي ڪيئن آئي. مير چاڪر خان هوئن ٿوري تعليم وارو هو مگر قابل هوشيار ايترو هو جو هن جي جرگي جا فيصلا اپيل لاء شاهي جرڳي لاءِ ڪونه وينداا هئا.هنيئر سهرياڻي ذات جي پڳ سردار مير پرويز احمد خان سهرياڻي کي ٻڌل آهي جيڪو گهڻو ڪري جهڳڙن فيصلن اليڪشن کان گهڻو پري ۽ گهڻو وقت ڪراچي رهندا آهن.

# مير غلام مصطفيٰ خان وزيراڻي

مير غلام مصطفيٰ ولد مير آزاد خان ڏومڪي جنهنجو پاڙو وزيراڻي ڏومڪي آهي.هن جو پڙ ڏاڏو مير حاجي خان تعلقہ ڪشمور بداڻي شهر جي ويجهو لڏي اچي سڪونت اختيار ڪيائين، هن ڳوٺ ۾ پرائمري اسڪول 1901ع ۾ منظور ٿيو.ڳوٺ سندس ڏاڏي مير جمال خان جي نالي سان مشهور آهي.انگريزن زمين سروي ڪرڻ وقت ديهہ نالو پڻ جمال لکيو.اها ديهہ سندس جاگير هئي.

مير غلام مصطفيٰ خان قد ڪاٺ ۾ سهڻو، سفيد پوش ۽ امن پسند سياسي سماجي انسان هو، سياسي هلچل وقت تقريبن سڀئي سياسي سماجي وڏيرا پيسڪرڊائي جي ووٽن لاءِ هن وٽ اچي ديرو ڄمائيندا هئا.مير غلام مصطفيٰ خان مارچ 2003ع ۾ هن فاني دنيا مان لڏي حقيقي دنيا ڏانهن روانو ٿي ويو، مير غلام مصطفيٰ خان جو وڏو فرزند مير ذوالفقار علي خان ڏومڪي سياسي سماجي حوالي سان والد محترم جي ٻاريل شمع کي روشن ڪيون پيو اچي.سندس ٻيو فرزند مير امتياز علي صاحب ڊي ايس پي آهي هو پروقار زندگي گذارڻ سان گڏ دوستي جو پڪو سرڪاري نوڪر گهٽ ڪيسن جي جاچ ۾ امير نظر ايندو آهي.

# سيد سڪندر علي شاهہ

اسانجي ضلعي هيڊڪواٽر ڪنڌڪوٽ شهر کان ٻہ قديمي دريائي بندر هيبت شهر جيڪو ايران افغانستان تائين مشهور هو سو سنڌ جي خوشڪي رستن جي وجود ۾ اچڻ ڪري هن وقت هڪ ڳوٺ جي صورت ۾ موجود آهي.اتي سادات گهراڻي جو

هڪ عالم، فاضل پرهيزگار سيد سائين فتح الدين شاهه جيلاني جنهن جا جدامجد صاحبن جي لوءِ(هاٿوڪي گهوٽڪي شهر)جا رهواسي هئا.

ان سادات سائين فتح الدين شاهه جي حويلي ۾ سيد سڪندر علي شاهه 1975ع ۾ جنم وٺي هن ڪائنات ۾ آيو. هن پرائمري نيو مرزانپور محلہ ڪنڊڪوٽ ۽ مئٽرڪ سنڌ ماڊل پبلڪ اسڪول ۾ پاس ڪيو.(جيڪو هن وقت هاءِ اسڪول جي درجي تائين اسانجي لائق فائق محنتي صوفي منش استاد محترم گوبند رام هلائي پهچائيو آهي).

سائين سيد سڪندر علي شاهه اڳتي تعليم بي ايس سي سال 1997ع ۾ ايم اي سنڌي ۽ ايم اي ايڪنامڪس 2011ع تائين شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ميرس مان ڊگريون پڻ حاصل ڪيون.ايل ايل بي بہ شاهه عبداللطيف يونيورسٽي مان 2005ع ۾ پاس ڪيائون ۽ سنڌ سيد ايسوسيئشن جيڪب آباد ۽ ڪشمور ضلعي جا صدر پڻ آهن ۽ ضلعي بار جا جنرل سيڪريٽري آهن.سائين سڪندر علي شاهه صاحب 2012ع ۾ انٽرنيشنل جڊيشنل ڪانفرنس اسلام آباد ۾ سپريم ڪورٽ جي ججن اڳيان تقرير ڪندي هن ضلعي سان گڏ سڄي سنڌ جو نالو روشن ڪيو، جنهن ۾ آمريڪا انٽرنيشنل ڪورٽ‌آف ٽريڊ جي جج مانواري DELICIA طرفان پنهنجي هٿن سان تمغي ڏيندي ساراهہ ڪئي.

## مير احمد علي خان بنگوار

مير احمد علي خان بنگوار پنهنجي قبيلي ۽ پرياسي ۾ سرڪره سماجي سياسي همت پريو بلوچ اڳواڻ آهي.ويجهڙائي ۾ پنهنجي چڳن مڙسن ڪيس بنگوار ذات جي سرداري جي پڻ پڳ

۽ ٻڌائي آهي.

مير احمد علي خان جو هي فيصلو پسگردائي ۾ هن ريت مشهور آهي ته:هڪڙي بنگوار پنهنجي زال ناحق تي ڪنهن پنهنجي ذات واري سان ڪاري ڪئي جڏهن مير صاحب وٽ فيصلو ٿيو ته فيصلي ۾ ڪاري همراهه کي آزاد ڪري ڇڏيائون ۽ جنهن پنهنجي زال ناحق تي قتل ڪئي ان جو عيوضو عورت جي پيءُ کي وٺي ڏنائين.

اسان وٽ گهڻي پاڳي صدين کان ڪاروڪاري جا واقعا ٿيندا رهيا آهن. اڳ ۾ اهو اصول هو ته زال جي مڙس کي اهو حق حاصل هو ته زبان مان نڪتل ڪارنهن جو لفظ حرف آخر هو.مگر مير احمد علي خان نه صرف ڪارنهن رد ڪئي مگر خون جو عيوضو به وارثن کي ڏياري هڪ ساراهه جوڳو قدم کنيو.

# مير حاجي ڪبير خان سندراڻي

گبلي شهر جو باني ڪبير خان پنهنجو مٽ پاڻ هو.سنهڙي سڪڙي ڪبير خان لاءِ مشهور هو ته جنهن به حاجي ڪبير خان جو ڪشتو ڪاڏو سو سدائين جوان رهندو هڪ سو ويهين ورهين جي ڄمار ۾ لاڏاڻو ڪري ويو.آخري وقت تائين سندس باذوقي ۾ گرم جوشي برقرار رهي.

پراڻو گبلو شهر درياءَ جي ڪچي ۾ اندر ٻڌل هو. تنهن وقت درياءَ تي پليون ٻڌل ڪونه هيون ۽ گبلو درياءَ تي پتڻ جي حيثيت رکندو هو. واپاري مسافر هتان درياءَ پار لنگهندا هئا.اونهاري جو درياءَ ۾ چاڙهه اچڻ سبب مسافرن کي ڪيترا ڏينهن گبلي ۾ ترڪڻو پئجي ويندو هو.سي حاجي ڪبير خان جي اوطاق تي اچي ٽڪندا هئا.جت ڪيس ڪاڏو مفت فراهم ڪيو ويندو هو ۽ سندن آرام جو پڻ بندوبست ڪيو ويندو هو.انهي فيض عام جي ڪري حاجي

صاحب جو نالو پري پري تائين مشهور ٿي ويو.حاجي صاحب ڪڏهن بہ برطانوي عطا جي طمع نہ ڪئي.هي ڪامورن کان ڪم وٺڻ ۾ انتهائي محتاط رهيو سردار عبدالرحيم خان ڪوسہ گبلي اچي ٽڪندو هو، هرڻن جي شڪار لاءِ اهي پٽي جوان ريگستان ۽ گجرات تائين ويندا هئا، هن جو نشانو خطا نہ ويندو هو.

(ڪتاب دشت بيدار جيڪب آباد جلد ٽيون صحفہ 76 بڙديڪا پروفيسر آغا محمد اسماعيل خان پٺاڻ

# ميان حاجي الاهي بخش فاروقي

محترم ميان حاجي الاهي بخش وِلد ميان الهرکيو خان فاروقي سندس حسب نسب جو سلسلو حضرت سچل سرمست رح جن سان ملائين ٿا.

حاجي الاهي بخش صاحب 22 آگسٽ 1923ع تي ڪشمور شهر ۾ پيدا ٿيا، ابتدائي تعليم هن ئي شهر ۾ پرائي سي اينڊ ايس(چيلارام ۽ سيتل داس)ڪاليج شڪارپور مان ڪري انگريزي پڙهڻ ويا، تعليم پرائڻ کانپوءِ پوليس محڪمي ۾ نوڪري اختيار ڪيائون ۽ ايس ايس پي جي عهدي مان سال 1982ع ۾ رٽائر ٿيا، سن 13 محرم 24 جون 1994ع بروز جمعہ نماز پڙهي مسجد جي در کان ٻاهر نڪرڻ سان ڪيس شهيد ڪيائون سندس آخري آرام گاهہ حضرت خواجہ گل محمد غريب نواز رح تلهہ شريف(پنجاب)۾ آهي.

هي تعارف سندس فرزند ميان نياز صاحب کان مليو.

# خانبهادر مير علي بلاول خان ڊومڪي

(1909ع،1984ع)

مير علي بلاول خان ڊومڪي بخشاپور شهر تعلقہ ڪشمور جا رهاڪو ۽ وڏا زميندار ڪڇهري جا ڪوڏيا ۽ يار ويس سنا سياستدان هئا.پاڻ سنڌ اسيمبلي جا ميمبر بہ منتخب ٿيا،اڇو پٽڪو ڪُلهي سان ۽ ڪنڌڻ دار لٺ ڪٺي گهمندا هئا. پنهنجي دور جي هشمت وارن جاگيردارن ۾ شمار ٿيندا هئا.سندس فرزند مير شاهہ علي خان ڊومڪي ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جيڪب آباد جا وائيس چيئرمين ۽ تعلقي جا سنا سياسي اڳواڻ هئا.هن جي وفات ڪانپوءِ سندس فرزند مير غالب حسين خان ڊومڪي پنهنجي علائقي جي ڊومڪين جا پڳدار پڻ آهن.

مير غالب خان پ پ ۾ اچڻ سان محترمہ شهيد بينظير ڀٽو شفقت مان ڪيس پٽ ڪري سڏيندي هئس، مير غالب خان ڊومڪي 1993ع کان 1996ع تائين صدر مشرف جي دور ۾ وزير رهيا، ان ڪانپوءِ ايم پي اي ۽ بعد بہ ايم پي اي ٿيا ۽ 2007ع کان هن وقت تائين اسيمبلي جا ميمبر آهن.

# علي نواز خان چاچڙ

محترم جناب علي نواز خان ولد دلي جان خان چاچڙ قديمي شهر ڪاهي تعلقہ ڪشمور ۾ 9 مارچ 1962ع ڌاران جنم وٺي هن سنسار ۾ آيو.هو مڊل اسڪول تائين پنهنجي شهر ۽ مئٽرڪ تائين گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڪنڌڪوٽ م تعليم پرائي، پولي

ٽيڪنيڪل ڪاليج خيرپور ميرس پڙهڻ ويا.

محترم علي نواز خان ان دوران ڪاليج ڪان سياسي آغاز ڪندي سنڌ پيپلز اسٽوڊنٽ فيڊريشن ۾ بنيادي ميمبرشپ حاصل ڪندي يونٽ جا صدر ٿيا. شاگردن جي حقيقي مسئلن جي ميجتا ڪري شاگردن جا محبوب ليڊر ايريا ۽ جلد ضلعي جا صدر ٿيا.

هڪ طرف شاگرد سياست جواني جو گرم رت اپ ڏاريندڙ نعرا ته ٻئي طرف ظالم ضياءُ الحق جو مارشلا جو دور جنهن ۾ ڪوڙا ڦٽڪا قيد. جڏهن هنن جي قائد شهيد ذوالفقار علي ڀٽي آڻ نه مڃي ته ان جا جيئالا ته اڃا اڳتي قدم رکندا آيا.نتيجي طور محترم علي نواز خان کي به ڇهه مهينا قيد ڪاٽڻو پيو.

محترم علي نواز خان بي ٽيڪ ڪري پنهنجي قابليت سان روزگار تي رسيو ۽ جلد علمي لياقت ڪري پروموشن ٿيندي ڪڏهن سنڌ ڪڏهن اسلام آباد اڃي منصب ماڻيندو رهيو. هن وقت وزيراعليٰ سنڌ جا صلاحڪار آهن.

محترم علي نواز خان اڄڪلهه سياسي رنگ ۾ ته ڪونه آهي مگر سماجي آڌار تي سنڌ ماتا جو سٺو صلاحڪار نظر اچي ٿو. هن جي آفيس توڙي اوطاق تي ماڻهو پنهنجائپ محسوس ڪن ٿا.

# مير نهال خان باجڪاڻي

مير نهال خان باجڪاڻي پنهنجي قبيلي جا دلير انسان علائقي جا سياسي اڳواڻ به ٿي گذريا آهن. سندس والد مير بلند خان (اول)جاگيردار پڻ هئا.جڏهن ته هن ضلعي ۾ تمام وڏا دلير انسان رهيا جن وٽ دل جا پاور هئا انهن مان مير نهال خان باجڪاڻي به شمار ٿيندو آهي.

مير نهال خان سياسي طور ضلعي ۾ انگريزن جي ايامڪاري ۾ جرڳي جا ميمبر به رهيا. جنهن جا فيصلا اٽل هئا.

هن جرڳي ۾ لکيو هو تہ "چور مئو ڪتو مئو"هن ۾ مير چاڪر خان سهرياڻي جن جي فيصلن کي اپيل ڪانہ ٿيندي هئي.مير نهال خان نواب اڪبر خان بگٽي جي سانگهڙ واري زمين آباد ڪرڻ لاءِ حامر هٽي سانگهڙ وجي رهيو. ماڻهن جو چوڻ آهي تہ پير صاحب پاڳاري جي حرن اوچتو مسجد ۾ نماز پڙهندي شهيد ڪيو.

مير نهال خان جو وڏو پاءُ مير رحمدل خان ۽ ٻيو پاءُ عبدالرحمن خان پنهنجي دور ۾ سرداري حيثيت رکندڙ وڏي حشمت وارا پروقار اڳواڻ ٿي رهيا. لوڪل بورڊ ضلعي جا ميمبر ۽ بعد ۾ يونين ڪائونسل جا چيئرمين ٿي گذريا. سندس ذڪر ڪتاب "تاريخ ۽ اسان"۾ ڪري چڪو آهيان جيڪو 2011ع ۾ ڇپيو.

مير عبدالرحمن خان کان بعد مير بلند خان کي پڳ ٻڌائي وئي، مير بلند خان هڪ بزرگ صفت صوم الصلوات جو پابند بجاراڻي سرداري ۾ هڪ باوقار ايماندار باجڪاڻي ذات جا چيف مقدم ٿي رهيا.سندس احوال پڻ آءُ پنهنجي لکيل ڪتاب"تاريخ ۽ اسان" ۾ پيش ڪري چڪو آهيان. مير بلند خان 13 جولاءِ 2012ع ۾ هن فاني دنيا کي خيرباد چئي وڃي هيڪڙائي هيڪ ٿيا.بجاراڻي جي سرداري ۾ مقدم مير محمد صلاح خان ڏاهاڻي، مير عبدالرحمن خان باجڪاڻي اڏول ۽ مقدم مير ارسلا خان بنگلاڻي ارڏا انسان ٿي گذريا.

# ديوان ڀڳونداس چاولا

ديوان ڀڳونداس ڪشمور شهر جو واپاري ۽ زميندار رهيو آهي ساڳي وقت سماجي سياسي ڪارڪن هئڻ جي ناتي 1988ع واري اليڪشن دوران اقليتي سيٽ جي مقابلي ۾ سنڌ اسيمبلي جو ميمر منتخب ٿيو. 1990ع ۾ ايم پي اي چونڊيو ويو. ديوان ڀڳونداس چاولا هندو مسلم ڀائيچاري لاءِ سياسي سماجي شهري

اتحاد ۾ سنو ڪردار ادا ڪندو رهيو.سندس فرزند مکيش ڪمار چاولا هن وقت وزير آهي.

# ڊاڪٽر مهر چند صاحب

محترم ڊاڪٽر مهرچند ولد روچامل پهرين مئي 1953ع ۾ لهڙي بلوچستان ۾ جنم ورتو. جتان ابتدائي تعليم پرائي ڪوئيٽا پڙهڻ ويا. سال 1980ع ۾ ايم بي بي ايس جي ڊگري وٺي سال 1983ع ۾ ڪنڌڪوٽ ضلع ڪشمور سنڌ اچي رهائش اختيار ڪيائون.

ڊاڪٽر مهرچند سياسي سماجي حوالي سان ڪنهن به تعارف جو محتاج نه آهي. سال 1972ع کان سياسي تنظيم بي ايس او ۾ شامل ٿيا ۽ مرڪزي ڪائونسل جا ميمبر ٿيا. سال 1974ع ۾ ايس ايس او(شاگرد تنظيم)جا ميمبر رهيا.ايس ايس او جو جيڪو موجوده جهنڊو آهي سو هن جي تجويز سان ٺهيو. ڪنڌڪوٽ اچڻ کانپوءِ اقليت ۾ سنڌ ڪائونسل جا ميمبر ۽ بعد ۾ سنڌ ڪائونسل جا جنرل سيڪريٽري ٿيا. پ پ قومي اسيمبلي لاءِ پنجين نمبر سيٽ لاءِ چونڊ ۾ حصو ورتائين پر نٿي ميمبر چونڊجي سگهيا.ڊاڪٽر صاحب هن وقت پ پ پ جا ميمبر آهن. ڊاڪٽر صاحب روشن خيال ترقي پسند انقلابي انسان آهن. ڊاڪٽر صاحب شهري ايڪشن ڪاميٽي جي ميمبرشپ ٺاهڻ ۾ اسان سان(راقم الحروف ۽ عبدالوهاب پيو)سنڌ ۾ شروعات ڪرڻ وارن مان پهريان ميمبر آهن.ان حوالي سان هر سماجي خدمت ۾ پلائي جي ليٽ سان پيش پيش رهڻ وارا آهن.هن جو مذهب محبت پائيچارو امن آهي.

# سيد محمد ابراهيم شاهه جيلاني

سائين محمد ابراهيم شاهه ولد حاجي محمد رمضان شاهه جيلاني غوثپور شريف(تعلقہ کنڌڪوٽ ضلع ڪشمور) ۾ تاريخ پهرين اپريل 1954ع ڌاران پيدا ٿيا. سندس جدا مجد سيد مبارڪ شاهه بغدادي(عادلپور گهوٽڪي)وارن مان آهي.سائين جن ابتدائي تعليم ڪان مئٽرڪ تائين غوثپور شريف ۾ پڙهيا. سال 1982ع ۾ ايم اي ايڪنامڪس ۽ 1990ع ۾ ايم اي اسلامي ڪلچر سان گڏ بي ايڊ ۽ ايم ايڊ جا امتحان پڻ پاس ڪيائين. سال 1992ع ۾ ڪميشن پاس ڪري ان سال ۾ هاءِ اسڪول رسالدار ۾ هيڊماستر ٿيا ۽ هن وقت ضلع ڪشمور جا اي ڊي اي او آهن. سائين محمد ابراهيم شاهه جيلاني جي وڏن جا ڪافي مريد آهن مگر پاڻ پيري مريدي ڏن نظر جي خيال ڪان متانهين خيال جا دعاگو سيد آهن. هي روشن خيال علم جو اتساهه رکندڙ انسان آهي. پاڻ جتي بہ سروس ۾ رهيا اتي آفيسر نہ پر هر دلعزيز رهنما رهيا آهن.سندس پاءِسائين عبدالڪريم شاهه پ ٽ الف جا ضلعي اندر سياسي لحاظ ڪان تمام هوشيار عهديدارئي رهيا.

# سيد بشير احمد شاهه جيلاني

سائين سيد بشير احمد شاهه ولد الهجيوايو شاهه جيلاني 1959ع ۾ غوث پاڪ جي حويلي غوثپور شريف ۾ پيدا ٿيا. سيد بشير احمد شاهه جيلاني سياسي سماجي حوالي سان مشهور آهن.سال 1979ع ۾ پنهنجي شهر جا چيئرمين 1981ع تائين رهيا. ان سان گڏ ضلع اندر امن ڪاميٽي جا چيئرمين بہ رهيا آهن. ضلع جيڪب آباد جا ضلعي ڪائونسل جا ميمبر. اسٽيڊنگ

ڪاميٽي ۽ فنانس ڪاميٽي جا پڻ ميمبر به رهيا آهن.سائين جن هن وقت ضلع ڪشمور جي عشر زڪوات جا چيئرمين آهن. سائين جن دوستي جي دم سان وڏي پهچ وارا ۽ سياسي ووٽ بئنڪ جا مالڪ آهن.

# سيد يعقوب علي شاھ جيلاني

سيد يعقوب علي شاھ ولد الھ ڏيوايو شاھ جيلاني 1955ع ۾ حضرت شاھ حسين غوث پاڪ جي حويلي ۾ جنم ورتو ۽ هن وقت حضرت شاھ حسين غوث پاڪ جيلاني(غوثپور شريف) جا پڻ سجاده نشين ضلع ڪشمور جي جيلاني خاندان جا پڳدار آهن.

سائين يعقوب شاھ جيلاني غوثپور شريف جي جامع مسجد جا متولي به آهن.2002ع ۾ تعلقه ڪنڌڪوٽ عشر زڪوات جا چيئرمين به رهيا. سائين جن سياسي حوالي سان 2005ع کان 2009ع تائين يوسي جا ناظم ۽ ضلع ڪائونسل جا ميمبر به رهيا آهن. ان کان علاوھ ضلع مانيٽرنگ ڪاميٽي جا چيئرمين به رهيا.سائين يعقوب علي شاھ ۽ سائين بشير احمد شاھ جن جا بنگلا سياسي سماجي ۽ مذهبي حوالي سان مرڪز آهن.

# عبدالوهاب پيو

16 آگسٽ 1952ع ڌاران حاجي سبزل خان پيه جي گهر ڳوٺ رئيس مبارڪ خان پيو تعلقه ڪنڌڪوٽ ۾ پيدا ٿيو. عبدالوهاب پيو قومي ڪارڪن، سماج سڌارڪ، سياسي سماجي اسٽيج جو بهترين ڪمپيئر، تقرير جو ماهر، يارن جو يار قداور

شخص صاف سٿري پوشاڪ پائيندڙ هرهڪ کي سڌو چوڻ واو دلير انسان هو.

منهنجي هن سان ڏيٺ ويٺ 1980ع ۾ بي ايڊ ڪاليج سکر ۾ ٿي ۽ سڄو سال هاسٽل ۾ گڏجي رهڻ ٿيو. آءُ جميعت علماءِ اسلام جو حامي ۽ هي سائين جي ايم سيد جو سچو پوئلڳ جيئي سنڌ محاذ جو ميمبر مان ليڊر ٿي ويو.ان وقت بي ايڊ ڪاليج ۾ پنهنجن ميمبرن ناهڻ لاءِ هر تنظيم جا نظرياتي ورڪر ايندا هئا.خاص ڪري هرهڪ ٻئي رات ڪنهن نہ ڪنهن تنظيمي ماڻهن سان خيالن جي ڏي وٺ بحث مباحثا ٿيندا هئا.هو لٽريچر ڏيئي ويندا هئا. ان وقت سنڌ جو مشهور شاعر راشد مورائي تہ خاص عبدالوهاب جو مهمان ٿيندو هو چاڪاڻ تہ هو هڪ بهترين استاد بہ هو. استاد ڪان وڏيڪ کهڙو سياستدان وڏيڪ ٿي سگهي ٿو.

ان وقت شڪارپور مان نثار هڪڙو صاحب. شهيد قيوم منگي صاحب جنهن کي سائين جي ايم سيد سردار قيوم سڏيندا هئا. خالق جوڻيجو. آزاد قاضي ۽ تاج جويو صاحب ۽ ٻيا خبر ناهي ڪيترا ايندا ويندا هئا.انهن ڪچهرين مان قائل ٿيس ۽ آريسر صاحب جا ڪتاب پرهہ جو پيغام. صدين جون صدائون بہ پڙهيم. تنهن ڪانپوءِ يقين ٿيو تہ سنڌ کي حق نٿو ملي تڏهن وڃي سائين جي ايم سيد سان بہ مليس چاڪاڻ تہ اقتداري ٽولي جا مولوي ۽ سردار سڀ سائين جي ايم سيد کي ڪافر ڪوٺيندا هئا ۽ اسان کي بہ انهن ڪان ٻڏي سخت نفرت هئي.پر پوءِ سمجهيم تہ سيد ڪان وڏيڪ هن ملڪ جو ڪو خير خواهہ ناهي. مگر سنڌ جي حقن گهرڻ ڪري هن کي قيد ڪيون وينا آهن.هڪ صوفي کي ڪافر چون ٿا.

بي ايڊ ٽرينگ ڪرڻ ڪانپوءِ واپس اچي هن پنهنجي ضلعي ۾ تيزي سان ڪم ڪيو. ڳوٺ ڳوٺ ليڪچر. ڪارنر ڪچهريون. سياسي سماجي ڪم ڪرڻ ۾ رات ڏينهن رڌل رهيو.هيڏانهن قمر شهباز ٻگهئي جا قومپرست شاگرد باغي بجاراڻي. غلام مصطفيٰ

جکراڻي غلام محمد ولد رحيم خان جکراڻي، الطاف هوشو، دودو نندواڻي ۽ ٻيا، سرڪي برادران غلام رسول، علي محمد سرڪي، غلام سرور سرڪي، شفيع محمد سرڪي ۽ ٻيا يونيورسٽي کان موٽ ڪائيندي ظاهر ٿيا انهن سڀني کي يڪدم گڏ ڪرڻ شروع ڪيائين. ضياءَ جي دور ۾ ڪارڪنن ڪوڙا ٻه پٺي کاڌا مگر هن مچايل مچ تي پٺي مڙيا، ڪو باغي بجاراڻي، ڪو هوشو، ڪو سڄڻ سنڌي، ٿالهه تي گيت ڳائيندا ڪچهريون ڪندا رهيا، سرڪش سنڌي ۽ ارڏي جا شعر محفلن ۾ پڙهڻ پڙهائڻ اسٽڏي سرڪلون قائم ڪرڻ شروع ٿي ويون.

هوڏانهن گڊو ٿرمل پاور اسٽيشن جا مزدور شامل ٿيڻ ۽ مزدورن کان آفيسرن تائين قومپرستن جي سڏ تي اچڻ شروع ٿيا، ان پاداش ۾ نور ٻگهيو ۽ ولي محمد سهرياڻي سان گڏ ڪيترن کي چارجشيٽ ۽ بدلين جهڙا عذاب ٻه ملڻ شروع ٿيا پر هو عبدالوهاب پيو ۽ ٻين ليڊرن جي ليڪچر تي مست الست رهيا.عبدالوهاب پيو سنڌي ادبي سنگت، سڳا، شاخ، سنڌي ساهت سنگت ۽ ادبي رهاڻن ۾ ملائڪن وانگر هر هنڌ حاضر رهيو.نه صرف حاضري پر قومي تحريڪ کان وٺي هر سياسي سماجي تنظيم جو اڳواڻ عهديدار ياڳي پائيوار پڻ رهيو.پڙهائڻ ۾ وري وڏو قابل ڪار استاد ثابت ٿيو.

عبدالوهاب پيو سنڌ ۾ پهريون ماڻهو آهي جنهن شهري بچاءُ ڪاميٽين جو ضلعي اندر وجود رکي شروعات ڪئي.هر تنظيم جا ٻه ماڻهو ان ۾ پهريائين شامل ٿيا، ڪنڊڪوٽ ۾ آءُ ۽ عبدالوهاب، رشيد احمد سيال، مولانا واحد بخش خلجي، ڊاڪٽر مهر چند، ڪرتار نولاڻي پهريان ميمبر ٿياسون.ائين ئي هر تعلقي ۾ هڪ هفتي اندر شهر بچاءُ شهري ايڪشن ڪاميٽيون ٺاهيون ويون. مطلب عبدالوهاب ماڻهو نه پر هڪ مشين ڏسڻ ۾ آيو.شايد عمر ٿوري هيس جو جلدي اهي ڪم سرانجام ڏيندو رهيو آخر اوچتي

بيماري سبب رٽائر ٿيو ۽ جون 1998ع ۾ هو اسان کان وڇڙي فاني دنيا ڇڏي پنهنجي مالڪ سان هيڪڙائي هيڪ ٿيو. عبدالوهاب ۽ قيوم منگي شهيد جهڙا هن تحريڪ کي اجا نہ مليا آهن.

# مير نصرالله خان بجاراڻي

هن ذات بجاراڻي ۾ مير نصرالله خان زمينداري جا بهترين ڄاڻو دلير انسان هئا، هو سياست ۾ اوچتي آيا ۽ قومي اسيمبلي جي سيٽ کٽي ايوان ۾ بہ پهتا. مگر حياتي ساٿ نہ ڏنو ۽ دل جي دوري پوڻ سبب هن دنيا مان لڏي دارالبقا ڏانهن هليا ويا. جنهن جي ڇڏيل سيٽ تي ڊسمبر 2008ع ۾ گل محمد خان جکراڻي ڪامياب ٿي قومي اسيمبلي پهتو.مگر پارٽي ان جي گهرواري کي ٽڪيٽ نہ ڏني، جيڪا سڄاڻ ۽ پروقار سنڌي عورت ٻڌڻ ۾ اچي پئي.

# حاجي عبدالرئوف خان ڪوسو

حاجي عبدالرئوف خان ولد حافظ شفيع محمد خان ڪوسو ڳوٺ سردارو خان ڪوسو ۾ پيدا ٿيا ۽ پرائمري تعليم انهي ڳوٺ ۾ ڪيائين ۽ مئٽرڪ ڪشمور شهر ۾ پاس ڪري ڊگري ڪاليج سکر مان ٻارهن درجا پاس ڪري پڙهڻ ڇڏي زمينداري سنڀالڻ ۾ مصروف رهيا.سردار مير سليم جان خان مزاري جي سياسي ساٿ ۾ داخل ٿيا ۽ بعد ۾ بي اي ڊگري ڪاليج ڪنڌڪوٽ مان پاس ڪري ورتائون.ڪشمور تعلقي جا بہ ٻيرا تعلقہ ناظم چونڊجي آيا.شهر ۾ ترقياتي ڪم ڪافي ڪرايائون.حاجي عبدالرئوف صاحب سنجيده گهٽ ڳالهائيندڙ انسان آهن،منهنجي ملاقات

سندس پاءُ ڊاڪٽر عبدالحي ڪوسو صاحب جن سان گڏجي وڃڻ وقت ٿي.ڊاڪٽر صاحب صرف هڪ ادب دوست ۽ بين الاقوامي سياست جو ڄاڻو سير ۽ سفر ۾ دلچسپي رکندڙ حقيقت پسند انسان آهي، تنهنڪري ملڪي سياست وڏيرڪي جيوڙن کان آزاد آهي.

# مير بگن خان بجاراڻي

مير الهه جيوايو خان المعروف مير بگن خان بجاراڻي جن جي زمين ۽ بنگلو شيرڳڙهه جي ويجهو ڪرڙو شاخ جي ڪناري تي آهي. ساڻس منهنجي ملاقات ٻه ٽي ڀيرا ٿي هئي. مير صاحب سياستدان گهٽ مگر پرخلوص مدبر وڏيرو محسوس ٿيا. پاڻ 1983ع ڌاران لوڪل گورنيمينٽ ۾ لوڪل بورڊ ضلع جيڪب آباد جا چيئرمين به رهيا.

# مير اقبال احمد خان بجاراڻي

مير اقبال احمد خان بجاراڻي ڪرمپور شهر ويجهو سنا زميندار آهن. هو سڄاڻ سياسي سماجي ورڪر ڪل مک بيوڏائي وارا انسان آهن، گهڻي وقت کان پراڻي سکر واري بنگلي تي رهي اتي ئي سياست ۾ سرگرم رهن ٿا.

# مير واحد بخش خان بجاراڻي

مير واحد بخش خان پنهنجي ذات بجاراڻي جا وڏا مقدم نيڪ نيت انسان ۽ وڏا زميندار رهيا، سياسي سماجي حوالي سان اهم ۽ فيصلا انصاف پريا ڪندا هئا.ڪيترن مقدمن زميندارن جي

فيصلن ڪي ماڻهو اپيل طور سردارن جي ايوانن ۾ ڪٽي ويندي نظر آيا مگر مير واحد بخش خان جا فيصلا نہ چئلينج ٿيا نہ وري سردار وٽ ويا. جيڪي فيصلا ڪياڻون سي ڏريون اتيئي ڪير ڪندڙ ٿي هليا ويا.

سندس فرزند ارجمند مير غوث بخش خان المعروف راجہ خان بہ والد محترم وارن خوبين جهڙا هر دلعزيز انسان آهن، مير راجہ صاحب پاڪستاني سياست ۾ اچڻ لاءِ صوبائي اسيمبلي جي سيٽ تي اليڪشن لڙيا پر هارائي ويا.ان جا اسباب ڪهڙا هئا، مگر منهنجي نظر ۾ علم ۾ اصولي سياستدان آهن.عملي ۽ اصولي سياست ڇا آهي؟

عملي سياستدان ڪرسي تائين پهچڻ لاءِ هر هربو پنهنجي ذاتي مفاد ڪي سامهون رکي پنهنجي پارٽي يا اتحادن سان بہ ويساهہ گهاتي ڪندا آهن.مگر اصولي سياستدان بلڪل ان جي برعڪس هوندو آهي.هن موضوع تي تمام گهڻا ڪتاب لکيل آهن ۽ خود برصغير جي سياست ۾ مثال موجود آهن.

## محترم سائين رکيو ميراڻي(D.I.G)

محترم سائين رکيو ولد محمد عالم ميراڻي، پرائمري اسڪول قياس پيو تعلقہ ڪنڌڪوٽ ۽ مڊل گورنمينٽ هاءِ اسڪول دڙي ۽ مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول غوثپور مان پاس ڪري فرسٽ ايئر ۽ انٽر سي اينڊ ايس ڪاليج شڪارپور مان پاس ڪري چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج لاڙڪاڻي مان ايم بي بي ايس جي ڊگري حاصل ڪري ورتي.

محترم سائين رکيو ميراڻي ڪميشن 13 ڪامن 1984ع ۾ پاس ڪري سنڌ پوليس ۾ ايس پي ٿيا. هن وقت ڊي آءِ جي لاڙڪاڻہ آهن.محترم سائين رکيو ميراڻي هڪ محنتي جفاڪش

انسان ٿي غريبن جي نئين نسل لاءِ همت محنت جو سنبال ثابت ٿيو.هن جي تعليم محنت گھٽڻ مسڪين ٻارن جي دل ۾ اتساهه پيدا ڪيو.هر باشعور انسان سائين رڪيو ميراڻي جو مثال ڏيئي چوي ٿو ته بيشڪ الله پاڪ محنت جو مٺو ڦل ضرور عطا ڪرڻ وارو آهي.

# محترم محمد رمضان چنه(سابقه D.I.G)

محترم محمد رمضان ولد نور محمد چنه ڳوٺ سخي پير جان خان ٻاجڪاڻي تعلقه تنگواڻي ۾ هن سنسار ۾ جنم ورتي آيو.پرائمري تعليم انهيءَ ئي ڳوٺ ۾ پرائي اٺ درجه مڊل بالاچ خان ڏاهاڻي ۽ مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڪنڌڪوٽ مان پاس ڪري ڪجهه وقت مارڪيٽ ڪاميٽي ۾ نوڪري ڪندي سال 1981ع ۾ ڪميشن پاس ڪري ايس پي ٿيا ۽ 8 اپريل 2012ع ۾ ڊي آءِ جي جي عهدي تان رٽائر ٿيا.

محترم محمد رمضان چنه جو ڀاءُ محترم عبدالعزيز مون سان گڏ آدرش پرائمري اسڪول ڪنڌڪوٽ ۾ استاد هو بعد ۾ گئس ۾ نوڪري مليس ۽ ٽيون ڀاءُ محترم عبدالفتاح چنه ٿرمل پاور اسٽيشن گڊو ۾ نوڪري ڪري رهيو آهي.

مٿيون چند سٽون ان لاءِ تحرير ڪيم ته محترم محمد رمضان چنه ۽ محترم غلام مصطفي خان ٻاجڪاڻي جيڪو چيف انجنيئر ٿي رٽائر ٿيو هو انهن اسان جي پسگردائي ۾ نئين نسل ۾ علم پرائڻ لاءِ محنت ۽ همت جي جذبي جو روح ڦوڪيو.

محترم غلام مصطفي خان جو پيءُ ته هڪ مال جو واپار ڪندڙ انسان هو. مگر محترم محمد رمضان جو والد صاحب ته صفا مسڪين انسان هو. بيشڪ الله پاڪ محنت جو ڦل ائين مثالن سان عطا ڪندڙ آهي.

## محترم علي اڪبر خان بنگوار(سابق D.I.G)

محترم علي اڪبر ولد ڪريم بخش خان بنگوار سال 1942ع ۾ ڳوٺ جهان خان بنگوار ۾ پيدا ٿيو.انهي ئي ڳوٺ ۾ پرائمري تعليم پرائي مئٽرڪ اين جي وي هاءِ اسڪول ان ڪانپوءِ سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو مان پوسٽ گريجوئيٽ ٿي.1974ع ۾ ڊي ايس پي سنڌ پوليس ۾ نوڪري ڪندي 2009ع ۾ ڊي آءِ جي ٿي رٽائر ٿيا.

جيئن ته محترم علي اڪبر خان بنگوار بنيادي زميندار هئا ۽ سال 2003ع ۾ بلوچن جي چيف سردار مير سندر خان سندراڻي راڄ جي طرفان سرداري جي پڳ پڻ ٻڌائي.
مٿين معلومات سندس فرزند مظفر علي خان بنگوارڪان سنڌ ٽي وي جي رپورٽر بقا محمد بنگوار فون تي ورتي ڏني.

## سائين صفدر علي شاهه

سائين صفدر علي شاهه سيد مبارڪ شاهه عادلپور (گهوٽڪي واري)جي نائين پيڙهي سيد انور علي شاهه(ڳوٺ بهشتي ارباب شاهه)جي مشهور معروف، اديب، شاعر، صحافي، مقرر، موسيقار، سياستدان، محقق، زميندار، وڏين خوبين جي مالڪ المعروف سيد اظهر گيلاني جا فرزند ارجمند آهن.

سيد صفدر علي شاهه ڊي سي هاءِ اسڪول گهوٽڪي ۾ جڏهن اچا ذهين جماعت جا طالب العلم هئا ته پنهنجي ياءُسيد مرشد گيلاني سان زندگي جي جاکوڙ ۾ گڏ رهيا.

سائين صفدر علي شاھ پهرين ليبر آفيسر طور سرڪاري ملازمت ۾ گهڙيا. جتان سنڌ اطلاعات کاتي ۾ آيا. هن وقت ڊائريڪٽر انفارميشن جي عهدي تي فائز آهن(1)بعد ۾ سيڪريٽري جي عهدي تي پهچي رٽائر ٿيا.

سائين صفدر علي شاھ جن ڪنڌڪوٽ اچي صفدر پرنٽنگ پريس قائم ڪري هفتيوار اخبار صفدر جاري ڪيائون تنهن وقت سائين جن سان ڏيٽ ويٽ ڊاڪٽر محمد اشرف چنه جي وسيلي ٿي جيڪو منهنجو هم ڪلاس پائرن جهڙو دوست هو.ان کانپوءِ مرشد گيلاني سان مشاعرن ۽ پريس تي ملاقات ٿيندي رهي.مگر سائين صفدر علي شاھ تعليم ۽ تنهن کانپوءِ نوڪري جي حوالي سان ڪنڌڪوٽ کان ٻاهر رهيا.مرشد گيلاني بعد ۾ سکر مان اخبار پڪار شايع ڪرڻ جي سلسلي ۾ هن سنسار ۾ هلندا ۽ ملندا رهيا

(1)بقلم سيد تراب علي شاھ تراب گيلاني روزانه پڪار سکر تاريخ 9 اپريل 1991

# مکي سروانند تلريجا

مکي سروانند ولد چيتو مل تلريجا 1935ع ۾ غوثپور شهر تعلقه ڪنڌڪوٽ ۾ جنم وٺي جڳ ۾ آيا. سياسي شروعات جنرل محمد ايوب جي دور کان لوڪل گورنمينٽ کان ڪيائون ۽ 1990ع ۽ 1993ع ۾ جنرل اليڪشن اقليت سيٽ تي سنڌ ۾ ايم پي اي چونڊجي آيا.مکي سروانند تلريجا چيف مکي گوال مل تلريجا خاندان جا 6 مکي هئا.هو 9 شهرن جا چيف مکي رهيا. ڪنڌڪوٽ جي هندو پنچائت جي نامور سياستدانن مکي سومر مل جي دور ۾ مکي گولو تلريجا چيف مکي هو.

مکي سروانند تلريجا 23 مارچ 2012ع ۾ هن فاني دنيا کان

هليا ويا.ان ڪانپوءِ سندس پڳ ڊاڪٽر سريش ڪمار کي ٻڌائي وئي.

## محترم غلام ياسين ملڪ

مرحوم غلام ياسين ولد حاجي رضا محمد ملڪ ڪنڌڪوٽ شهر جو سياسي، سماجي، غريبن يارن دوستن جو پرجهلو هو.ان ۾ ڪو وڏاءُ ڪونهي ته هو هن شهر جو چوٿون پائو هو.اليڪشن ۾ اوطاق ائين پريل هوندي هئي جڻ ڪنهن پوتار جي اليڪشن جي ڪيمپ ڪليل هجي، ملڪ ذات جو مکيه ماڻهو هو.ان کري سيئي پاڙيوارا رئيس سڏيندا هئا.63 ورهين جي ڄمار ۾ 1993ع ۾ وفات ڪيائين.پاڙي جي پڳ محترم ڊاڪٽر محمد علي ملڪ کي ٻڌائي وئي.
مٿين معلومات منهنجي دوست منير احمد ملڪ کان ملي.

## رئيس مبارڪ خان پيو

رئيس قالو خان پيو(اول)ءِ ان سان ويڙهه دائم پيه جو داستان بنگل پيه جي رزميه شاعري ۾ مشهور آهي.ان جي اولاد مان رئيس مبارڪ خان پيو(اول)سونهن سوڀيا ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو.آءُ کيس پڇاڙي واري عمر ۾ ميندي سان ڏاڙهي سونهاري سينگاريل وڏيون اکيون گول چهرو ڏٺو.ان وقت به هڪ برجستو هشمت وارو جوان نظر آيو.

رئيس مبارڪ خان جي حال حيات سندس فرزند غلام حيدر وفات کري ويو.رئيس مبارڪ خان جي وفات ڪانپوءِ سندس پوٽي عنايت الله خان تي پڳ آئي.

رئيس عنايت الله خان ۽ سندس پاڻ ڪرم الله خان جي اوطاق تي اڪثر محترم عبدالوهاب پيه جي ڪري وڃڻ ٿيندو هيو.هنن ٻنهي ڀائرن ۾ تمام وڏي محبت هئي.جيڪڏهن رئيس عنايت الله اوطاق ۾ ويٺو هوندو هو ۽ ڪرم الله اچي ويو ته سڀ اٿي ملندا هئا.اهڙو ادب احترام عبدالرحمن خان ٻاجڪاڻي جي پٽن ۾ ڏٺم.اها خبر نه پوندي هئي ته مير بلند خان وڏو آهي يا مير امان الله خان رئيس عنايت الله خان جي وفات بعد سندس فرزند مبارڪ خان (دوم) جنهن کي رئيس وڏل سڏيندا هئا.ان کي پڳ ٻڌائي وئي.رئيس مبارڪ پيه (دوم)جي شهادت ڪانپوءِ به سندس پٽ تي پڳ آئي جيڪا امانت ۾ رکيل آهي ڇاڪاڻ ته سندس فرزند صغير هو.هن وقت سياسي، سماجي ڪاروهنوار رئيس گل خان پيو هلائي رهيو آهي.

# مير مختيار خان سهرياڻي

مير مختيار خان سهرياڻي خاندان جو باهمت انسان ڄامشورو يونيورسٽي جي دور ۾ سياست ۾ اڀريو، پ پ جي شاگرد تنظيم جو ان وقت ميمبر ٿيو، جنهن وقت شاگرد سياست جو عروج هو.ان وقت سياسي وڏي پنيرائي هئڻ جي باوجود هن ويڙهه جهيڙن کان ڪناره ڪندي نظر آيو.مير مختيار خان هن وقت تائين پ پ جو بااصول ميمبر ٿي رهيو.جڏهن ته ضياءُ الحق جهڙي جنريل جي دور ۾ چڱا ڀلا پارٽي ڇڏي ڪي پاسيرا ٿيا ڪن پارٽيون بدلائيون ۽ ڪي ٻاهر هليا ويا.

# مير ملگزار خان سهرياڻي

مير اڪرام خان سهرياڻي کان بعد ۾ سياست ۾ آيو.هو ڪنڌڪوٽ جي مئنيجمينٽ سڌاري واڌاري ڪري اليڪشني سياست ۾ مير هزار خان بجاراڻي جو وفادار دوست رهيو. مير ملگزار خان سهرياڻي هڪ ذهين انسان آهي، هن ڪي سالن کانپوءِ بہ ماڻهو ۾ واقعا ياد هوندا آهن.1988ع کان 1996ع تائين ڪنڌڪوٽ شهر جو چيئرمين بہ رهيو.

# رئيس بهادر خان ميراڻي

رئيس بهادر خان ميراڻي ولد محمد صديق ويٺل ڳوٺ پنهنجو تعلقہ ڪنڌڪوٽ پنهنجي ذات قبيلي جو هڪ هوشيار ڏاهو انسان هو. اها بہ هڪ حقيقت آهي تہ رئيس بهادر خان کان اڳ ۾ ميراڻي ذات ۾ نہ ڪا ٻڌي هئي نہ وري اهڙو برجستو ماڻهو بہ مليو رئيس بهادر خان جي وفات کانپوءِ سندس وڏي فرزند محمد صديق المعروف بابو صاحب جن کي متفق راءِ سان پڳ ٻڌائي وئي.

# لالا شمس الدين پٺاڻ

لالا شمس الدين جا وڏا شڪارپور ضلعي ڏکڻ شهر جا زميندار هئا.لالا شمس الدين 1960ع واري ڏهاڪي ۾ اسان سان گڏ هاءِ اسڪول ڪنڌڪوٽ ۾ اسان کان مٿين ڪلاس ۾ پڙهندو هيو. ايترن شاگردن هوندي بہ هي شخص مشهور هو. ڇاڪاڻ تہ روزانہ اسيمبليءَ ۾ قرآن پاڪ تلاوت ڪندو هيو ۽ جناح ٽوپي پائي

اسڪول ۾ ايندو هيو. استاد شاگرد ڪيس سٺو پائيندا هئا.ان وقت ڪانپوءِ اڄ تائين ڪابہ هن سان ڪچهري ڪانہ ٿي مگر صوم صلوات جا پابند ۽ شهر جي شاهوڪار سٺي سرنديءَ واران مان ليکيو وڃي ٿو. خاص ڪري سياست کان پاسيرو رهڻ سندس دلي خواهش رکندڙ انسان آهي.

# عبدالعزيز سومرو (ڊکڻ)

عبدالعزيز ولد غلام قادر سومرو سن 27 فيبروري 1940ع ڌاران پيربخاري روڊ سومره محلہ ڪشمور شهر ۾ پيدا ٿيو. 1950ع ڌاران لوڪل ڊرامن ۾ اداڪاري ڪيائين. ان وقت لاهور مان ڪهاڻيون سرائيڪي، پنجابي ۾ لکيل گهرائيندا هئا ۽ پنهنجي شهر شاعر اديب ڪهاڻيڪار محمد شعبان بخت جا لکيل ڊرامہ پڻ ڪيا.عبدالعزيز ڪنهن اسڪول ۾ ڪونہ پڙهيو. جنڊي جو هنر پنهنجي پيءُ کان ائن سالن ۾ سکيو. هن شهڪار ڪاريگر هر پلنگ. هندورن تي هر وقت هر نئين چٽسالي ڪئي.هن پنهنجي فن ۾ پوري پاڪستان ۽ پرڏيهہ ۾ مشهور ٿيڻ ڪري ڪيس محترم صدر اسحاق خان صدارتي ايوارڊ تغمہ امتياز 23 مارچ 1990ع ۾ ڏنو. دستڪاري ۾ پاڪستان ليول تي ميمبر رهيو. جنهن ۾ تي عورتون. بيگم ايلس فيض ماڊل ٽائون لاهور. مسز جميلا مسعود اسلام آباد. مسز مسرت حسين گلبرگ لاهور ۽ عبدالعزيز سومرو ڪشمور جيڪب آباد ڪتاب پاران نيشنل ڪرافٽ ڪائونسل آف پاڪستان اسلام آباد ۾ 1985ع ۾ ڇپيو ۽ استمبول مان ايوارڊ طور ڪتاب 15 جولاءِ 1994ع موڪليو ويو.ائين قوم جو نالي روشن ڪندڙ ڪي جس هجي، عمر بخش سومرو. عبدالغفور. خالق داد. محمد بخش جن هن شهر ۾ دستڪاري هنر ۾ سرگردان رهيا مگر انهن ۾ عبدالعزيز سومرو سيني جي وچ ۾ ائين چٽجي

جيئن کير جي وٽي ۾ گلاب جو گل تري، 15 اپريل 1986ع The Muslim انگريزي اخبار جي سر ورق ۽ ڪيترن اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپجندو رهيو آهي. افسوس جو اڄڪلهه ان پوڙهي شينهن جي پرگهور پاڪستان جا والي نٽا ڪن نه ئي ڪڍهن ڪنهن ضلعي جي آفيسر سار لڌي آهي.

# جناب عبدالواحد سومرو(وڪيل)

جناب عبدالواحد ولد غلام قادر سومرو ڪشمور جو پهريون وڪيل پهرين جون 1934ع ۾ پيدا ٿيو. جنهن SM Law ڪاليج ڪراچي مان 1958ع ۾ ايل ايل بي جو امتحان پاس ڪيو. ضلعي جيڪب آباد مان ڊسٽرڪٽ اٽارني تي رٽائر ٿيو. جناب عبدالواحد سومرو ڪي سڄو شهر مامو سڏيندو هيو. پاڻ سياسي، سماجي ورڪر ۽ شهر جي ماڻهن جو گهڻ گهرو رهيو.16 ڊسمبر 2006ع ۾ اوچتو فاني دنيا ڇڏي هميشه لاءِ بقا ڏانهن هليو ويو.

# حاجي عبدالخالق سومرو صاحب

محترم حاجي عبدالخالق ولد استاد محمد لقمان سومرو 1919ع ۾ ڪشمور شهر ۾ پيدا ٿيو. تعليم حاصل ڪري سرڪاري نوڪري ڪندي رليف ڪمشنر سنڌ جي عهدي تي(1976ع کان 1979ع تائين رهيا ۽ پهرين مارچ 1999ع ۾ وفات ڪيائون.

هي معلومات سندس فرزند ڊاڪٽر مشتاق احمد سومرو کان ملي.

# مسٽر بجلي قمبراڻي

ممتاز علي ولد عبدالڪريم قمبراڻي وينل ڳوٺ بگن خان قمبراڻي نزد ڪنڌڪوٽ 1976ع ۾ پيدا ٿيو. هن مئٽرڪ غوثپور هائير سيڪنڊري اسڪول مان 1996ع ۾ پاس ڪري هڪ سال وڪيشنل انسٽيوٽ ڪنڌڪوٽ مان ڊپلوما جو ڪورس ڪيائين. ممتاز علي بجلي ۾ تجربو ڪندي مسٽر بجلي قمبراڻي جي نالي سان مشهور ٿيو.هي حيدرآباد واپڊا هيڊ آفيس ويو جتي مسٽر محمد علي جن اڳيان ڪارناما پيش ڪيا،مگر انهي لائين مين جي نوڪري ڏيڻ جو به قدر نه ڪيو. آخر علي حسن بي بي سي نمائنده حيدرآباد کي حقيقت ڪئي.هن مسٽر بجلي کي چيو ته انهيءَ ڪارنامي جو وڊيو پري موڪل ته بي بي سي ۾ نشر ڪنداسين. ان خيال سان ڳوٺ آيو ۽ وڊيو پرائيندي 11 هزار وولٽ لائين مان ڊائريڪٽ بغير ٽرانسفارمر جي بجلي جون تارون ڳنڍي بلب ٻاريندي ڪارناما رڪارڊ ڪرائيندو رهيو. هن جي هٿ ۾ فيس ۽ نيوٽل ٻئي تارون هيون. اوچتي ڪيس باھ لڳس ۽ مري ويو. اهو وڊيو سندس ڀاءُ علي حسن قمبراڻي وٽ موجود آهي.

مرحوم 31 مئي 2001ع ۾ لاڏاڻو ڪري ويو.ڪيس اولاد چار ٻارڙا يتيم ڪري هليو ويو.

اي سنڌ اوهان جي جهولي ۾ ڏس ڪهڙاڪهڙا لعل آهن
ڇا قدر ڪيو هن ديس پيلا ۽ هتڙي سو سو سوال آهن

(اردو اترادي)

# جاگيردارن بابت مختصر احوال

سنڌ ۾ جاگيردارن جي تاريخ ۽ تفصيل باقائدي عنوان ڪان علهده نه آهي تنهن هوندي به اڳين تاريخدانن مختلف دورن جي احوال ۾ فردن جي تاريخ ۾ تحرير ڪيو آهي.

مغلن جي دور ڪان اڳ بااثر ماڻهن جي حوالي پرڳڻا هوندا هئا.ان دور ۾ هڪ ٻئي جي رياست يا انهن جي چراگاهن تي حملا ڪري پنهنجي وس ۾ رکڻ جو رواج هو. مغلن جي دور ۾ ڪلهوڙن جي جاگيرن ڪي آباد ڪرڻ جو اشارو حضرت شاه عنايت شهيد جهوڪ ڏٺين جي شهادت واري سازش جي حوالي سان ملي ٿو. جنهن ۾ ڪلهوڙن جي وقت هاري انهن جو هاريو ڪندا هئا ۽ ان جي عيوض هارين ڪي ڪجهه نه ملندو هيو. ائين سمجهو اهي خالي بيگر وهندا هئا ۽ ڪڙمي ڳوڻاٽا انهن جا نوڪر هئا. اناج ڪائڻ لاءِ هارين ڪي حاڪم جي راضپي موجب ملندو هيو. ان وقت حضرت شاه عنايت شهيد ڪلهوڙن جي هارين ڪي چيو ته:اوهان اسان وٽ لڏي اچو ۽ هي ٻنيون پيون آهن "ڪيڙي اوهان به ڪائو"تنهن تي ڪلهوڙا ناراض ٿيا ۽ سازشي خط دهلي جي خان اعظم ڪي لکيائون ته شاه عنايت اوهان جي خلاف سرخ فوج ٺاهي ورتي آهي. اوچتو ڪنهن به وقت حملو ڪري سگهي ٿو.(1)

ڪلهوڙن جي دور ۾ سنڌ ۾ ڪجهه واه کڊيا ويا. ڪتي ڪوه ۽ ڪتي خود رو ۽ سنڌو درياءَ جي وهڪرن مان واه وهندا هئا ۽ پوکون ٻيلا ۽ چراگاه شڪارگاه سنيال هيٺ رهيا. ميرن جي دور ۾ جاگيرداري نظام کي فروغ مليو.

انگريزن جي دور ۾ انگريز سرڪار سان جيڪي ساٿاري

ٿي هليا.انهن کي خاص شرطن تي جاگيرون مليون، ڪن کي اڳي مليل جاگيرون هيون تن کي وڌائي ڏنيون ويون ۽ جيڪي صاحب بهادر هٿا ۽ ملڻ نہ آيا، سلامي نہ پريائون ۽ جن آڻ نہ مڃي انهن جون جاگيرون رد ڪيون ويون، انهن تي سختيون ڪيون ويون(2)

انگريزن جي دور ۾ جن کي جاگيرون ڏنيون ويون اهو تفصيل اڳتي شرطن سان مختصر انداز ۾ تحرير آهي، انگريز هتان جي وڏيرن، سردارن، ميرن، پيرن ۽ بااثر ماڻهن جهيڙال قبيلن ذاتين کي نہ صرف جاگيرون ڏنيون پر انهن کي لوڪل جرڳي ۽ شاهي جرڳي جو ميمبر بہ بڻايو، سر خانصاحب، خانبهادر جا لقب بہ ڏنا، اهو سڀ ڪجهہ لالچ ۽ خوف جي بنياد تي نوازشون ٿيون، جنهن جو خاص سبب سردارن جي لٺ هيٺ راڄ هجي، انهن جي حرڪتن جا جوابدار اهي هجن، انهن جو مڪمل عوام تي راڄ هجي ۽ جرڳي جي ميمبرن جاگيردارن تي وري انگريز جي مڪمل حاڪميت هجي، جرڳي جي ميمبرن جي سفارش تي عوام کي سزائون ڏنيون پئي ويون، ڪن خاص سردارن کي مئجسٽريٽي جا پاور بہ ڏنا ويا جيڪي پاڻ عوام کي سزائون بہ ڏيئي سگهندا هئا.

حوالو

(1)شاهہ عنايت شهيد جي هارين واري سوچ کي ويجهڙائي ۾ بدلائي ليڪن سوشلزم جي هوا کي عام ڪرڻ ۽ سنڌ جي ڳوٺ ڳوٺ وڃڻ جو بهانو بڻايو، حيقيقت ۾ شاهہ شهيد جو چوڻ هو تہ"ڪيڻڙي سو بہ کائي"ڪامريڊن واري "ڪيڙي سو کائي"تي ملڪيت رکڻ جو تصور ختم ٿو ٿئي جڏهن تہ ان بنياد تي چين خود ناڪام وڃي پيو.

(2)ڪتاب مون ۾ آهين تون صفحو 10 سيد مرشد گيلاني

# جاگيرن جي درجا بندي

اتر سنڌ سرحدي ضلعي ۾ جاگيرن جي درجا بندي ڇهن قسمن تي ٻڌل هئي(ان وقت ڪراچي، حيدرآباد ۽ شڪارپور ضلعا هئا)

(1)خاص ڍل تي دائمي سنڀال هيٺ سياسي يا معافي جاگيرون
(2)هڪڙي سيڪنڊ ڪلاس جاگيرون
(3)ٻه پتيداري جاگيرون
(4)هڪ خيرات جاگيرون
(5)پنج خاص حياتيءَ تائين جاگيرون
(6)ٻيون جاگيرون

جاگيرن جو بڻ بنياد ۽ شرطون

جنرل سر وليم نيپيئر جي پنهنجي "سنڌ جي انتظامي تاريخ"واري ڪتاب موجب انهن جاگيرن جو بڻ بنياد سر چارلس نيپيئر"سنڌ جي سرحد کي ناميارن ڦورن کان بچائڻ لاءِ فوجي حڪمت عملي"۾ سمايل آهي.وليم نيپيئر چوي ٿو ته:

(("انهن قبيلن کي هٿياربندن پائيندڙ ڦورن جي فوجي چڙهائين کي روڪڻ لاءِ فوجي، جاگيري حقن هيٺ گهر ۽ زمينون اُن سخت تنبيهه سان ڏنيون ويون هيون ته جيڪڏهن اُهي پاڻ ڪنهن کي ڦريندا يا ٻين ڦورن جي چڙهائين ۾ ناڪام ٿيندا، ته سندن جاگيرون واپس ورتيون وينديون. سندن سردارن کي ڦاهي ڏني ويندي ۽ برادريءَ جي ماڻهن کي سنگهرن ۾ ٻڌي ڪانئن پورهيو ڪرايو ويندو))

اهو معلوم ٿئي ٿو تہ سر چالس نيپيئر طرفان مارچ 1845ع ۾ ٽراڪي (TRAKI)جي قلعي ۾ بلوچ قبيلن کي روڪڻ تي جڪراڻين، ڊومڪين، رمداڻين ۽ مندراڻين ان شرط تي آڻ مڃي هئي تہ:

(1)کين جيڏان ڏنو وڃي.(2)هنن کي شڪارپور جي اتر ۾ روپاهہ ضلعي ۾ وسايو وڃي ۽(3)هنن کي اويستائين سني ڪردار دوران چوٽ جي اجازت ۽ چانوٽي جا ساٿاريءَ هجڻ طور گذارڻ ڏنو وڃي جيستائين اُهي پنهنجي مدد پاڻ لاءِ پوکي ۽ ڳاهي سگهن.

(1)اهي دريا خان جڪراڻي جهڙن سرفروشن لاءِ شرط هئا جن کي هن ڪان اڳ تاريخدانن سرڪاري رڪارڊ ڏسي ڦورو لکيو.حقيقت ۾ سردارن کي زير ڪرڻ لاءِ ڪنيل قدم هو.دريا خان جڪراڻي ۽ سندس پٽ کي ڇهہ سو ٻيگهن تي بدل معافي جاگير ۽ ٻن پڪن کوهن سان جاني ڏيرو.

(2)جمال خان ڊومڪي ۽ سندس پٽ کي چار سو ٻيگهہ ساڳين شرطن تي

(3)سليمان خان رمداڻيءِ سندس پٽ کي چار سو ٻيگهہ ساڳين شرطن تي

1851ع ۾ جڪراڻي سردار کي سندن جاگيرون معافي طور (ڍل کان آجيون)تحويل ۾ رکڻ جي اجازت ڏني وئي.

# جاگيرن لاءِ سفارش ڪيل شخصن جا نالا

حڪومت کي دستاويز"اي"پيش ڪيو ويو، جنهن ۾ ستاويهه اصلي حقدارن جي جاگيرن بابت سفارشون شامل هيون، انهن جاگيردارن جو دريا خان جکراڻي، غلام علي ولد دريا خان جکراڻي، ترڪ علي خان جکراڻي، جمال خان ڊومڪي، سليمان خان رمداڻي، ڏگاڻو خان مندراڻي، عالم خان ولد هوت خان بگٽي، دادو خان بگٽي، خدا بخش ڪلپر، جعفر خان رند رمزئي، بلوچ خان ڊومڪي، بلند خان ولد ولي محمد باجڪاڻي، يار محمد کوسو، وزير خان ڊومڪي، سردار خان کوسو، سنجر خان ولد بلال خان رند، دلي جان بگٽي، اسلام خان بگٽي، مائي ميندي بگٽي، حسن خان ولد جان محمد خان ڪيڙي، يار محمد خان ولد اعتبار خان، عظيم خان ولد محمد خان، جاني بيگ ۽ عالم خان جکراڻي، موڻ خان جکراڻي، اعتبار خان رند ۽ شاهه علي(ياقلي) مجاور( جيڪو خيرات دار هو)شامل هئا.هنن جي تحويل ۾ موجود جاگيرن جو ڪاڻو لڳايل ايراضيءَ ۾ پنجاهه هزار بيگهه ٻارهن ويسوئا ۽ اوڻيهه ڪانا شامل هئا.

# پاڪستان جي تاريخ ۾ جيڪب آباد جا سياستدان

اليڪشن 1946ع ۾ ٿي انگريز وچڻ وارا ٿيا. ميٽنگن جو سلسلو شروع ٿيو. هن اليڪشن ۾ صوبائي اليڪشن جا هيٺيان اميدوار چونڊيا ويا. جيڪب آباد ڳڙهي خيرو تڪ مسلم ليگ جي مير جعفر خان جمالي هارايو ۽ سردار جعفر خان بليديءَ کٽيو. ٺل واري تڪ مان سردار خان کوسو آزاد کٽيو ۽ سهراب خان سرڪي (اول)مسلم ليگي هارايو.ڪنڊڪوٽ ۽ ڪشمور تڪ مان مسلم ليگ جي سردار نور محمد بجاراڻي کٽيو ۽ سردار علي بلاول خان ڏومڪي هارايو.سنڌ اسيمبليءَ جي ساڳي سال 9 ڊسمبر 1946ع ۾ اليڪشن ٿي جيڪب آباد جي پارٽي پوزيشن هن ريت بيٺي.

جيڪب آباد ڳڙهي خيرو تڪ مير جعفر خان جمالي ڪامياب ٿيو. جڏهن ته مدمقابل ڪانگريسي حمايتي سردار جعفر خان بليدي ناڪام ٿيو. ٺل واري تڪ مان مسلم ليگ جو سهراب خان سرڪي ناڪام ٿيو ۽ ڪانگريسي آزاد اميدوار سردار خان کوسو ڪامياب ٿيو.ڪشمور ڪنڊڪوٽ تڪ مان سردار نور محمد خان بجاراڻي ڪامياب ٿيو جڏهن ته سيد گروپ جو سردار علي بلاول خان ڏومڪي ڊپازٽ رد ڪرائي ناڪام ٿيو. 1946ع مسلم ليگ وڏي اڪثريت سان ڪامياب ٿي 1947ع ۾ پاڪستان وجود ۾ آيو.قائداعظم ۽ لياقت علي خان جي حياتي تائين مسلم ليگ تنظيم رهي.

1952ع ۾ عام چونڊون ٿيون ٺل تعلقي کي ٻه سيٽون ڏنيون ويون هڪ ته مير صاحب خان کوسو ٻي ۾ محمد بخش سرڪي ڪامياب ٿيا.ٻيا ميمبر هئا. سردار مير سندر خان سندراڻي، سردار نور

محمد خان بجاراڻي، سردار مير جعفر خان بليدي ۽ علي بلاول خان ڍومڪي،11 ڊسمبر 1954ع ۾ سنڌ اسيمبلي قرارداد پاس ڪئي.ضلع جيڪب آباد مان هيٺين ميمبرن ون يونٽ جي حمايت ۾ ووٽ ڪيو. سردار جعفر خان بليدي، شاهل خان کوسو، مير سندر خان سندراڻي، سردار نور محمد خان بجاراڻي، محمد بخش خان سرڪي ۽ علي بلاول خان ڍومڪي، سڄي سنڌ اسيمبلي مان صرف چئن ميمبرن ون يونٽ جي مخالفت ۾ ووٽ ڪيو.1.شيخ خورشيد احمد.2.غلام مصطفيٰ پرڳڙي.3.پير الاهي بخش.4. عبدالحميد جتوئي ون يونٽ 14 آڪٽوبر 1955ع کان پهرين جولاءِ 1970ع تائين جاري رهيو.

1958ع ۾ ملڪ ۾ مارشلا لڳي سياست تي بندش پئي محمد ايوب خان آئين ختم ڪري نئون آئين ڏنو، جنهن موجب بنيادي جمهوريت جو نظام شروع ڪيو هو، جنهن موجب لوڪل ڪائونسل جا ميمبر ئي اسيمبلي ميمبر جي چونڊ ڪري سگهنداهئا.انهي نظام موجب جيڪي اسيمبلي ميمبر ٿيا، دريا خان کوسو ميمبر قومي اسيمبلي، صوبائي ميمبر چونڊيا، سردار نور محمد خان بجاراڻي، محترم در محمد اوستو، احمد ميان سومرو، مير محمد مراد خان جمالي.

1968ع ۾ ملڪ ۾ ٻيو مارشلا لڳو، جنهن موجب ملڪ جو آئين ختم ڪري بنيادي جمهوريت واري نظام ۽ ون يونٽ کي ختم ڪري ساڳيا صوبا بحال ڪيا ويا، جنرل يحيٰ ملڪ جو صدر ٿيو.جنهن بالغ راءِ دهي جي بنياد تي 1970ع ۾ اليڪشن ڪرائي وئي، جنهن موجب سنڌ ۾ پ پ پ ذوالفقار علي ڀٽو جي چيئرمينيءَ هيٺ وڏي اڪثريت سان ڪامياب ٿي.

جيڪب آباد مان مير دريا خان کوسو قومي اسيمبلي جي سيٽ تي ڪامياب ٿيو، مير مهراڻ خان بجاراڻي هارايو ۽ بعد ۾ ڀٽي صاحب سينيٽر مقرر ڪرائيو. سنڌ صوبائي اسيمبلي تي در محمد

اوستو بعد ۾ وزير تعليم ٿيو، مير هزار خان بجاراڻي، ناميارا ميمبر رهيا(ميمبر گهربل)سنڌ اسيمبلي 1977ع تائين هلي، بعد ۾ ملڪ گير تحريڪ(نوستارا)هلي،ان بعد جنرل ضياءُ الحق مارشلا لڳائي فوجي حڪومت قائم ڪئي، سنڌ اسيمبلي ۾ ميمبرن سيد غوث علي شاهه ڪي ايوان جو ليڊر چونڊيو، سڀئي غير جانبدار چونڊجي ويل ميمبرن مسلم ليگ پارٽي ناهي ان ۾ شامل ٿيا.

ٽن سالن بعد 1988ع ۾ چونڊن جو اعلان ڪيو مگر جلد ضياءُ الحق هوائي جهاز حادثي ۾ فوت ٿي ويو، ان جاءِ تي سينيٽ چيئرمين غلام اسحاق خان کي صدر چونڊيو ويو، اليڪشن ۾ پ پ بينظير جي اڳواڻي ۾ اڪثريت سان چونڊجي آئي، جيڪب آباد مان هيٺيان ميمبر چونڊجي آيا.

1.سردار مير سليم جان خان مزاري

2.حاڪم علي خان سندراڻي

3.ميرحسن خان کوسو

4.مير احمد نواز خان جکراڻي

5.مير غلام محمد خان

صدر اسحاق خان پ پ حڪومت ختم ڪري 1990ع ۾ نئين سر چونڊن جو اعلان ڪيو،1990ع ۾ جيڪب آباد مان هيٺيان سنڌ اسيمبلي ميمبر چونڊجي آيا.

سردار مير سليم جان خان مزاري، سردار شير محمد خان بجاراڻي، ميرحسن کوسو، مير منظور حسين خان پنهور، سردار غلام محمد خان

ميان محمد نواز شريف وزيراعظم ٿيو، وري 1993ع ۾ اليڪشن ۾ بينظير ڀٽو ٻيو ڀيرو وزيراعظم ٿي، جيڪب آباد مان سنڌ اسيمبلي ۾ هيٺيان اميدوار چونڊجي آيا.

مير غالب حسين ڏومڪي، سردار مير شير محمد خان بجاراڻي، ڊاڪٽر سهراب خان سرڪي، مير محمد يعقوب خان کوسو، گوهر علي

خان شهلياڻي

1997ع ۾ اليڪشن تي جنهن ۾ هيٺيان ميمبر ڪامياب ٿيا.سردار مير سليم جان خان مزاري، سردار مير شير محمد خان بجاراڻي، ڊاڪٽر سهراب خان سرڪي، مير نصير خان کوسو، آغا غلام علي خان بليدي هي اسيمبلي 1999ع تائين هلي.

قومي اسيمبلي ۾ الاهي بخش خان سومرو 2.مير هزار خان بجاراڻي

1999ع ۾ جنرل پرويز مشرف ملڪ ۾ فوجي انقلاب آندو ملڪ ۾ نئون بلدياتي نظام آڻي چيئرمين جي جاءِ تي ناظميءَ جو سسٽم رائج ڪيو.

2001ع جيڪب آباد ضلعي جو ناظم مير شبير علي خان بجاراڻي ڪامياب ٿيو.

2002ع جنرلِ اليڪشن تي، ميرِ اعجازِ خانِ جکراڻي،2.ميرِ هزار خان بجاراڻي ڪامياب ٿيا، مير محبوب علي خان بجاراڻي، مير عابد حسين خان سندراڻي ڪامياب ٿي آيا.

2005ع ۾ نئي ضلعي جو اعلان ٿيو، جنهن ۾ ڪشمور اَيٽ ڪنڌڪوٽ ضلعو ٿيو.

2006ع ۾ هن ضلعي جو ناظم سردار مير سليم جان خان مزاري ٿيو.2008ع جي جنرل اليڪشن ۾ ايم اين اي جي سيٽ تي مير هزار خان بجاراڻي ڪامياب ٿيو، جيڪو ڪشمور ضلعي سان تعلق رکي ٿو.

ڪشمور ضلعي مان مير نصرالله خان بجاراڻي قومي اسيمبلي لاءِ چونڊجي آيو، جلد ئي مير نصرالله خان جي وفات تي بعد ۾ مير گل محمد خان جکراڻي چونڊجي آيو.

جڏهن تہ سنڌ اسيمبلي جي سيٽ تي سردار محبوب علي خان بجاراڻي، مير غالب حسين خان ڊومڪي،سردار مير عابد علي خان سندراڻي چونڊجي آيا.

# جرڳن جا ميمبر ۽ پياباثر شخص

شاهي جرڳي جي رڪنن جي ڦيرڦار لازمي امر هو، جيڪو مدو پورو ٿيڻ سان ۽ وقت جي متجندڙ حالتن سبب عمل ۾ ايندو هو. شاهي جرڳ جي ميمبرن جي لسٽ 1945ع کان شايد اڳ ۾ آهي، هن لسٽ ۾ ايس بي سردار زين الدين خان سندراڻي آهي، جيڪو 1938ع ۾ وفات ڪري ويو، تنهن ڪري سال تصديق سان نٿو ظاهر ڪري سگهجي.

(1)نواب اسد الله خان رئيساڻي(2)نواب سردار بگٽي(3)نواب غيبي خان چانڊيو(4)سردار مزاري(5)سردار بختيار خان ڊومڪي(6)خانصاحب سردار بلوچ خان ڊومڪي(7)سردار بهادر سردار عبدالرحيم کوسہ(8)سردار آزاد خان جکراڻي(9)خان صاحب سردار نور محمد خان بجاراڻي(10)خانبهار سردار جعفر خان ٻڙدي ايم ايل اي(11)ايس بي سردار زين الدين خان سندراڻي(12)سردار دريا خان جکراڻي(13)ڪي بي مير چاڪر خان سهرياڻي(14) وڏيرو سردار خان کوسو(15)سردار محمد ايوب خان پناڻ(16)ڪي ايس سردار نور محمد خان گولو(17)ڪي ايس سردار رستم خان جمالي(18)وڏيرو احمد نواز خان جمالي.

1945ع ۾ موجوده شاهي جرڳ جي ميمبرن سان گڏ سندس يادگار گروپ فوٽو آهي،انهيءَ تصوير ۾ ڪرسين تي ويٺل کاٻي پاسي کان(1)لڳي ٿو بعد ۾ واڌاري ڪرسي رکي ڪيس شامل ڪيو ويو آهي، سندس شناخت بہ پوري ڪانہ ٿي سگهي ٿي.لڳي ٿو تہ مسٽر راجہ پيٽرس جي الوداعي پارٽي ۾ دير سان شريڪ ٿيندڙ نئون ڊپٽي ڪمشنر مسٽر صوفي آهي(2)ايس بي نواب مهراب خان بگٽي(3)ڪي بي مير چاڪر خان سهرياڻي(4)ڪي ايس سردار نور محمد خان بجاراڻي(5)ڪي ايس نور محمد گولو(6)بيگم ۽ (7)مسٽر راجہ پيٽرس ٻن ٻارن سان گڏ(8)ڪي ايس سردار

عبدالرحيم خان كوسو(9) مير جعفر خان جمالي(10)كي ايس سردار محمد ايوب خان پناڻ ۽ (11)كي ايس علي بلاول خان ڏومكي وينل آهن.بگٽي سردار لڳي نہ ٿو پل لكجي ويو اٿس.

سردار مير سندر خان سندراڻي ۽ سردار يار محمد خان جمالي تنهن وقت صغير هئا. تنهن كري هن گروپ ۾ شامل نہ آهن. ان كان علاوه شاهي جرگہ ۾ تنهن وقت سردار حاجي دريا خان جكراڻي بہ ميمبر هو. تنهن جي تصوير ۾ غير موجودگيءَ جو سبب راجہ پيٽرس صاحب لكي موكليو آهي تہ موصوف صوم الصلوات جو پابند هو ۽ هر وقت وضو سان هوندو هو. فوٽو كڍرائڻ كان لهرائيندو هو. بي قطار ۾ وينل شاهي جرگہ جا ميمبر نہ آهن البتہ جيكب آباد جا مكيہ ماڻهو آهن، گهڻا ديوان آهن. فقط چار مسلمان لڳن ٿا.تن سان وچ ۾ وينل خلي تي پٽكو پاتل عبدالله خان اوستو لڳي ٿو. تنهن جي كابي مكي چمن مل ۽ ان جي ٻئي پاسي سيٺ دوار كاداس، پٽكي وارن جي سجاڻپ ٿي كانہ سگهي، اندازو آهي تہ كابي كان ٻيو نمبر مكي سومر مل ۽ ٽيون نمبر سيٺ كيراج مل آهن.(بڙديكا كتاب جي صفحو 108 ۾ گروپ فوٽو ڏنل آهي، هن لسٽ ڏيڻ سان ٿي سگهي ٿو كي ماڻهو واضح ٿي اچن)

قطار كابي كان(1)اي ڊي ايم صوفي صاحب(2)وڏيرو خان محمد خان مسوري بگٽي(3)خانبهادر مير چاكر خان سهرياڻي (4) خانصاحب سردار نور محمد خان بجاراڻي(5)خانصاحب سردار نور محمد خان گولو ميمبر آف برٽش امپائر(ايم بي اي)(6) ۽ (7) مسز ۽ مسٽر راجہ پيٽرس ڊي سي جيكب آباد 1945ع(8)سردار بهادر سردار عبدالرحيم خان كوسو(9)مير جعفر خان جمالي (10)سردار محمد ايوب خان پناڻ(11)خانصاحب مير حاجي علي بلاول خان ڏومكي.

پوئين قطار کابي کان(1)نامعلوم(2)مکي سومر مل هندو پنچائت کنڊکوٽ(3)سيٺ کيراج مل جيڪب آباد (4) نامعلوم (5)عبدالله خان اوستو(6) مکي جمنو مل هندو پنچائت جيڪب آباد(7)سيٺ ماستر دوا رڪا داس(8)مير الف خان بجاراڻي غوثپور (9) ۽ (10)نامعلوم.

لوڪل جرگي جا ماڻهو ڪهڙا هئا انهن جي ڪوجنا جاري آهي، نوٽ سردار خير محمد خان سهرياڻي(زور ڳڙهه وارو) انگريزن سان نه ٺهيو، مزاحمت به ڪيائين جنهن ڪري ڪوٽ ڏيجي واري قلعي ۾ قيد به ٿيو. تنهن ڪانپوءِ اهميت مير چاڪر خان سهرياڻي کي ملي ۽ تاحيات جرگي جو ميمبر به رهيو سو سهرياڻي ذات جو سردار به ٿي ويو.

انگريز دور جون اهم شخصيتون، جيڪي اتر سنڌ جي حوالي سان مشهور آهن، جن انگريز حاڪمن سان ملاقاتون ڪندي ظاهر ٿين ٿا. انهن ملاقات ڪندڙن جا نالا اڳواٽ شايع ڪيا ويندا هئا. ڪجهه تاريخ ۾ ترتيب هن ريت آهي.

1944ع ۾ وائيسراءِ هند هڪ ڏينهن جي دوري تي جيڪب آباد آيو اهو 16 مارچ 1944ع خميس جو ڏينهن هو، نئين تعمير ٿيل هوائي اڏي جو افتتاح ڪرڻ لاءِ ۽ انجي فوجي اهميت جو جائزو وٺڻ هوائي فوج جو معائنو ڪرڻ لاءِ آيو. ٻارهين وڳي ڊپٽي ڪمشنر جي بنگلي تي آيو جت هتان جي مکيه ماڻهن سان وائسراءِ ملاقاتون ڪيون.

12:00 بجه نواب غيبي خان چانڊيو

12:10 بجه خانبهادر سردار جعفر خان بڙدي ايم ايل اي

12:30 بجه خانبهادر مير چاڪر خان سهرياڻي

12:40 بجہ خانصاحب سردار نور محمد خان گولہ ايم پي اي

12:50 بجہ خانصاحب سردار نور محمد خان بجاراڻي

ان ملاقات مان هنن ماڻهن جي اثر رسوخ جي ڄاڻ ملي ٿي، ٻهرين فيبروري 1945ع صبح جو سکر کان هز ايڪسيلينسي وائسراءِ هند ۽ ليڊي ڊوو بيگم گورنر سنڌ اٽڪل نائين ٻجين ٽوڙي ڏانهن ڪار ۾ روانا ٿيا. واٽ تي چوئي شاخ جي بيگاريءَ هيڊ ورڪ جو معائنو ڪرڻ بعد اتان هلي بيگاري واهہ جي درياءِ تي ٻڌل هيڊ ورڪ تائين پهتا.جيڪب آباد جي ڊپٽي ڪمشنر ايس پي جيڪب آباد ۽ انجنيئر بيگاري ڪئنال هز ايڪسلينسي ۽ ليڊي ڊوو جو خير مقدم ڪيو.ايس پي ڊي سي سکر ڪائن موڪلايو. سنڌس قافلو اٽڪل هڪ ٻجي ٽوڙي بنگلي پهتو. هت ڪنڊڪوٽ تعلقي جي ڊپٽي ڪليڪٽر صاحب ۽ مختيارڪار ڪنڊڪوٽ سنڌس آجيان ڪئي.اٽڪل ڏيڍ بجہ ماني ڪائي آرامي ٿيا.

2 فيبروري 1945ع ۾ جن ملاقات جو شرف حاصل ڪري سگهيو تن جا اسماءِ گرامي جي لسٽ اڳواٽ شايع ڪئي وئي تنهن جو تفصيل هن ريت آهي.

11:00 بجہ مير سندر خان سندراڻي(اڃا صغير هو سرداري جي پڳ امانت ۾ مير علي مراد خان وٽ هين)

11:10 بجہ خانصاحب فتح محمد خان بجاراڻي

11:20 بجہ وڏيرو عبدالرحمن خان باجڪاڻي

11:30 بجہ مير گل حسن خان ڊومڪي

11:40 بجہ سردار نجم الدين خان مزاري

11:50 بجہ خانبهادر مير چاڪر خان سهرياڻي

12:00 بجہ مکي سومر مل

3 فيبروري 1945ع صبح جو پوڻي نائين بجي ليڊي ڊوو ڊپٽي ڪمشنر سان گڏجي ڪنڌڪوٽ شهر جو دورو ڪيو.جت قائم ڪيل ويم گهر، لوڪل بورڊ پاران خيراتي اسپتال نئين بلاڪ اڏڻ لاءِ رقم جي منظوري ڏني ۽ گرلس اسڪول جو دورو ڪيو. اٽڪل 12:15 بجھ موٽي آيا، ٽوڙي بنگلي تي ملاقاتن جو سلسلو هزايڪسيلينسي وائسراءِ جاري رکيو.

11:00 بجھ وڏيرو الف خان بجاراڻي

11:10 بجھ خانصاحب علي بلاول خان ڊومڪي

11:20 بجھ وڏيرو راجو خان ڊومڪي

11:30 بجھ سيٺ چيتن داس

11:40 بجھ سيٺ لاهوري مل

12:00 بجھ وڏيرو علي محمد خان ڪوسو

4 فيبروري 1945ع صبح کان شام 5 بجھ تائين شاهي مهمان مير الف خان بجاراڻي جي دعوت تي غوثپور لڳ ڳوٺ ۾ تترن جو شڪار ڪيو ۽ ضيافت ۾ شرڪت ڪئي ۽ هز ايڪسيلينسي وائسراءِ هند ۽ گورنر سنڌ، جي بيگم ليڊي ڊوو موٽي ٽوڙي پهتا.

5 فيبروري 1945ع وائسراءِ هند انڙ هيڊ ورڪ تي نئين تعمير ڪيل ريگوليٽر جو دورو ڪري منجهند ڌاري ٽوڙي موٽي آيو.ساڳي ڏينهن جيڪب آباد جي دربار هال ۾ جيڪب آباد ضلع جي زميندارن پاران هزايڪسيلينسي وائسراءِ ۽ ليڊي ڊوو کي آجياڻو پيش ڪيو ويو.

9 فيبروري 1945ع ملاقات

11:00 بجھ سردار بهادر عبدالرحيم خان ڪوسو

11:15 بجہ ڊاڪٽر ايل جي جاوا ايس ايم ايس
11:30 بجہ غلام قادر خان بلوچ (ايڊووڪيٽ) لاشاري
11:45 بجہ ڪي بي سردار رستم خان جمالي
12:15 بجہ جناب محمد امين خان کوسو ايم ايل اي
12:30 بجہ خانصاحب سهراب خان سرڪي ايم ايل اي

10 فيبروري 1945 هزايڪسيلينسي جيڪب آباد شهر جو معائنو ڪيو ڊپٽي ڪمشنر جيڪب آباد ۽ جيڪب آباد ميونسپالٽي ڪين شهر جو معائنو ڪرايو. تنهن بعد ليڊي ڊوو جيڪب آباد جي زناني اسپتال جو معائنو ڪيو ۽ وائسراءِ ملاقاتون ڪيون.

11:30 بجہ خانصاحب سردار نور محمد خان گولہ ايم پي اي
11:45 بجہ خانصاحب سردار نور محمد خان بجاراڻي
12:00 بجہ خانصاحب سربراھ مير علي مراد خان سندراڻي
12:15 بجہ خانصاحب سردار بلوچ خان ڊومڪي
12:30 بجہ سردار حاجي دريا خان جکراڻي
12:45 بجہ مسٽر رحيم بخش ولد الله بخش سومرو

# لسٽ

ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ اپر سنڌ سال 1954ع

چيئرمين مير سندر خان سندراڻي

1.حاجي مير شاهنواز خان سندراڻي ميمبر

2.سردار جعفر خان بليدي ميمبر ايم ايل اي

3.سردار نور محمد خان گولہ بليدي ميمبر

4.مير جعفر خان جمالي ميمبر ايم ايل اي

5.سردار خان کوسہ ميمبر

6.حاجي بهرام خان کوسہ ميمبر

7.شاهل خان کوسہ ميمبر ايم ايل اي

8.سردار نور محمد خان بجاراڻي ميمبر ايم ايل اي

9.محمد بخش خان سرڪي ميمبر ايم ايل اي

10.علي محمد خان کوسو

11.سردار خان سندراڻي

12.شهباز خان ڊومڪي

13.عبدالرحمٰن خان باجڪاڻي

14.غلام رسول خان سهرياڻي

15.حاجي الف خان بجاراڻي

16.علي خان رند

17.عنايت الله خان اوستہ

18.آدم خان پنهور

19.عبدالغني خان کوسہ

20.سردار نجم الدين خان مزاري

21.نيڪ محمد خان اوڊو

22.مکي سومر مل

23.علي محمد خان پهوڙ

# لسٽ

ضلع ڪائونسل جيڪب آباد 1983ع
چيئرمين جناب مير الله جيوايو خان بجاراڻي(المعروف بگن خان بجاراڻي)
وائيس چيئرمين مير منصب علي خان جکراڻي
1.مير شير محمد خان بجاراڻي ميمبر
2.وڏيرو اشرف علي خان
3.خانصاحب سردار خان ڪوسو
4.سردار واحد بخش خان سرڪي
5.مير مختيار احمد سهرياڻي
6.مير ادب حسين گولاٽو
7.حاجي مير شير احمد خان سرڪي
8.مير غلام علي خان جکراڻي
9.مير غلام مصطفيٰ وزيراڻي
10.مير داد محمد خان لُهر
11.مير احمد نواز خان جکراڻي
12.مير بخشو خان ڏومڪي
13.مير عبدالقادر خان جکراڻي
14.مسٽر غلام اڪبر خان بنگلاڻي
15.مسٽر نيڪ محمد خان ڪوسو
16.مسٽر محراب خان ڪوسو
17.حاجي محمد صادق خان مرهيٽو
18.مسٽر عبدالمجيد خان جکراڻي

19.مسٽر عبدالقادر خان کوسو
20.حاجي غوث بخش بجاراڻي
21.مسٽر نثار احمد خان کوسو
22.حاجي صوبدار خان کوسو
23.حاجي فخرالدين خان کوسو
24.مسٽر جکرو خان
25.مسٽر الاهي بخش خان
26.مسٽر روشن الدين خان
27.مسٽر سيٺ هوندراج صاحب
28.مسٽر غلام حيدر خان
29.مسٽر ارباب خان ٽالاڻي
30.مسمات شرو
31.مير عبدالمجيد کوسو
32.مير عبدالستار خان ڏومڪي
33.مسٽر داد محمد ڏومڪي
34.مير گدا علي خان پيو
35.مير شهباز خان سندراڻي
36.مير نواب خان ڏاهاڻي
37.خانبهادر سعيد خان رند
38.مير اختيار احمد خان سندراڻي
39.مير ثناالله خان پٽو
40.مسٽر عطا حسين خان ٻرڙو
41.حاجي محمد عظيم خان کوسو
42.مسٽر دين محمد خان کوش

43.مير اڪمل خان ڪوسو
44.حاجي داد محمد خان بنگلاڻي
45.مسٽر عبدالجبار خان سندراڻي
46.حاجي شاهنواز خان پنهور
47.حاجي علي مراد خان بليدي
48.مسٽر گل حسن(بابو) بروهي
49.سردار شير علي خان جکراڻي
50.مير محمد انور خان رند
51.مسٽر فخرالدين خان ڪوسو
52.مسٽر خان محمد خان پهوڙ
53.سيد نادر علي شاهه
54.مسٽر سردار خان مهر
55.مسٽر يار محمد خان ڪوسو
56.مسٽر جهانگي خان
57.مسٽر نائب مير خان مهر
58.مسٽر حبيب الله خان مزاري
59.مسمات رضيه بيگم
60.مسمات زهرا

# ضلعہ کشمور ائٽ کنڌکوٽ جون درگاهون

## درگاهہ سيد جمن شاهہ رح

هيءَ300سال پراڻي درگاهہ گورنمينٽ هاءِ اسڪول کنڌڪوٽ جي اولهہ طرف قبرستان جي اتر پاسي واقع آهي.
حضرت سيد جمن شاهہ رح جي حسب نس ۽ جنم ڀومي جي باري ۾ پڪ سان ڪير بہ ڪونہ ٻڌائي ٿو.چون ٿا تہ ٽيهن ورهين جي ڀوهہ جواني ۾ سهڻي صورت وارو انسان اٺ جي سواري تان اچي کنڌڪوٽ شهر جي ان تربت واري جاءِ تي لٿو ۽ ڪيترو وقت زندهہ هو ڪڏهن وصال ڪيائين .جئين هن ضلعي جي مڪمل تحقيق ۽ تحرير ڏانهن توجع ڪنهن نہ ڏنو. تيئن هتان جي درگاهہ جو بہ حال ساڳيو آهي .

هن درگاهہ جي جاءِ تي ڪيترا ورهہ اڪيلي اها هڪ قبر هئي جيڪا بعد ۾ آهستي آهستي قبرستان جي صورت اختيار ڪئي پوءِ ڊاڪٽر محمد اشرف پٺاڻ نالي شخص سرڪاري اسپتال کنڌڪوٽ ۾ نوڪري ڪندو هو تنهن کي خواب ۾ آيو تہ جڳهہ جوڙائيو .جيڪا چوڪندي جي صورت ۾ قائم دائم آهي.ڊاڪٽر محمد اشرف ڪٿان جو پٺاڻ هو ان باري ۾ ايتري معلومات ملي تہ ان جو نندو ڀاءُ آغا محمد يعقوب خان پٺاڻ ڪڏهن ڊپٽي ڪمشنر ضلع جيڪيب آباد ۾ رهيو هو .هن درگاهہ تي اڪثر اِهل فڪر وارا هر هفتي سومر جي رات حاضري ڀريندا آهن.

# درگاھ امن بهادر رح

حضرت امن بهادر علي بنگوار جنهن کي هرڪو امن بابا رح جي نالي سان سڃاڻي پيو.حضرت امن بابا رح عبدالحڪيم جي نالي سان جيڪب آباد مان فوج ۾ ڀرتي ٿيو.انهن مان پوءِ به ساڻي فوج مان پڇي آيا.امن بابا جالنا (انديا)مان آخري سرٽيفڪيٽ سان ريل جي پاس روڪ رقم 203روپيه ڏيئي سرڪار روانو ڪيو.حضرت امن بابا جا وڏا ڪنڌڪوٽ جي ڀرسان مير مختيار احمد سهرياڻي جي ڳوٺ جا وينل هئا.اهو ڳوٺ هينئر به آباد آهي.

حضرت امن بابا اڪثر جمن شاھ جي درگاھ ڀرسان گورنمينٽ هاءِ اسڪول جي اترين ڪنڊ تي مٽيءَ جي ڍير تي وينل نظر ايندا هئا. راقم الحروف هاءِ اسڪول پڙهڻ وقت ايندي ويندي اتي ڏٺو.امن بابا رح اڪثرفوجي وردي پائيندو هو.هڪ قداور سهڻو انسان هو. ظاهر ۾ گهٽو مجروب حالت ۾ گهمندو ڦرندو هيو.پڇاڙي واري عرصي ۾ حضرت سيد جمن شاھ رح جي درگاھ ۾ ويهندو هو. جتي سائل ڪڙو چاڙهي چوڏاري باادب ٿي وهندا ۽ سدائين نهاريندا هئا ته من اسانجي باري ۾ ڪجھ ڳالهائي ۽ دل جي ڳالهين جي رهنمائي ڪري،خدا ڄاڻي ڪنهن ڪنهن جي سوالن جا جواب ڏيندو هيو ۽ پسگردائي واريون ڪيتريون ذاتيون اڄ به جمن شاھ جي ڀرسان جوڙيل درگاھ تي حاضري ڀرينديون آهن .

# درگاهه حضرت وڏي شاهه رح .

حضرت سيد وڏي شاهه شمسي رح جي درگاهه وچ شهر ڪنڌڪوٽ ۾ آهي.حضرت سيد وڏي شاهه جي پڙ پوٽي سيد سائين ديدار علي شاهه (جيڪي هن وقت سجاده نشين آهن جن جي ويهڻ بيٺڪ درگاهه جي اڳڻ ۾ آهي ) جنهن معلومات ڏيندي فرمائيو ته:

حضرت سيد وڏي شاهه رح اصل اچ شريف پنجاب کان مريدن جي خواهش تي لڏي آيا.هن درگاهه جي جاءِ تي مٽيءَ جو دڙو هيو.سندس وصال 1290هه آهي.هي احوال سجاده نشين سائين ديدار علي شاهه پنهنجي دفتر مان ڏسي بئي ڏنيهن تي ٻڌائيو.

حضرت سيد وڏي شاهه جا گولا،بگٽي،سهرياڻي ۽ جعفري مريد هئا.سندس درگاهه وچ شهر جي ڪري سيني ماڻهن جي سڪ لاءِ پڻ اهميت واري به آهي.

حضرت سيد وڏي شاهه کي هڪ پٽ سيد رنگو شاهه ٿيو .

حضرت سيد رنگو شاهه کي هڪ پٽ سيد الهڏيوايو شاهه ٿيو.

حضرت سيد الهڏيوايوشاهه کي ٻه پٽ ٿيا.

(1)سيد ديدار حسين شاهه (2)سيد فياض حسين شاهه.

# درگاھ صوفي شاھ ڏنہ "مشتاق"سائين رح

(ظهور 1921ع۔وصال 25جنوري1987ع)

حضرت صوفي شاھ ڏنا "مشتاق"سائين پناھ خان لاشاري جي گهر 1921ع ۾ ظهور پزير ٿيا. پرائمري تعليم دڙي مان پراپائون,سنڌي فائينل جو امتحان پاس ڪري پرائمري استاد بڻيا. ڪجھ وقت ڪانپوءِ سردار مير سندرخان سندراڻي جي اسرار تي پرائمري استاد جي نوڪري ڇڏي,ڇئني پاڙن جي زمينن جي سنڀال لاءِ عام مختيار رهيا.

حضرت "مشتاق"سائين سورهن ورهين جي عمر ۾ حضرت شهنشاھ داتا ولايت علي شاھ "شاھ ولايت"جيلاني جا طالب ٿيا(1)سندس ايترو راز هيئن جو ڪين وڏو فرزند سڏيندا هئا.

حضرت "مشتاق" سائين اڳتي هلي سندراڻي ميرن جي عام مختياري ڪي بہ ترڪ ڪيو.حضرت "مشتاق"سائين جن سترهن ورھ حضرت بابي ميرل فقير جاگيراڻي (2)جن ڪان فقر جي سڪيا ورتائون.پنهنجي حال ۽ محنت سان فقر جا سيئي ذرجا عبور ڪيائون ۽ شهنشاھ مرشد پاڪ ڪين خلافت جي دستار عطا ڪري طالب ڪرڻ جي اجازت ڏنائون.جن فقيرن سائين ڪي روبرو ڏٺو ۽ صحبت ۾ رهيا تن ڪي خبر آهي.صوفي فقير "مشتاق"سائين جن سفر اجمير تائين ويا.۽ حج بيت الله بہ ڪيائون.سندس وصال 25 جنوري 1987ع ۾ آهي.درگاھ ڪنڌڪوٽ ويجهو بيگاري سنڌ فيدر جي آردي 219 وٽ انڙ ڪئنال جي ڪناري تي قائم آهي.ان جاءِ تي ئي 1984ع ۾ پنهنجو آستانو جوڙيو هيائون.جنهن ۾ هر مهيني جي يارهين شريف شروع ڪيائون. هر مهيني يارهين شريف ان وقت ڪان مقرر ٿي ۽ پنهنجي مرشدن فقراءُ جماعت. عزيزن سڀ ڪنهن ڪي وصعيت ڪرڻ فرمائياڻون تہ اسانجي آرام گاھ ۽ درگاھ هتي ئي جڙندي ۽ پنهنجي حال وصلي ٻچن ۽ ٻارن جي لاءِ ولي

وارث ۽ پڳ ڌڻي صُوفي فقير عبدالمالڪ عرف جمال الله فياضي بجاراڻي مقرر ڪيائون. جيڪو سندس طالب آهي.حضرت بابا شاهه ڏنـ رح جن ظاهر باطن جا عالم ۽ شاعر هئا.جن جو شاعري ۾ تخلص"مشتاق"آهي ۽ ويراڳي پڻ عقيدت سان ڳائيندا آهن.

حضرت صوفي"مشتاق"سائين جن جو هر سال جنوري 25،24 ۽ 26 تي ڏينهن ميلو ٿيندو آهي درگاهه ۾ رهائش جو بهترين بندوبست ڪان علاوه سني لائبريري پڻ آهي.

1.هن درگاهه جا خاص ويراڳي:صوفي سلامت بجاراڻي، فقير شفيع محمد قمبراڻي، دلي جان عرف مولوي فقير، سانول فقير، اياز بجاراڻي، واجد لاشاري ۽ ٻيا پسگردائي وارا ويراڳي هر مهيني چنڊ جي يارهين ۽ ميلي ۾ ايندا آهن.

(1)سجاده نشين درگاهه حضرت داتا فيض درياءِ انباهه شريف چڪ پرڪڻ ضلع شڪارپور .هن درگاهه جو ذڪر"اسرارنباهه"۾صوفي بابا عبدالمالڪ سائين جن مفصل تحقيق سان قلمي نسخه ۾ تحرير ڪرڻ فرمائيو آهي.

(2)جيڪي حضرت داتا فيض درياءِ جا طالب بـ هئا. جن جي نالي فيض درياءَ جيلاني جو رسالو ڇپيل آهي.

# حضرت بروهي پير رح

حضرت صوفي رضا محمد ولد فيض محمد بروهي، مستونگ بلوچستان جي متانهين علائقي سلطان ڪاريز جا وينل هئا.اتان حجرت ڪري پاڪ ناڙي ۾ آيا. اتان پوءِ تعلق ڪنڌڪوٽ ديهه سون واهه ۾ اچي رهيا ۽ اتي ئي درگاهه قائم ڪيائون. ڪنڌڪوٽ جي پرسان ست ڪلوميٽر(نيشنل هاءِ وي شڪارپور سان)شيران مائنير جي ڪناري روڊ کان 3 ڪلوميٽر اتر طرف سندس درگاهه بروهي پير جي نالي سان مشهور آهي.هر مهيني چنڊ جي 21 تاريخ تي طالب فقير حاضري ڀريندا آهن ۽ ساليانو هڪ ڏينهن پڻ ميلو 21 رب الثاني ۾ ٿيندو آهي.

حضرت صوفي رضا محمد بروهي رح ظاهر ۾ حضرت محمد صديق مستونگ رح جن جا طالب هئا. جن جو سلسلہ طريقت نقشبندي آهي، حافظ صاحب جي درگاهه ۽ چوڪنڊي جامع مسجد مستونگ شهر ۾ آهي.

حضرت صوفي رضا محمد بروهي رح جي درگاهه جي خدمت واحد بخش ولد بنگل پٽو ڪنڌڪوٽ وارا ڪندا آهن. ظاهر ۾ هر مهيني ۽ ساليانې ميلي تي مالي مدد مڪمل فقير مير ولد بڪر گولو جن ڪندا رهندا آهن.حضرت صوفي رضا محمد بروهي رح پهريائين اسانجي ڳوٺ محمد مريد خان باجڪاڻي جي پرسان روڊ تي اچي اٺ تان لٿا ۽ لهندي قرآن پاڪ کولي پڙهڻ شروع ڪيائون. بقول فقير واحد بخش پٽہ جي تہ روزانہ ختم ڪرڻ لاءِ حضرت قلندر شهباز جي طرفان ڪين خواب ۾ آيو هو.

حضرت فقير رضا محمد رح جي نڪ وٽ ڪيس ڦٽ هو جنهن ۾ جيت پيل هئا جيڪي حضرت ايوب عليہ السلام جي سنت مطابق ڪرنڌڙ جيت ڪڍي ان جاءِ تي رکندا هئا تہ هي الله پاڪ

جا مهمان آهن انهن کي جيئن ڪاب تڪليف نہ ٿئي.نڪ تي نشان راقم الحروف ڏٺو هيو ۽ ديدار اها هڪ گهڙي پلڪ ٿي.پاڻ قداور سنهڙا باريش بزرگ هئا.سندس وصال وقت عمر 132 ورہ هئي.

# درگاھ سخي شاھ حسين جيلاني رح

ظهور 1133 وصال 27 رمضان 1236ھ

حضرت سخي شاھ حسين ابن بهادر شاھ جيلاني پير مبارڪ شاھ بغدادي(عادلپور گهوٽڪي)وارن جي حسب نسب مان آهن.جيڪي پيڙين وسيلي سنڌو درياءِ جو سفر ڪندي هتي اچي رهيا. جيلاني اهل بيت پنهنجي وقت جا غوث هئا.حضرت سخي شاھ حسين جيلاني رح جن پنهنجي حياتيءَ ۾ پنهنجو آخري آرام گاھ(مقبرو)۽ نون قبن واري عاليشان مسجد جوڙائي هيءَ مسجد مغل شهنشاهن جي تعميراتن وانگر سنڌ جي شهڪار عمارتن مان آهي.

هيءَ مسجد ۽ درگاھ شريف غوثپور شريف جي وچ بازار ۾ آهي، جتي ديني درسگاھ اول کان قائم دائم آهي. غوث پاڪ جي لقب پويان هن شهر جو نالو غوثپور پيو.

# درگاهہ سخي محمد رمضان شاهہ

حضرت سيد سخي محمد رمضان شاهہ جيلاني جن جي درگاهہ قديمي شهر هيبت تعلق ڪنڌڪوٽ ۾ آهي. سائين جن جو حسب نسب حضرت سائين موسن شاهہ جيلاني. گهوٽڪي شريف وارن سان ملي ٿو. جيڪي حضرت مبارڪ شاهہ بغدادي جي اولاد مان آهن.

حضرت سيد سخي محمد رمضان شاهہ جن جا پويان سجاده نشين بہ صاحبِ ولايت هئا. انگريزن جي دور ۾ سائين محمد رمضان شاهہ جيلاني جن جو سجاده نشين حضرت سائين ڪوڙل شاهہ انگريزن جي دربار ۾ حاضري نہ ڀرڻ ڪري سرڪار ڏمريل رهي.

هڪ ڀيري سڪي ناهڻ جي الزام هيٺ ڇاپو هڻن جي ارادي پوليس هيبت ڪاهي آئي. ڇاپي هڻن وقت ڀيو ڪجهہ نہ آيس. البتہ هڪ ڪارتوسي پستول هٿ ڪري چالان ڪرڻ جي ارادي سان سائين ڪوڙل شاهہ کي هٿڪڙي هڻن پيا. اها هٿڪڙي بند نہ پئي ٿئي. تنهن هوندي بہ ڪيس سکر سينٽر جيل وٺي ويا. ۽ جيل ۾ چڪي هلائڻ جي لاءِ جيلر حڪم ڪيو.۽ هن انڪار ڪيو پر جيلر چيس تہ سيد اسان وٽ جيڪو هت ايندو ان کي چڪي هلائڻي پوندي. نيٺ ڪوڙل شاهہ چڪي وٽ اچي چڪي کي امر ڪيائون تہ "هل ڙي چڪي" تنهن وقت جيل جون سيئي چڪيون بنا ماڻهن جي هلائڻ پنهنجو پاڻ هلي پيون. تنهن تي جيل انتظاميہ ۽ قيدي حيران پريشان ٿي ويا. انگريز پڇيس تہ هي معاملو ڇا آهي. سائين ڪوڙل شاهہ فرمايو تہ جڏهن مونکي پڪڙي آيا تہ امڙ سائڻ دعا ڪئي ان جو اثر هوندو. آخر ڪورٽ ۾ حاضري تي. وٺي ويا تہ ڪيس ڪو نہ ڀيو ليي آخر مجبور ٿي ڪيس آزاد ڪري ڇڏيائون.ان انگريز پنهنجي اولاد ٿيڻ لاءِ دعا گهرائي ۽ اولاد ٿيس

اهي ڳالهيون اڄڪلھ ماده پرست يا ظاهري علم وارا گهٽ مڃيندا مگر جن الله پاڪ کي ريجهائي ورتو انهن لاءِ اهڙا موجزا معمولي هوندا.
حوالو:هي معلومات سائين زاهد علي شاھ کان ورتم.

# درگاھ صادق علي سيلاني رح

سائين صادق علي سيلاني لاهوتي جن ڳوٺ مقدم جعفر خان ڪوسہ يوسي ڪجلي تعلقہ ڪنڌڪوٽ ۾ ڪوسہ قوم جي مقدم گهراڻي ۾ محترم عبدالله سائين جي گهر ۾ پيدا ٿيا.
پاڻ سڄي زندگي ستي جتي رهيا ۽ شادي نہ ڪيائون. تعليم ۾ فقط هڪ ٻہ درجا پڙهي ڇڏي ڏنائون پاڻ لُدني علم جا مالڪ هيا.فقير پاڪ جن جا ڪافي صوفيانہ ڪلام ڪافي بيت دُهڙا ۽ سي حرفي آهن خاص جدا الف، ب، تي لاتعداد مارئيجي سر ۾ موجود آهن رسالو پاڪ هٿ سان فقط لکيل آهي.سائين صادق علي سيلاني جن حضرت سائين انور علي شاھ بخاري جهانپور ڳهوٽڪي وارن جا خاص طالب فقير هٿا. فقير سائين جن جا ڪافي طالب ۽ عقيدت مند هر شهر ۾ موجود آهن. پاڻ ڪافي دفعا لاهوت لامڪان پيادل ويندا رهيا. اڪثر سيلاني هوندا هُيا.ان ڪري لاهوتي ۽ سيلاني لقب هوندو هُين.فقير سائين مالڪ جن 22 صفر 1397هجري ۽ 11 فيبروري 1977ع بروز جمع ڏينهن صبح جو 9 بجہ شهر ڪنڌڪوٽ 60 ورهين جي ڄمار ۾ وصال فرمايائون.سندن آخري آرام گاھ روضو مبارڪ عيدگاھ محلي ڪنڌڪوٽ شهر ۾ آهي. وصال جي تاريخ تي هر سال عُرس مبارڪ يعني ميلو ٿيندو آهي.
(1)مٿيون احوال سندس پياري طالب فقير سائين بختيار احمد ڪوسہ جن کان مليو.

# درگاهه هيبت شهيد رح

حضرت هيبت شهيد رح ظاهر ۾ ذات جا ڏاهاڻي آهن.سندس درگاهه ٻه ڪلوميٽر ڪن تنگواڻي شهر کان اوڀر طرف ريلوي بند سان آهي.سندس شهادت جي سن بابت پڪي طرح ڪير به نٿو ٻڌائي.درگاهه جا خدمتگار سندس ذات وارا آهن.

سيني بسيني تاريخ مان معلوم ٿئي ٿو ته بلوچستان ۾ ٽڪر تي رهندڙ مري ۽ بگٽي قبيلا برساتن تي معاشي گذر ڪندا هئا.سالن جا سال بک بدحالي ڪري ارغونن ترخانن جي دور باغي قبيلا سنڌ چڙهي ٽڪر وسائي وقت بوقت سنڌ جي ڌاري حڪمرانن جون ننڍون ڦٽائيندا ڌاڙا هڻي بلوچستان نڪري ويندا هئا.انهن جو ڪو ٽولو سنڌيءَ جو چوپايو مال ڦريون پيو وڃي.هڪڙي عورت هيبت خان کي خدا پاڪ جو واسطو ڏيئي چيو ته مال ڇڏائي ڏيو. انهن سان هيبت خان مهاڏو اٽڪائيندي شهيد ٿي ويو.هر سال ذوالحج مهيني ميلو لڳندو آهي.

# درگاهه سخي صوبدار رح

حضرت سخي صوبدار رح ظاهر ۾ ذات جا ننڊواڻي بلوچ آهن.(ذاتيون ۽ نالا فقط سڃاڻ لاءِ آهن. الله پاڪ وٽ چڱو اهو آهي جنهن جا عمل چڱا آهن).سخي صوبدار رح حضرت شاهه حسين جيلاني رح جن جا طالب شاگرد هئا.سخي صوبدار سخاوت ڪري مشهور الله وارا هئا. درگاهه ۾ هر وقت خدمتگار پنهنجا عزيز ننگر هلائيندا آهن .

هيءَ درگاهه ايريگشن صيفل بنگلا اتر واهه ويجهو واقع آهي.تنگواڻي شهر کان چار ڪلو ميٽر اولهه طرف آهي.

# درگاهه حضرت شاهه محمد شاهه جيلاني رح

حضرت شاهه محمد شاهه جن جو حسب نسب حضرت مبارڪ شاهه بغدادي (عادلپور ضلع گهوٽڪي)جن سان ملي ٿو.حضرت شاهه محمد شاهه جن گهوٽڪي(صاحبن جي لوءِ شريف)مان فتح آباد مريدن جي اسرار تي لڏي اچي رهيا(هي ڳوٺ غوثپور شهر کان ڏکڻ طرف هاٿوڪي درياءَ طرف جنهن کي هتي عام ڍنڍي يارپ بہ چوندا آهن.)ان ديهہ جو نالو بہ ديهہ شاهه محمد شاهه آهي.چون ٿا تہ حضرت شاهه محمد شاهه سان گڏ سندس ڀاءُ عبدالخليل شاهه جي تربت بہ آهي.جيڪي عبدالرحمن شاهه دهلوي جا مريد هئا.حضرت شاهه محمد شاهه جو 4 فيبروري هر سال مريد ميلو ڪندا آهن.

# درگاهه ميران شاهه رح (ابدال)

حضرت ميران شاهه رح جي درگاهه تعلقہ ڪشمور بڊاڻي شهر جي ويجهو آهي.حضرت ميران شاهه رح تمام قديمي آهي.سندس حسب نسب بابت پڪ سان ڪير بہ نٿو ٻڌائي.درگاهه ويجهو اڄ تائين وڏو جهنگ آهي.اسانجي قوم جيئري ڪنهن کي گهٽ مڃيندي آهي. ان وقت ڪهڙا قبيلا ۽ ذاتيون مڃيندا هئس مگر هن وقت تمام گهڻا ماڻهو درگاهه جي حاضري ڀريندا آهن.

# حضرت سيد فتح شاهه بخاري

وصال 1943ع عمر 50 سال

حضرت فتح شاهه اڄ شريف کان اچي ڪشمور شهر ۾ رهيا.

سندس وڏا اچ شريف جا رهاڪو هئا.حضرت فتح شاهه جا فرزند سيد مبارڪ علي شاهه هتي پيدا ٿيا ۽ استاد رهيا. هن وقت سيد مبارڪ علي شاهه جو فرزند سيد نظر حسين شاهه(جنم 1942ع)حال حيات آهي.جنهن جا ٽي فرزند آهن هر هڪ ضمير حسين شاهه. زاهد حسين شاهه(وڪيل) ۽ منظور حسين شاهه. سيد فتح شاهه جن جي تربت جي تعمير 1962ع ڌاران ٿي آهي. تربت وچ شهر سومرا محلا ڪشمور ۾ آهي.

# درگاهه فقير ميان عبدالستار سائين رح

ڪشمور شهر ۾ قومي شاراهه جي اولهه طرف ڪان آسمان سان ڳالهيون ڪندي جيڪا اوهان ڪي درگاهه نظر ايندي اها درگاهه خاص ڪري هوبهو حضرت سائين حافظ محمد صديق رحمت الله جن جي درگاهه جو سڪون لاهيندڙ آهي.

هن درگاهه جو قيام 1968ع ڌاران فقير ميان عبدالستار "شاهه سائين"(ولادت 1936 ۽ وصال 20 آڪٽوبر 1985ع )جن رکيو. مقبرو ميان عبدالطيف سائين"لعل سائين"جن جوڙايو.هن درگاهه بابت روايت هن ريت آهي فقير ميان عبدالرحمان سائين رحمت جن ڪي"پورل سائين"لقب سان سڏيندا هئا.جيڪي وقت ۽ حالتن ڪري ڪجهه وقت گنداواهه بلوچستان وڃي رهيا.ان ڪانپوءِ پاڻ واپس ٿي درگاهه عاليه پرچوندي شريف ڏهرڪي ۾ قيام پذير ٿيا ۽ پنهنجي ٻئي نمبر چشم چراغ فقير ميان عبدالڪريم سائين(جنهن ڪي بگل سائين سڏيندا هئا)جن ڪي امر مليو ته ڪشمور تعلقي سڪونت اختيار ڪريو.اهي سال 1958ع ڌاران ڪجهه وقت ڪاهي شهر(ڪاهي بداٽي)۾ رهيا(هي شهر پاڪستان ٺهڻ کان اڳ ۾ هندن ۽ مسلمانن جو گڏيل شهر سنڌو درياءِ جي ڪناري تي وچ اوچ ۾ هو)اتان فقير"بگل سائين"جن هلي اچي

ڪشمور شهر جي ويجهو پراڻي ريلوي اسٽيشن جي اتر اولهہ اڌ ڪلوميٽر تي رهيا. تنهن ڪانپوءِ وري اتان اٿي اچي ان مقبري واري جاءِ وٽ رهيا ۽ اتي ئي وصال 1964ع ۾ ڪيائون.جتان پورل سائين ڪٽائي درگاهہ عاليہ پرچوندي شريف ۾ هميشہ لاءِ آرامي ڪيائون(1).ڪاهي ۽ پراڻي اسٽيشن لڳ ڪشمور وارين جاين تي رڳو جاءِ نماز ناهيندا آيا.مسجد نہ جوڙائڻ بابت مريدن عرض ڪيو تنهن تي فرمايائون تہ اسان جو دلي ايرادو واپس وڃڻ جو آهي اهو مخفي راز تڏهن ڪليو جڏهن"بڳل سائين"جن ڪي آخري آرام گاهہ واپس درگاهہ عاليہ پرچوندي شريف ڏهرڪي جي قبرستان ۾ مليو.

فقير ميان عبدالستار"شاهہ"سائين جن ڪان بعد سلسلي طريقت موجب سجاده نشين فقير ميان عبدالطيف"لعل سائين"ٿيا ۽ 8 آڪٽوبر 1994ع ۾ ظاهر پير روڊ حادثي بهاني راهہ رباني وٺي هميشہ لاءِ وڃي هيڪڙائي هيڪ ٿيا. جيڪي پنهنجي والد محترم جي پرسان ان ڪشمور واري مقبري ۾ آرامي آهن.هن وقت فقير ميان حفيظ الله سائين جن سجاده نشين آهن.

(1)تاريخ لکن ٿا تہ پورل سائين اڳ ۾ وصال ڪري ويا. ان ڳالهہ ۾ تضاد آهي

(2)حوالو☆

## حضرت حافظ محمد صديق رحمت الله پرچوندي شريف

درگاهہ عاليہ پرچوندي شريف ڏهرڪي شهر جي ويجهو دائم قائم آهي.جيڪو ضلع گهوٽڪي سنڌ جي نقشي تي آهي ۽ هند سنڌ ۾ مشهور آهي. هن درگاهہ جو سلسلو حضرت عليجاه شيخ اعظم حافظ محمد صديق قادريہ عليہ رحمت ولد محمد ملوڪ عليہ رحمت ذات سميجہ ولادت 1236هہ وصال 1819ع 1308هہ 1891ع) ڪري مشهور آهي.حضرت شيخ اعظم حافظ محمد صديق عليہ رحمت جي هن دنيا ۾ ظهور پذير ٿيڻ سان جلد والد صاحب

هن دنيا مان لڏي دارالبقا هليا ويا.تعليم ۽ تربيت والده ماجده صاحبہ جن جي سايہ رحمت ۾ ٿي. قرآن مجيد جي تعليم علائقي جي مشهور درگاهہ ماڙي جندو( نزد احمد پور سابقہ رياست بهاولپور)۾ شروعات ٿي.حضرت جن چمندي چاڙ هئا.ولايت ۽ خدا شناسي جي ذڪر فڪر ڏيڻ لاءِ تمام گهڻا ڪتاب لکيل آهن جيڪي درگاهہ جي لائبريري ۾ رکيل شاهد آهن.

هتان جي فقيرن جي طريقي ذڪر فڪر ۾ ساڳيو ئي پرچونڊي شريف وارن جو رنگ پريل آهي(☆)۽ فقير حضرت حافظ محمد صديق رحمت الله جي گادي ڌڻي حضرت فقير ميان عبدالخالق سائين جن جو ساڳيو ادب احترام پڻ ڪندا آهن.

ڪيترن عالمن، اديبن، دانشورن، ڏاهن ماهرن ڊاڪٽرن جون تحريرون ۽ هر سال درگاهہ ايندڙ علماءِ اڪرامن بين جا پڙهيل مقالا، مضمون حافظ الملت اڪيڊمي ڏهرڪي پاران ۽ اداري پاران ڪافي ڇپيل آهن جيڪي هن وقت درگاهہ عاليہ ۾ موجود آهن.

حضرت شيخ اعظم سائين حافظ محمد صديق رحمت الله جن شادي ڪانہ ڪئي هئي ان دوران گهڻن ماڻهن فڪري يعني سجاده نشين ٿيڻ اولاد بابت چاڻڻ پئي چاهيو تہ پاڻ فرمائيندا هئا تہ:بسم الله الرحمن الرحيم.ان مان اهل علم ڪامل انسانن سمجهيو تہ1 حضرت عبدالله رحمت جيڪي سندس پائيٽا بہ هئا تہ انهن جي تربيت بہ پاڻ ڪريم جن ڪئي هئي.2.حضرت عبدالرحمن رحمت 3.حضرت عبدالرحيم رحمت جن يعني سائين سلسلہ سجاده نشين هجڻ جو اشارو عطا ڪيائون.جيڪي عبد جي اولي ۾ الله، رحمن، رحيم جن جي اولي ۾ عالم ارواح ڪان ايندا رهيا، تنهن ڪان اڳتي بہ عبد جي اولاد ۾ حضرت ميان عبدالحليم رحمت ۽ حضرت ميان عبدالخالق سائين جن هن ذڪر فڪر جي ڪاروان کي هلائڻ ۾ سرگرم رهيا.

# سائين عبدالله رحمت

حضرت شيخ اعظم دوم ميان سائين عبدالله رحمت 1283ھ ولد قاضي الله بخش يعنيٰ حضرت شيخ اعظم حافظ الملت جا ننڍا پائر هئا. انهن جي حويلي ۾ جنم ورتي آيا.ميان سائين عبدالله عليہ رحمت جن سجاده نشين ٿيڻ وقت 25 ورهين جا ظاهر ۾ هئا.بروز اڱاري جي رات عشاءَ افتاب فقير غروب 1346ھ ۾ ٿيو. تنهن کانپوءِ شيخ اعظم ثاني.

# حضرت ميان عبدالرحمن سائين

حضرت ميان عبدالرحمن رحمت الله ولادت 1310ھ 1892ھ)جن پنهنجي والد محترم حضرت عبدالله جي وصال 1346ھ کانپوءِ سجاده نشين ٿيا. شيخ اعظم حضرت ميان عبدالرحمن رحمت المعروف پورل سائين جن ظاهر باطن علم جا شمس دلير باهمت عظيم انسان هئا. برطانيہ جي جنگ جڏهن جرمني سان هلي پئي ۽ سنڌ جي گورنر کي سڀني درگاهن کان دعائن لاءِ اپيل ڪرڻ وقت گورنر سنڌ اوباڙي جي مختيارڪار کي هن درگاهہ ڏانهن روانو ڪيو تہ وچي فتح لاءِ دعا گهرائيو.تنهن تي سائين حضرت پورل رحمت الله جن وراڻيو تہ انگريزن وٽ بدراهي گهٽي طرف کان آهي هو توبہ ڪن تہ دعا گهري ويندي ۽ انڪار ڪري جواب موڪليائون.

حضرت پورل سائين جي زماني ۾ مسجد منزل گاهہ سکر جي جهيڙي کان بعد جلد 12 آڪٽوبر 1939ع ۾ سنڌ جو مشهور راڳي ڀڳت ڪنورام جو رڪ اسٽيشن تي قتل ٿيڻ 17 جولاءِ 1940ع ۾ مشهور ڪارڪن ايل اي هاسارام پنجاڻي کي روهڙي اسٽيشن جي ويجهو قتل ڪيو ويو.انهن واقعن جو سچو

الزام مسلمانن تي مڙهڻ ۽ هندن جي خيال ۾ اشارا درگاهه عاليہ پرچونڊي شريف ڏانهن منسوب ڪرڻ ۽ اسيمبلي ۾ حضرت پير عبدالرحمن سائين(پورل سائين)جن تي سخت تنقيد جو نشانو بڻائڻ ڪي ڪيترا ڪتاب رد ڪن ٿا ۽ انهن محققن جا دليل آهن تہ اگر درگاهه پرچونڊي يا مسلمانن جون بيون درگاهون ملوص هجن ها تہ سڪر ڊويزن ۾ رهندڙ ڪوبہ هندو سنڌ ۾ نہ رهي ها.اها سازش انگريزن جي اشاري تي بڌل نظر اچي پئي چاڪاڻ تہ هندو مسلم فساد جي بنياد تي هندن سکن جو پنجاب لاهور کان ۽ سنڌي هندن جو سنڌ کان ۽ مهاجرن جو هندوستان مان لڏائڻ انهن جي جاين ۾ هڪ ٻئي کي رهائڻ ڪليم ڏيڻ برصغير کي ٻہ حصا ڪرڻ ۾ انگريز شامل هئا.اگر ائين نہ ٿئي ها ۽ هن برصغير جو ورهاڱو نہ ٿئي ها ۽ انگريز جنهن صورت ۾ برصغير تي قبضو ڪيو هو سو تيئن ئي ڇڏي هليو وڃي ها تہ اڄ دنيا ۾ پهرين طاقت برصغير هجي ها جيئن حضرت مولانا عبيدالله سنڌي جي فڪر ريشمي رومال جي تحريڪ هئي.افسوس جو مسلمانن کي پڙڪائي مسجد منزل گاهه جهڙا جهيڙا ڪرائي هندو مسلم رت وهائي انگريز پنهنجي چال ۾ ڪامياب ويا.

حضرت پير ميان عبدالرحمن المعروف حضرت پورل سائين جن جو وصال 9 جمادي الاول 1380هه مطابق 20 آڪٽوبر 1960ع آهي.

## حضرت ميان عبدالرحيم عليہ رحمت

حضرت پير ميان عبدالرحيم عليہ رحمت ولد مجاهد الاسلام حضرت پير ميان عبدالرحمن(پورل سائين)رحمت جن جي ولادت سن 1330هه 1910ع ۾ ٿيو ۽ سائين جن جي بيعت ربيع الاول 1346هه 1926ع ۾ آهي.پاڪستان جي صدر ايوب جي زماني ۾ 1963ع ۾ ڇهہ مهينا نظربند رهيا. 1965ع ۾ پاڪستان پارٽ

جنگ ۾ راجستان سيڪٽر ۾ عملي طور مريدن مجاهدن سان خود محاذ تي به پهتا ۽ ضروري شين جو پڻ انتظام ڪيائون.

1946ع ۾ والد ماجد جن جي قيادت ۾ 150 فقراءِ سان گڏ آل انديا سني ڪانفرنس بنارس ۾ شريڪ ٿيا.21 نومبر1969ع ۾ برڪت علي اسلام حال ۾ يوم محمد بن قاسم تي صدارتي تقرير ڪيائون ۽ ٽوبه ٽيڪ سنگهه سني ڪانفرنس سال 1970ع ۾ شريڪ ٿيا.حضرت پير ميان عبدالرحيم رحمت 20 رجب 1391ھ مطابق 21 ڊسمبر 1971ع ۾ شام جو چئن غير مصلح ماڻهن سان گڏ بيٺا هئا ان وقت کين شهيد ڪيو ويو.ان کانپوءِ گادي تي حضرت پير عبدالحليم رحمت جن ويٺا.

# حضرت پير عبدالحليم رحمت

حضرت پير ميان عبدالحليم رحمت ولد حضرت پير ميان شهيد عبدالرحيم رحمت جا وڏا فرزند هئا.والد محترم جن جي شهادت کان بعد 1972ع جي اول ۾ مسند تي جلوه افروز ٿيا. اهو وقت سندن خانداني جهڳڙي رساڪشي جو دور هو.پاڻ ٿوري عرصي ۾ مدرسه جي عمارت ۾ واڌارو ڪرايو. قرآن پاڪ جو درس جاري رکيو. مشائخن جي تبرڪات کي محفوظ ڪرڻ لاءِ تبرڪ منزل تيار ڪرايائون.حضرت پير ميان عبدالرحمن جي عرس مبارڪ جي موقعي تي غالبن 13،12 جمادي الاول 1393ھ مطابق 22 آگسٽ 1973ع ۾ خانقاه جي مسجد شريف ۾ فجر جي نماز دوران فائرنگ ڪري شهيد ڪيو ويو ۽ ساڻس گڏ 8 ماڻهو به شهيد ٿيا.ان کانپوءِ سندس وڏو فرزند حضرت ميان پير عبدالخالق رحمت جن سجاده نشين ٿيا.

# حضرت ميان عبدالخالق سائين

قمر المشائخ حضرت پير عبدالخالق منظ سال 1973 ۾ والد محترم جي وفات بعد 15 سالن جي عمر ۾ سجاده نشين ٿيا. پير سائين جي اچڻ سان پيار محبت امن کي قائم رکڻ لاءِ خانداني جهڳڙن کي اهو فرمائي هميشہ لاءِ ختم ڪيائون چيائون تہ:

پاڻ سڳورن حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله واله وسلم يتيم ٿيا تہ انهن کي چاچي نپائيو.گويا اهي والد رهيا. اهڙي ريت اوهان جو جهڳڙو بہ پاڻ ۾ پائرن وچ ۾ هيو.اوهان منهنجا چاچا يعنيٰ والد جي جاءِ تي آهيو آءُ اوهان سان سامهون نہ ٿيندس. جيڪي ڪجهہ ورثي ۾ ڏيندو تہ درگاهہ جي خدمت ۾ ڪم ايندو ۽ واڌارو ٿيندو ڀي صورت ۾ منهنجي پير مغان جي فڪر جا طالب فڪري اولاد ۽ منهنجا پائر آهن.انهن جي ظاهر همت ۽ الله پاڪ جي رحمت توڪل سان هن درگاهہ جو لنگر بہ دائم قائم هلندو. اسين رحمت العالمين حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ واله وسلم جا پوئلڳ ۽ صوفي القادري حضرت حافظ محمد صديق رحمت الله عليہ جا طالب آهيون.صوفين جو درس امن، پيار، محبت بقاءِ باهمي انسان ذات جي خدمت ڪرڻ آهي.اوهان سيئي چاچا بہ گڏجي هڪ ٿي هن پيار امن سلامتي واري دين جي ڏيئي کي تاقيامت روشن رکون تہ ڪامياب ٿينداسون.

حضرت پير ميان عبدالخالق عليہ رحمت جن درگاهہ عاليہ ۾ زائرين ۽ مهمانن جي سهولت لاءِ خوبصورت مهمان خانو اسلامي طرز تي تعمير ڪرايو.هن درگاهہ عاليہ ۾ هڪ مستقل شعبو تصنيف ۽ تاليف جو وجود ۾ آندو. جيڪو حافظ الملت اڪيڊمي جي صورت ۾ دنيا ۾ روشناس ڪرائڻ سان گڏ عاليشان ڪتب خاني جو بنياد وڌو.ان ۾ آءُ حق بجانب آهيان تہ هي درگاهہ هاڻي دين دنيا لاءِ اسلام جو هڪ ادارو آهي.هتي هر سال حافظ

الملت طرفان عالم دين صوفيا اڪرام گهرائي خقيقي اسلام (سلامتي واري دين)تي فڪر انگيز تقريرون ڪرائي ۽ اهي هر سال ڇپائيندا رهن ٿا جنهن سان هتان جي ماڻهن ۾ علم شعور جي واڌاري لاءِ تعريف جوڳو عمل آهي.ان ڪان علاوه پاڻ 1978ع ۾ جماعت اهلسنت صوبہ سنڌ جو نائب صدر ۽ 1985ع ۾ جماعت اهلسنت سنڌ جو امير ۽ 2002ع ڪان پوءِ ملڪ جا مرڪزي امير ٿيا.هن وقت صرف اسان جي ضلع ڪشمور ۾ چاليهه مدرسہ ۽ پروارن ضلعن ۾ 200 مدرسہ هلائي رهيا آهن.انهن جو تفصيل پنهنجي ضلعي جي مدرسن واري احوال ۾ درج آهي.

حضرت ميان عبدالخالق عليہ رحمت جن گهڻي ڪمال ۽ خوبين جا مجموعہ آهن، تصوف جي دنيا جا هڪ اهڙا درويش آهن، جن جي ديدار سان ئي روح ۾ تازگي ۽ فرحت جا آثار پيدا ٿيڻ شروع ٿي ويندا آهن.پير صاحب هڪ درويش منش ۽ سادگي جا پيڪر آهن، هن ناچيزکي ڪيترا پيرا ديدار جو شرف عطا ٿيو آهي.

حوالو:سہ ماهي تسخير لاهور 2012ع زير انتظام خرشيد گيلاني ٽرسٽ

# حضرت دولت شاه بخاري ڪرمپور شهر

دولت شاه بخاري جي پوري تاريخ جدامجد بابت ڪنهن کي ڄاڻ نہ آهي مگر هن جا ٽي ڀيا ياڻر بہ هئا.جن مان پير عالم شاه بخاري ڪرمپورڪان هيٺ بيگاري ڪئنال ڪناري سڄي پاسي جهانگوائي ڳوٺ ۾ آرامي آهي.جيئل شاه ان جي اصل نالي جي بہ خبر نہ آهي.ويجهڙائي وارا چون ٿا تہ سيد بادشاه ان نالي سان مشهور آهي.اهو نالو ڪيئن پيو، ڇا پس منظر آهي.ڪا خبر ناهي ٽيون نمبر ڀاءُ جيئي شاه ان ڳوٺ ڪان اڳتي بيگاري ڪئنال جي سون واه واري پل وٽ رڪيل آهي.

# مسجدون ۽ مدرسا

بر صغير ۾ اسلام سنڌ کان ڦهلجڻ شروع ٿيو. اسلام سلامتي وارو دين آهي، اها سلامتي سنڌ جي وستي وستي واهڻ واهڻ هر ڳوٺ شهر تائين اهڙي ريت ڦهلي جو هر ڳوٺ ۾ مسجدون تعمير ٿيون ۽ اتي بنا لوڀ لالچ جي خدا ڪارڻ عالم بزرگ اچي رهيا ۽ مدرسا قائم ڪيا ويا ۽ اجا تائين آهن . اهي بزرگ عالم پيش امام عظيم خوبين جا مالڪ هئا. دين جي تبليغ اهڙي ريت بر صغير تائين وڌي جو،سنڌ باب الاسلام پاڻ ڪريم حضرت محمد ﷺ جن جي دور کان سڏجڻ ۾ اچي پيو اهڙيون ڪافي حديثون آهن ته جن ۾ پاڻ سڳورن فرمايو ته ،سنڌ وطن کان مون کي ٿڌي هير ٿي اچي.

مسجدون ۽ مدرسا عنوان هيٺ تاريخ ۾ ان ڪري شامل ڪيا آهن ته هن وسيلي هڪ ته پڪن قديم ڳوٺن جي ڄٽپ اچي ويندي، ٻيو ته جن الله جي پيارن الله ڪارڻ درس ڏيڻ شروع ڪيو انهن ڪي تاريخ نه وساريندي،ٽيون ته پلي ڪم جي واڪاڻ سان نئين نسل ۾ ڀلائي جو جذبو پيدا ٿيندو، جڏهن هتي اسڪول ايترا ڪونه هئا ته ملان مڪتب اسڪول انهن مدرسن جي آڌار تي کوليا ويا هئا ته جيئن انهن مڪتب اسڪولن جي ذريعي علائقي ۾ شعوري علم جي تبليغ ڪري سگهجي.

جتي مسجدن ۾ صرف قرآن پاڪ پڙهايو پئي ويو اتي مدرسن جو قيام وڌو ويو. چاڪاڻ ته اسانجي بزرگن عالمن دين اسلام جي واڌاري لاءِ قرآن پاڪ جي پڙهائڻ کان وڌيڪ

سمجهائڻ ۾ عالم بڻائي دستار مبارڪ ٻڌائڻ جي چاڪوڙ ڪي اهم سمجهيو افسوس اڄ ان طرف ڌيان گهٽجي ويو آهي. روح جي خوراڪ گهٽ ٿيندي پئي وڃي ماده پرستي (مٽي جي) خوراڪ لاءِ سڀ سرڳردان آهن. جڏهن ته انساني روح ۽ مادي جو مرڪب شعوري علم آهي. جن صرف روح جي وڻ کي پاڻي ڏنو سي دنوي حالت ۾ ڪمزور ٿيا ۽ جن مٽي جي وڻ جي آبياري ڪئي سي سڪون برباد ڪري ويٺا. اهي پنگ شراب نند جون گوريون استعمال ڪري روحاني ۽ جسماني طور ڪمزور ٿيندا ويا. تنهنڪري سنڌ جي عالمن بزرگن روحاني خوراڪ سان گڏ مٽي جي خوراڪ کي لازم قرار ڏيندي مڪمل انسان ڪامل بزرگ ليکجڻ ۾ آيا. انهن جتي به درس ڏنو . اتي حڪيم ٿي دوا درمل ناهي واجبي رقم وٺي سفر گذر ڪري ايمان بچائيندا رهيا. پنهنجي مدد پاڻ ڪرڻ جي اصول تي جيئندا رهيا. اهي نه ڪڏهن جهڪيا نه وڪيا. تڏهن ته انهن جي تبليغ ۾ اثر هو. چون ٿا ته ڪنڌڪوٽ سونارڪي بازار وٽ مسجد جي پيش امام کي انگريز نياپو موڪليو ته مون وٽ اچي ڪيس ڪم آهي تنهن تي ان پيش امام (ذات جو پٺو هو) وراڻيو ته جنهن جو ڪم هوندو آهي اهو پاڻ ايندو آهي. آءُ ذڪر الله الله ڪرڻ وارو فقير آهيان اگر ڪو ڪم آهي ته لکي موڪليو.

منهنجي هن تاريخ ۾ مسجدن ۽ مدرسن جو تعداد ڏسي چڙيو ۽ ايترو وڏايو جو ٻه سئو سالن ۾ هن ضلعي جا درس گاهه ٻيٽا ليکيا وڃن. ڇاڪاڻ ته اسلام سلامتي پيار محبت امن پائيداري ٻڌا ۽ ٻاهمي ۽ انسان دوستي جو درس ڏيندڙ آهي. تنهنڪري هن خط کي انسان دوستي جي علم جي اهم ضرورت

آهي، هونئن به صدين کان سيني مذهبن جو بنيادي مقصد مکيه ڪم ساڳيو رهيو آهي،مگر جن سچ کي ڇڏيو، حقيقي مقصد کي ڇڏيو سي ڀٽڪيا ۽ برباد ٿيا . انهن قومن ۾ انا پرستي گهر ڪري ويئي لوڀ لالچ ڪاهي پئي ته اهي ڏرتي ڏٿي، شهنشاهه ڪارون الائي ڪيڏانهن ويا. معاف ڪجو اسين ٻين کي ڇو چئون هن خطي جي علائقي جا انسان پنهنجا اشرف المخلوقات وارا قدر وڃائي وينا ته انا پرست ، لوڀي لالچي، هڪ زات جي پيٽ ۾ شاهوڪار ٿيڻ جا خواب ڏسندي،چور ڌاڙيل،اغوا، قبيلائي جهيڙن جهڙا ڪم ڪرائڻ شروع ڪيا ته پوءِ اسانجو حشر به گمراهه قومن جهڙو ڪيئن نه ٿيندو، تنهن تي مولوي نورالدين "مسرور"بهلڪاٽي شعر لکيو ته

آزار الاهي کان ڪوئي گهر نه ڇٽل آ
گهر ۾ جو ڇٽا چار سو هر هڪ کان رٺل آ
نه ڪي ڪوسو نڪي بکتي نڪي بردي نه مري آ
قرآن ڇڏڻ جي ڪري هي باهه ٻري آ

# ضلع ڪشمور ايت ڪنڌڪوٽ جا ديني مدارس

1. مدرسه عربيه احياء العلوم حماديه ڪنڌڪوٽ 1942 ۾ دارالعلوم ديوبند جي فارغ التحصل عالم دين مولانا فقير محمد پناڻ بنياد رکيو. جنهن جو مهتمم مولانا موصوف 1980ع تائين رهيو. ان کان بعد مولانا عبدالرحيم، مولانا فقير محمد جو فرزند هن وقت تائين مهتمم آهي.هن مدرسي مان ڪيئي عالم سگهورا فارغ ٿيا ۽ حافظ قرآن مجيد ياد ڪري فارغ ٿيا. هي ڪنڌڪوٽ جو باقائده مدارس ۾ قديم ترين مدرسو آهي، هن مدرسي ۾ هڪ لائبريري بہ آهي جنهن جو بنياد رکيو ويو ۽ هن محلي جي نڪاح جي رجسٽريشن پڻ ڪئي ويندي آهي.

2. جامع دارالفيوض الاسلاميه مدرسه محل ڪنڌڪوٽ ضلع ڪشمور جو سڀ کان وڏو ديني تعليمي ادارو آهي. جنهن جو بنياد درگاهه هاليجي شريف جي درگاه جي باني حضرت مولانا سائين حمادالله رحمت الله جي مشوري سان ان وقت جي ضلع جيڪب آباد (موجوده ضلع ڪشمور) جي علماءِ ڪرام جي نگراني ۾ 1958ع ۾ رکيو ويو جنهن جو پهريون مهتمم سابق وفاقي وزير محترم مرحوم مير صبح صادق خان کوسو هيو. 2008 ۾ مير صاحب جي وفات بعد سندس پٽ مولوي محمد خان کوسو جامع دارالفيوض جو مهتمم مقرر ڪيو ويو. جامع دارالفيوض جو نائب مهتمم مولانا عمر الدين رحمت الله عليه ٿيا ۽ مدرسي کي عروج تي پهچايو.

مولانا عمر الدين رحمت الله عليه جي 1994ع ۾ وفات

بعد نائب مهتمم قاري محمد شفيع ڪوسو صاحب هن مدرسي کي تعميري و تعليمي ترقي ڏياري . هن وقت تائين هن مدرسي مان سوين حافظ ۽ عالم فارغ ٿي نڪتا آهن. جيڪڏهن ائين چئجي ته ضلع ڪشمور جي اڪثر مدارس و مساجد ۾ سربراهه استاد ۽ امام آهن. مدرسي جا براست يا بالواسطه شاگرد آهن بجاءِ آهي.

هن مدرسي ۾ جن شخصيات تعليمي خدمتون سر انجام ڏنيون آهن. انهن ۾ مولانا نظر محمد ساوند رحمت الله عليه. مولانا محمد مراد ٻهلڪاڻي رحمت الله عليه. مولانا علي محمد ڪاڪيپوٽو رحمت الله عليه. مولانا عبدالسبحان رحمت الله عليه. مولانا تاج محمد مدني فاضل مدينه يونيورسٽي رحمت الله عليه. مولانا عمر الدين رحمت الله عليه.مولانا صوفي عبدالواحد شيخ رحمت الله عليه.مولانا حضور الدين بروهي. مولانا مفتي غلام الله نوناري. مولانا محمد اعظم حسيني. مولانا عبدالعزيز سميجو ۽ ٻيا وڏا وڏا علماءِ شامل آهن.

هن مدرسي ۾ 200 طلباءِ جي رهائش آهي جنهن جو کاڌي پيتي. رهائش ۽ بستري وغيره جو انتظام مدرسي ٻاهران هوندو آهي. هن وقت 17 ملازم ڪم ڪري رهيا آهن مدرسي جو ساليانه خرچ 7000000 ستر لک جي قريب آهي. وفاق المدارس عربيه پاڪستان سان تعلق آهي جنهن جي امتحان وٺڻ لاءِ مرڪز جا مقرر نمائنده ممتحن ايندا آهن.

3. مدرسه مفتاح العلوم گلشير محلہ ڪنڌڪوٽ 1942ع ۾ بنياد پيو جنهن جا باني مهتمم اول مولانا نظر محمد ساوند. مهتمم دوم مولانا عبدالسميع ساوند. موجوده مهتمم مونا محمود اسد ساوند آهي. مدرسي ۾ ڏهاڪو ڪن ٻاهريان طالب العلم رهن ٿا باقي مقامي طالب درس وٺي رهيا آهن.

4. مدرسه عربيه دارالعلوم نزد مين پرائمري اسڪول. هن مدرسي جو باني و مهتمم اول مولانا عبدالرحيم پيري. موجوده مهتمم

مولانا شمس الدين پيري ۽ وفاق المدارس عربيہ پاڪستان سان تعلق آهي، هن مدرسي ۾ 20 مسافر طالب ۽ 150 مقامي طالب درس وٺن ٿا.

5. مدرسہ عربيہ بدرالعلوم گلشير محلہ ڪنڌڪوٽ جو 1978ع ۾ بنياد رکيو ويو. جنهن جو باني اول مولانا عبدالقادر سميجو ۽ موجوده مهتمم مولانا محمد عظيم پيري آهي.

6. مدرسہ خيرالمدارس ڪشمور روڊ ڪنڌڪوٽ 1980ع جو بنياد پيو، جنهن جو باني ۽ مهتمم مولانا عبدالجبار سميجو آهي.

7. مدرسہ البنات فاطمته الزهريٰ ورڪشاپ (II) محلہ ڪنڌڪوٽ نزد اناج منڊي ڪنڌڪوٽ ۾ 1994ع ۾ قائم ٿيو. جنهن جو باني ۽ مهتمم الحاج محمد عثمان چنہ آهي.

8. مدرسہ ارشاد الثقلين،مڇي مارڪيٽ ڪنڌڪوٽ ۾ آهي، جنهن جو باني ۽ مهتمم اول مولانا سعيد احمد سهرياڻي ۽ موجوده مهتمم مولانا عباس قملي آهي

9. مدرسہ نور مصطفيٰ مسجد نزد اقبال ميموريل لائبريري ڪنڌڪوٽ جو بنياد پيو، جنهن جو مهتمم ۽ باني

10. مدرسہ البنات الڪائنات عيد گاهہ محلہ ڪنڌڪوٽ (نياڻن جو مدرسو) آهي، جنهن جو مهتمم مولانا جمال الدين پٺو آهي.

11. مدرسہ نور الهديٰ تنگواڻي ۾ آهي، جنهن جو باني ۽ مهتمم مولانا نظر محمد ڪوسو آهي.

12. مدرسہ اشاعت القرآن والحديث تنگواڻي ۾ آهي، جنهن جو باني ۽ مهتمم مولانا محمد صلاح ملڪ آهي.

13. مدرسہ اشرف العلوم تنگواڻي لاڙو وٽ آهي جنهن جو باني مهتمم نورحسن خان بجاراڻي آهي.

14. مدرسہ حفظ القرآن صيفل اسٽاپ ٺل روڊ تعلقہ تنگواني ۾ آهي جنهن جو باني مولانا فضل محمد چولياڻي آهي.

15. مدرسہ مدينہ العلوم جامع مسجد غوثپور، اول ۾ مولانا عبدالعزيز ڪلهوڙ، عرف مولانا غوثپوري، هن جو مهتمم اول باني سائين ڏٿي ڏنو شاهہ. بعد ۾ مهتمم باني سيد الله ڏيوايو شاهہ. موجوده مهتمم سيد محمد يعقوب علي شاهہ آهي.

16. مدرسہ خير العلوم مڇي ٻندو قائم ٿنده 1970ع آهي جنهن جو مهتمم و باني فقير احمد الدين اوڳاهي، موجوده مهتمم مولانا عبدالرحيم اوڳاهي آهي.

17. مدراسہ تعليم القرآن و الحديث ڪشمور قائم 1984ع آهي جنهن جو مهتمم و باني مير صبح صادق خان ڪوسو، موجوده مهتمم مولانا محمد خان ڪوسو آهي، هن مدرسي ۾ مسافر طالب 70 ۽ مقامي 200 طالب درس وٺي رهيا آهن.

18. مدرسہ نورالقرآن حميديہ، شاهي واهہ ڪشمور ۾ آهي جنهن جو باني ۽ مهتمم مولانا محمد رمضان مزاري آهي.

19. مدرسہ جامع مسجد بداڻي ، جنهن جو مهتمم و باني عبدالرحمان خان پتو آهي.

20. مدرسہ قاسم العلوم بخشاپور، جنهن جو مهتمم ۽ باني اول مولانا جان محمد چڇڙ، موجوده مهتمم مولانا عبدالشڪور چڇڙ آهي.

21. مدرسہ تعليم اسلام متصل واپڊا آفيس رسالدار روڊ ڪنڌڪوٽ ، جنهن جو باني ۽ مهتمم مولانا عبدالعزيز سميجو ۽ پيا بہ سترجي قريب ننڍا وڏا مدرسا قائم آهن.

22. مدرسہ عربيہ فيض القرآن ختم نبوت قائم 1995ع نزد ڊگري ڪاليج ڪنڌڪوٽ، جنهن جو باني ۽ مهتمم مولوي محمد يعقوب انور ڪوسو جن آهن.جنهن ۾ مسافر طلباءِ 20 ۽ مقامي طالب 80 جي تعداد ۾ ديني درس حاصل ڪن ٿا. شعبہ حفظ ۾ وفاق المدارس العربيہ پاڪستان سان ملحق آهي.

23. مدرسہ اسلاميہ دارالعلوم خواجہ محل ڪنڌڪوٽ ، جنهن

جو باني و مهتمم مولانا واحد بخش خلجي صاحب آهن، هن مدرسي ۾ 15 مسافر طالب ۽ 100 مقامي طالب پڙهن ٿا.

24. مدرسه دارالسلام پڊ مسجد سونارڪي بازار ڪنڌڪوٽ، جنهن جو اول باني ۽ مهتمم مولانا الهڏنو پنهو ۽ موجوده عبدالغفور پنهو آهي، هي مدرسو ڪنڌڪوٽ جو قديم ترين مدرسو آهي، جنهن ۾ مسافر طالب 20 ۽ مقامي 70 طالب ديني درس حاصل ڪن ٿا.

25. مدرسه دارالعلوم ڳوٺ جام سونهارو چاچڙ (ڪچو) تعلقه ڪنڌڪوٽ، جنهن جو باني ۽ مهتمم مولانا جمال الدين چاچڙ. موجوده مهتمم مولانا محمد فردوس چاچڙ. هن مدرسي ۾ مقامي طالب 75 ۽ مسافر طالب 10 پڙهندا آهن.

26. مدرسه دارالعلوم ڳوٺ مولوي غلام رسول بجاراڻي، نزد غوثپور تعلقه تنگواني، جنهن جو باني ۽ مهتمم مولوي غلام رسول بجاراڻي، موجوده مهتمم حاجي عبدالجبار بجاراڻي آهي.

27. مدرسه فيض القرآن رضويه نزد سٽي پارڪ ڪنڌڪوٽ، جنهن جو باني ۽ مهتمم مولانا محمد عثمان چنه آهي.

28. مدرسه تعليم القرآن ڳوٺ مارڪ پيو، نزد غوثپور تعلقه ڪنڌڪوٽ، جنهن جو باني قاري عبدالله اوڳاهي آهي، هن ۾ 30 مسافر طالب ۽ 95 مقامي طالب پڙهن ٿا.

29. مدرسه تحفيظ القرآن نزد ڪشمور روڊ ڪنڌڪوٽ قائم 1985ع، جنهن جو باني و مهتمم قاري قمر الدين انور نندواڻي ۽ موجوده مهتمم ماستر فضل الله نندواڻي آهي.

30. مدرسه عربيه ڪنزالعلوم ڳڙهي تيغو يوسي دڙي تعلقه ڪنڌڪوٽ، جنهن جو باني و مهتمم مولانا حبيب الرحمان

سبزوئي آهي.مقامي طالبن جو تعداد 150 آهي.

31. مدرسہ قاسم العلوم (مراد واهہ) ڪشمور، جنهن جو باني و مهتمم مولانا عبدالواحد هاليجوي آهي، هن ۾ مسافر طالب 10 ۽ مقامي 50 پڙهن ٿا.

32. مدرسہ صديقيہ احياءَ السلام، ڳوٺ خدا بخش خان ڪوسو، جنهن جو مهتمم حافظ وسيم باري آهي.

33. مدرسہ انوار العلوم صديقيہ رحمانيہ، مسلم بازار ڪشمور، جنهن جو مهتمم حافظ علي انور آهي.

34. مدرسہ صديقيہ قادريہ ڳوٺ عبدالقادر جڪراڻي، جنهن جو مهتمم حافظ سائينداد قادري آهي.

35. مدرسہ قادريہ حميديہ جي ٽي روڊ ڪشمور، جنهن جو مهتمم حافظ احمد دين قادري آهي.

36. مدرسہ رحمانيہ قادريہ تنگواني، جنهن جو مهتمم حافظ شير محمد قادري آهي.

37. مدرسہ رحمانيہ حفظ القرآن، ڳوٺ حاجي رضا محمد خان ڪوسو، تعلقہ ڪنڌڪوٽ، جنهن جو مهتمم حافظ حفيظ الله آهي.

38. مدرسہ رحمانيہ قادريہ ڳوٺ حافظ ڏٽي بخش قادري گولو، تعلقہ ڪنڌڪوٽ،جنهن جو مهتمم حافظ ڏٽي بخش گولو قادري آهي.

39. مدرسہ رحمانيہ قادريہ، ڳوٺ مولوي صاحب ڏنو پٽو، تعلقہ ڪنڌڪوٽ، جنهن جو مهتمم مولوي صاحب ڏنو پٽو آهي.

40. مدرسہ قادريہ صديقيہ، ڳوٺ رحيم خان باجڪاڻي قادري، تعلقہ ڪنڌڪوٽ جنهن جو مهتمم عبدالمجيد گولو قادري آهي.

41. مدرسہ صديقيہ قادريہ . ڳوٺ محمد عالم باجڪاڻي تعلقہ ڪنڌڪوٽ جنهن جو مهتمم محمد عالم قادري آهي.

42. مدرسہ رحمانيہ قادريہ ڳوٺ مصري خان سبزوئي تعلقہ ڪنڌڪوٽ. جنهن جو مهتمم عبدالحميد گولو قادري آهي.

43. مدرسہ رحمانيہ صديقيہ ڳوٺ فيض علي جعفري تعلقہ ڪنڌڪوٽ جنهن جو مهتمم فقير جاڳڻ خان آهي.

44. مدرسہ غوثيہ صديقيہ ڳوٺ عبدالواحد جڪراڻي تعلقہ ڪنڌڪوٽ جنهن جو مهتمم وزير احمد جڪراڻي آهي.

45. مدرسہ صديقيہ رحمانيہ ڳوٺ ارباب علي باجڪاڻي تعلقہ ڪنڌڪوٽ جنهن جو مهتمم وزير احمد گولو آهي.

46. مدرسہ قادريہ صديقيہ ڳوٺ حمير باجڪاڻي تعلقہ ڪنڌڪوٽ جنهن جو مهتمم الله بخش باجڪاڻي آهي.

47. مدرسہ انوار مدينہ ڳوٺ مندو خان گولو تعلقہ ڪنڌڪوٽ جنهن جو مهتمم حاجي شاهہ علي آهي.

48. مدرسہ غوثيہ صديقيہ ڳوٺ محمد خان گولو تعلقہ ڪنڌڪوٽ جنهن جو مهتمم امانت علي گولو آهي.

49. مدرسہ رحمانيہ صديقيہ ڳوٺ سندر خان گولو تعلقہ ڪنڌڪوٽ جنهن جو مهتمم سردار علي گولو آهي.

50. مدرسہ صديقيہ رحمانيہ ڳوٺ مکڻو خان گولو تعلقہ ڪنڌڪوٽ جنهن جو مهتمم حافظ علي انوار قادري آهي.

51. مدرسہ رحمانيہ صديقيہ ڳوٺ ڪنڌڙي نزد ڪنڌڪوٽ جنهن جو مهتمم حافظ غلام علي ڪوسو آهي.

52. مدرسہ صديقيہ رحمانيہ ڳوٺ امام بخش سبزوئي تعلقہ ڪنڌڪوٽ جنهن جو مهتمم الله ڏنو سبزوئي آهي.

53. مدرسہ قادريہ ڳوٺ محمد صلاح تعلقہ ڪنڌڪوٽ جنهن جو مهتمم حافظ محمد بلاول گولو آهي.

54. مدرسہ قادريہ صديقيہ ڳوٺ حافظ محمد حسن تعلقہ ڪنڌڪوٽ جنھن جو مھتمم حافظ محمد حسن قادري گولو آھي.

55. مدرسہ صديقيہ قادريہ ڳوٺ فقير گولو جنھن جو مھتمم حافظ واحد بخش قادري آھي.

56. مدرسہ غوثيہ قادريہ متصل جامع مسجد نور مصطفيٰ تعلقہ ڪنڌڪوٽ جنھن جو مھتمم فقير يار محمد سھرياڻي آھي.

57. مدرسہ صديقيہ قادريہ نزد ٽول پلازه باءِ پاس روڊ . تعلقہ ڪنڌڪوٽ جنھن جو مھتمم لياقت علي قادري آھي.

58. مدرسہ رحمانيہ صديقيہ نزد سبزي منڊي ڪنڌڪوٽ جنھن جو مھتمم حافظ عبدالقادر قادري گولو آھي.

59. مدرسہ صديقيہ قادريہ ڪنڌڪوٽ جنھن جو مھتمم فقير محمد عيسيٰ سومرو قادري آھي.

60. مدرسہ صديقيہ نزد بس اسٽينڊ ڪنڌڪوٽ جنھن جو مھتمم محمد يوسف سھرياڻي آھي.

61. مدرسہ رحمانيہ حفظ القرآن ڳوٺ محمد موسيٰ ڪوسو تعلقہ ڪنڌڪوٽ جنھن جو مھتمم حافظ محمد موسيٰ ڪوسو آھي.

62. مدرسہ صديقيہ تعليم قرآن ڳوٺ پيارو خان گولو تعلقہ ڪنڌڪوٽ جنھن جو مھتمم حافظ محمد يوسف گولو قادري آھي.

63. مدرسہ صديقيہ مدينہ العلوم ڳوٺ عبدالقيوم ڪوسو جنھن جو مھتمم واحد بخش گولو قادري آھي.

64. مدرسہ رحمانيہ قادريہ ڳوٺ شھباز خان ڏومڪي تعلقہ ڪنڌڪوٽ جنھن جو مھتمم شھباز خان ڏومڪي آھي.

65. مدرسہ صديقيہ رحمانيہ ڳوٺ حاجي محمد يوسف سھرياڻي

تعلقہ کنڌڪوٽ جنهن جو مهتمم حاجي محمد يوسف سهرياڻي آهي.

66. مدرسہ رحمانيہ صديقيہ ڳوٺ هيبت خان باجڪاڻي تعلقہ کنڌڪوٽ جنهن جو مهتمم هيبت خان باجڪاڻي آهي.

67. مدرسہ غوثيہ قادريہ ڳوٺ سائي خان باجڪاڻي تعلقہ کنڌڪوٽ جنهن جو مهتمم سائي خان باجڪاڻي آهي.

68. مدرسہ رحمانيہ صديقيہ ڳوٺ حافظ سلطان احمد قادري جنهن جو مهتمم فقير امداد علي قادري آهي.

69. مدرسہ صديقيہ رحمانيہ ڳوٺ حاجي مندوست خان باجڪاڻي جنهن جو مهتمم حافظ گولو قادري آهي.

کشمور ضلعي جي مذڪوره ﭘﭩﻴﻬﻦ مدرسن جو تعارف مولوي سائين عبدالعزيز ولد محبوب الاهي سميجو ( جنم 1968ع) وينئل مدرسہ (دارالفيوض) محلہ کنڌڪوٽ ۾ هن مدرسہ دارالفيوض جا مدرسہ پڙ آهن.

سائين عبدالعزيز سميجہ جن جا ٽي ڪتاب جيڪي قلمي نسخہ طور لکي رکيل آهن جن ۾ 1. حقوق الوادين 2. مسائل رمضان مبارڪ 3. ابو دائود شريف جو خلاصو (جيڪو حديث جو مشهور ڪتاب آهي).

(2)تسخير سہ ماهي رسالا لاهور 2012ع مطابق 33 مدرسا درگاهہ پرچونڊي جي نگراني ۾ هلي رهيا آهن.

# مڙهيون ۽ مندر وغيره

خدا - گاڊ - ايشور الله سائين
سڏن سڀ ٿا هڪڙي ڌڻي کي سائين
(اڙدو اترادي)

جيئن سنڌ صدين کان قائم آهي تيئن انسان ذات لاءِ مذهب (مذهب يقيني مانائتي زندگي گذارڻ جا طريقہ) ڪار فرما رهيا. اسان جو ضلعو ڪشمور يعني هن خطي سنڌ جي ناتي سان سلهاڙيل رهيو آهي، هتي سيئي رشي، سنت، گرو، صوفن درويشن، اولياءُ الله، بزرگ عالم سيئي انسان دوستي، بقا ۽ باهمي، سلامتي ( جنهن کي دين اسلام چئجي يعني سلامتي وارو دين) سان گڏ رهيا. چاڪاڻ تہ سيئي انسان پنهنجي پنهنجي خيال سان عبادتون ڪندا رهيا.

ڪعبہ هو يا بت خانہ،
سب نقش خيالي هين

مين هان بهي خيال،
مل سان بهٿي [ٺيال] دهي نال

ان حوالي سان اسانجي ضلعي جي هر شهر ۾ هر ڪنڊ ڪڙڇ ۾ مسجدون بہ آهن تہ مندر بہ آهن.

البتہ پاڪستان ٺهڻ وقت هندو مسلمان لڏ پلاڻ جي سازش هلي، 1980ع واري ڍاڪي ۾ وري سازشون شروع ٿيون، ان عمل کي هر هنڌ نديو ويو، اداريہ لکيا ويا. قومپرستن ۽ شهري اتحاد خاص ڪري اسان جي ضلعي جيڪب آباد ۾ سڄي شهرن کي پهرو ڏيئي وڏي پيماني تي ناڪام بڻايو ويو پوءِ بہ ڪجهہ هندن ۽

مندرن جو نقصان ٿيو پر وڏي خون ريزي کان سنڌ بچي ويئي ، اهڙو واقعو 1970ع واري ڍاڪي ۾ ڪنڌڪوٽ ۾ نام نهاد مسلمانن غيرت جي نالي تي اشتعال ڏيئي بازارن ۾ ڦرلٽ ۽ هندن جي بي عزتي جا واقعا ڪرايا ويا. جنهن تي امر جليل جو سرد لاش جو سفر لکيو.(مضمون سهڻي رسالي ۾ ڇپيو) ۽ ان تي پابندي لڳي ۽ ليکڪ ۽ پبلشر تي ڪيس ٿيا. پر 1980ع واري ڍاڪي ۾ مسلمان عالم قومپرست ۽ هندو سڀ هوشيار ٿي ويا. ان وقت شهري ڪاميٽيون سياسي سماجي مذهبي روشن خيال ماڻهن جي مدد سان جڙيون پر پوءِ اڳتي هلي نہ سگهيون. انجا ڪافي سبب آهن. تنهن هوندي بہ هندو مسلم ڀائيچاري کي ٽوڙڻ لاءِ مختلف انداز ۾ شرارتون ٿين پيون. هاڻي ويجهڙائي واري دور ۾ ڦرن. ڌاڙن ۽ اغوائن جا واقعا. پتہ خوري جا چرچا عام آهن. هن وقت تائين چورين جي ڪري قبيلائي جهيڙا ختم نٿا ٿين. لاقانونيت رهي. هر ڪنهن کي هٿيار پنهنجي بچاءُ جي آڙ ۾ رکڻا پيا ۽ ويڙهہ کي وڌائڻ هٿيار خريد ڪرڻ ۽ پشت پناهہ وارن کي پرادو گاڏيون وٺي ڏيڻ اهلڪارن کي چپ ڪرائڻ سيئي طريقا ناجائز ڪمن کي جائز ڪرڻ جي ناپاڪ غلاف پهرائڻا پيا.

غريب مسلمان ۽ غريب بي بس هندن کي ڦرڻ ۽ اغوا ڪرڻ جو سلسلو جاري آهي. آءُ غريب لفظ ان لاءِ استعمال ڪريان ٿو تہ هن وقت تائين ڪو بااثر وڏيرو نہ اغوا ٿيو آهي نہ ڦريو ويو آهي جي پَل ٿي تہ رات جي پيٽ ۾ معافيون ملي ويون.

هندو غريب جيڪي نياڻين جي ڳانڍي ٽوڙ ڏاج لاءِ پونجهي پاندران ۾ سانڍي رکن پيا. تن جا معصوم ابهم ٻار اغوا ٿيا ۽ پنگ بنا واپس نہ ٿيڻ وچ شهر ۾ هندن کان بئنڪ وڃڻ وقت

ڦرڻ تنهن جو ڪو تدارڪ نہ ٿيڻ سبب پيرا گهڻ رکي سازش ڏانهن وڃن پيا، هنن کي لڏائڻ تي مجبور ڪرڻ بہ ان آڙ ۾ هڪ سازش آهي.

هندن جي مالڪي نہ ڪرڻ جو اهو بہ هڪ سبب آهي تہ مسلمان سياستدانن کي ووٽ وٺڻ لاءِ ٿتو وڃڻو پوي، هندن جي مالڪي نہ هئڻ ڪري هنن کان ڏار نمائندگي جي گهر ڪرائي وئي جيڪا غلط ثابت ٿي، پر پسگردائي جي سردارن پوتارن وڏيرن عملدارن تي قانوني ۽ اسلامي پائيچاري موجب هنن هندن جي مالڪي ۽ بچاءُ ڪرڻ فرض ۾ پڻ شامل آهي، جڏهن تہ شادين مرادين غمين ۾ اچڻ وڃڻ آهي تہ پوءِ اغوا ڦر ۽ ڏاڙي ۾ چو ڏک نہ ٿو ٿئي، جيڪڏهن سينو صاف ڪجي تہ سيئي شهري ڏک سک ۾ هڪ ٿي وڃن اهي ڏينهن پري نہ آهن تہ وري صدين وارو سياڳو ماحول جڙي وڃي، اعمالن جو دارو مدار نعمتن تي آهي.

نہ عادت بري هي نہ خصلت بري
برا وهي هي جس ڪي نيت بري

# كشمور ضلعي جا مندر

(كندكوٽ)

1. سائين ٽيئون رام مندر پاٽشالا كوڏو پاڙو كندكوٽ
2. بابا غريبداس پاٽ شالا مندر كوڏو پاڙو كندكوٽ
3. بابا غريبداس سماڌي رام، وڏي دربار مندر سوناركي بازار كندكوٽ
4. گرونانڪ جي نام سان دربار مندر نانكواڙو كندكوٽ
5. ماتا مندر ساناركي بازار كندكوٽ
6. سماڌا مندل دربار مندر شجراءِ چوڪ كندكوٽ
7. سائين سترام ڏام دربار مندر نزد ليڊيز هاسپيٽل كندكوٽ
8. گودڙي والا ڏام دربار مندر مرزانپور محلہ كندكوٽ
9. گردوارا صاحب مندر غوثپور ناكا كندكوٽ
10. سنت كيتا رام لٽورام آشرم مندر گلشير محلہ كندكوٽ (ماڙوائي)
11. رام پير مندر گلشير محلہ كندكوڙ (ماڙوائي)
12. كيتا رام (دوم) مندر گلشير محلہ كندكوٽ (ماڙوائي)
13. بابا كرشنا نند ديرا صاحب مندر
14. بابا كرشنا ڌر ديرا صاحب مندر سامهون اناج مندي كندكوٽ
15. ديرا صاحب مندر ستي پارڪ (2) شكارپور روڊ كندكوٽ
16. كنبير كٽيا مندر نزد سميت حال كندكوٽ
17. گردوارو صاحب سري گرو تيغ بهادر صاحب (نوين باتشاهي)

# غوثپور

1. گردواره صاحب بابا غريبداس سماڌي مندر غوثپور ميلو هر سال هولي جي آخري ڏينهن شروع ٿيندو آهي.
2. سائين ٽيئون رام مندر غوثپور

# ڪرمپور

1.سائين چيلا رام سائين بابا جڙيا رام (ڪرمپور رهواسي) مندر
2. بابا گرونانڪ. وڏي دربار, مندر نزد بجاراڻي سردار بنگلو ڪرمپور
3. گردوارا گرو ارجن ديو صاحب مندر نزد ڊاڪٽر پرڪاش وليچا ڪرمپور

# کشمور

1. پريم پرڪاش مندر پير فتح شاهه روڊ ڪشمور
2. گرونانڪ سنگمبا گردوارو اولڊ مزاري هائوس
3. موهن صاحب هندو محلہ
4. جوڳ ماتا مندر هندو محلہ
5. وڏي دربار ۽ امر شهيد سنت ڪنوارام پاٺشالا
6. ماڙي واري دربار. سرگروبند سنگ مهراج شاهي بازار
7. امان ماتا جي دربار شاهي بازار
8. سنت سترام ڌام پوج ڏيوري صاحب نزد وڏي دربار
9. پوپو ماءُ جي دربار صاحب شاهي بازار
10. ايشور مندر (هريجن مندر) نزد پراڻي مختيارڪاري آفيس
11. سماڌا آشرم گورنمينٽ مين پرائمري اسڪول جي سامهون.

# کشمور ضلعي جا ساڳ مکان

## گڊو شهر

هي شهر گڊو بئراج گڊو ٿرمل پاور اسٽيشن ۽ ڪالوني ڪري مشهور ٿيو، آبادي جي واڌ ڪري ڪالوني اندر خاص ملازمن کانسواءِ رهڻ جي اجازت نه هئڻ ڪري ڪالوني جي ٻاهران مين روڊ جي پرسان ڳوٺ آباد ٿيڻ شروع ٿيا. جنهن ڪري گڊو پاور اسٽيشن جي ملازمن جي مٿن مائٽن شهر ۾ بازار ڪالوني جي پرسان بازار قائم ڪئي، ڪالوني جي اندر سرڪاري قيمت ۾ ڪافي دوڪان ته قائم ڪيا ويا، مگر قيمتن جي هڪ ڦيري جي ٽوڙ پيدا ڪرڻ لاءِ وقت جي ضرورت ٿي.

ڪالوني جي اندر واپڊا ٿرمل پبلڪ اسڪول ۽ ڪاليج ملازمن جي تعليم لاءِ قائم ڪئي ويئي، پر ملازمن جي پاڙن، پاڙن ويجهي رشتيدارن لاءِ گهڻي فيس مقرر هئڻ ڪري جيڪا انهن کي ڏکيائي درپيش آئي ان ضرورت کي خيال ۾ رکي گورنمينٽ پرائمري کان گورنمينٽ هاءِ اسڪول تائين ۽ ڪيترا پيا پبلڪ اسڪول قائم ڪيا. اهڙي طرح واپڊا جي اسپتال ميڊيڪل اسٽورن جي بر عڪس ٻاهر پرائيويٽ اسپتالون ميڊيڪل اسٽور، بوڪ اسٽال، ڪپڙي جا دوڪان، گئريج قائم ٿيڻ سان شهر اڏجي ويو. جتي ٻه پيٽرول پمپ، ٽائون، يونين ڪائونسل آفيس قائم ٿي.

گڊو ڪالوني اندر جو هڪ عاليشان ريسٽ هائوس آهي، تنهن ۾ ضلعي اندر ايندڙ وزيرن جي آمد تائين رهائش ڪري سگهجي ٿي، هي شهر پوري ملڪ ۾ مشهور آهي.

گونديڪ ٻيلي جي ڪري هن پاور اسٽيشن تي گڊو نالو پيو، هن ديهه جو نالو به گوندڪ آهي.

# هلي آ گڏو ۾ غلامي ڏيان

سنڌوءَ جي ڪناري ٿيون ٻتيون ٻرن
ڏسي اهل دل جون اکيون ٿيون ٺرن

انهي پرسان ڪالوني ڪشمور آ
هير جنت جيئان حور دل چور آ

اهو بجلي گهر آ حسن جو شهر
ٿو سهڻو لڳي شام جو هي پهر

ڪي شهزور مهتاب ماري وڏا
ڪي ڳالهين ڳڻن ٿئي تہ ڳاري وڏا

ڪالوني اندر روڊ ۽ باغ ڏس
رقيبن جي دل تي وڏا داغ ڏس

شام جي پهر سير تفريح ۾
مزو واه گل ڦل پنور پينهہ ۾

خوشبوءِ سان رستا وڃن واسجي
خار گلڙن سان بہ وڃن پاس ٿي

ڏس شام جو نظارو هتي
سنڌوءَ جو ڪنارو پيارو هتي

گهمڻ جي بهاني ملن يار تا
اڪثرين سان عاشق ڪن پيار تا

پرين اچ ملون دل اڪين جان سان
جيئن حور جنت ۾ انسان سان

گڊو جو نمبر ون آ آرام گهر
اچي رات هت تون آرام ڪر

گهمائي وچين جي تون هيڪر قدم
تڏهن ٿيندي مون لاءِ اها جاءِ اتم

قدم مير، پيرن، وزيرن رکيا
رهي رات تن پنهنجا تاثر لکيا

هلي آ گڊو ۾ غلامي ڏيان
شهنشاهي توکي سلامي ڏيان

ويهي گيلري تي چوين گيت منهنجا
ڇُرن چپ تنهنجا ۽ سنگيت منهنجا

خوشي تنهنجي خاطر سوين خيال آهن
سواءِ تنهنجي "ارڏا" هيٺا حال آهن

# ديرا موڙ

کشمور کان گڊو ۽ رحيم يار خان کان (پنجاب) ويندڙ قديمي رستو. کشمور شهر جي اوڀر پرسان موڙ کان ٿي ڊيرا غازي خان ۽ ڊيرا اسماعيل وڃي ٿو. تنهنکري هن موڙ تي ديرا موڙ نالو پيو.

ديرا موڙ پرسان گڊو بئراج مان نڪرندڙ پٽ فيڊر ڪئنال کان شاهي واهه (ريگيوليٽر) جدا ٿئي ٿو. جنهن ۾ پٽ فيڊر ڪئنال بلوچستان ۽ شاهي واهه سنڌ سيراب ڪري ٿو.

ڊيرا موڙ وٽان فوجي ڇانوڻي به آهي ۽ اوڀر تي ڦالوني نمبر 1 ۽ تعلقه آفيسون هاءِ اسڪول تائين علمي ادارا. فلور مل، سيڊ فورم (مشنري) هوٽلون تيل ۽ گئس پمپ ڪري هن جي آبادي اڄڪلهه ڪشمور شهر تائين اچي پهتي آهي.

# بخشاپور شهر

هي شهر رند قبيلي جي هڪ وڏي بخشيو خان ڏومڪيءَ آباد ڪيو. جيڪو گھوڙن جو شوقين هو.

جڏهن انگريز ڊڪڻ بنگلي ۾ آيا تہ انهن کي بخشي خان جو گھوڙو پسند آيو، ان جي رقم ۾ انگريزن هن کي پنهنجي هڪ گھوڙي ڏني ۽ چيائون تہ هن کي هتان ڀڄاءِ جتي هيءَ ٿڪي پوي تيستائين تنهنجي جاگير آهي.

چون ٿا تہ هن ڊڪڻ بنگلي کان ملگزار تائين گھوڙي ڀڄائي ۽ اتي گھوڙي ٿڪجي پئي آخر ۾ هٽ جو لڪڻ بہ اڳتي اڇلائي جاگير جي حد مقرر ڪيائين.

انهن ڏينهن ۾ بخشي خان ڏومڪي اهو شهر بخشياپور آباد ڪيو، جيڪو اڄ تائين نالي پنيان بخشيا پور سڏجي ٿو.

ان جاگير سان گڏ بعد پسگردائي ۾ سرڪاري ۽ قبولي زمينون خريد ڪندو وڏو جاگيردار ٿيو.

بخشيو خان ڏومڪي جي اولاد مان خانبهادر مير علي بلاول خان ڏومڪي ڪشمور تعلقي مان پوري ضلعي جيڪب آباد جو وڏو سياسي ماڻهو ليکجڻ ۾ آيو. شاهي جرڳي جو ميمبر پڻ هيو. ان جي اولاد ۾ مير شاهہ علي خان ڏومڪي بہ سياست ۾ آيو. هينئر مير شاهہ علي خان جو فرزند مير غالب خان ڏومڪي پنهنجي

تک جو سياستدان سڏجي ٿو جيڪو اليڪشن ۾ چونڊجي وزير بہ ٿيو.

گهوڙن جي شوق کي وڌائڻ لاءِ جيڪب آباد ۾ انگريزن جي دور کان اڄ تائين هر سال گهوڙن جو ميلو لڳندو آهي، جنهن جي پسمنظر انگريزن سنا ۽ تکا گهوڙا هٿ ڪندي سنڌ ۽ بلوچستان ۾ گهوڙي سوار فوج وڌائي آپريشن ڪندي حاڪميت مضبوط ڪئي.

اسان جا ماڻهو انگريزن جي ان حڪمت عملي کي اڄ تائين نہ سمجهي سگهيا. ائين ئي اسان جي گهوڙن جي بها ۾ هتان جي سر زمين جاگير طور ڏيندا رهيا ۽ قوم کي گهوڙن ۽ جاگيرن جي آڌار تي غلام بڻائي سئو سال راڄ ڪندا رهيا.

# ڪاهي شهر

هي شهر ڪشمور تعلقي ۾ ڪي ڪي بند جي هينيان بخشياپور شهر جي ڏکڻ طرف آباد آهي.

هتي پاڪستان قائم ٿيڻ کان اڳ هندو برادري جي آبادي ڪري ڪاهي شهر ۾ وڏي رونق هئي، هتي پناڻ چاچڙ، ڪنير ۽ ٻيون ڪافي ذاتيون آباد هيون.

هي شهر درياءَ ڪناري گيهلپور، گبلي شهر جي دور کان اجان اڳاٽو وسندڙ شهر هو، هن وقت هڪ ٻن دوڪانن، هاءِ اسڪول کان سواءِ هي شهر خستہ حال آهي، هن شهر لاءِ روڊ بہ ويجهڙائي ۾ ٺهيو آهي.

ڪاهي شهر جي ويجهو گبلو ۾ علڻ بنگوار فقير جو آستانو درياءَ جي دڙڪن باوجود قائم دائم آهي، علڻ فقير شاهہ عبداللطيف ڀٽائي سائين رحمت الله عليہ جي درگاهہ جو پانديئڙو ۽ شاهہ جي بيتن جو پارکو آهي.

# بڊاٺي شهر

هي شهر هاٺوڪي شهر کان اولهه طرف ٻراٺي بند جي پرسان ڪجهه وقت لاءِ آباد ٿيو هو. جيڪو گوڏي بنگلي جي ويجهي ٻڊائين ٿا. وري ڪي ڪي بند ويجهو آباد ٿيو.

بڊاٺي جتوئي قبيلي جو پاڙو آهي. هي شهر اڄ تائين بڊاٺي نالي سان سڏجي ٿو . هن شهر جو پرائمري اسڪول يادگار آهي. هتي هاءِ اسڪول. پبلڪ اسڪول اسپتال ۽ شهر جي وچ ۾ روڊ جي ٻنهي پاسن کان بازار آهي.

بڊاٺي شهر ۾ سماجي تنظيم جي روح روان باشعور ورڪر. هڏ ڏوکي انسان محترم قدرت الله پٽو جي ڏک ڊوڙ سان لائبريري جڙيل آهي. جنهن ۾ ڪافي ڪتاب ۽ روزانه اخبارون اچن ٿيون. هن تنظيم هڪ ايمبولنس( گاڏي) به مهيا ڪئي آهي جيڪا روزانه لائبريري جي اندر ڊرائيور سميت هر وقت عوامي خدمت لاءِ حاضر آهي.

هن شهر ۾ حضرت انور سائين (جهانپور شريف ضلع گهوٽڪي) جي طالبن جو مئخانو صوفي ازم جي درس لاءِ قائم آهي.

هن شهر ۾ سيد. سانگي. پٽ. چاچڙ. چچڙ. گولاڻ. شيخ. بڊاٺي ۽ ٻيون ذاتيون آباد آهن. هن شهر ۾ اڃان هندو برادري جا

دوڪان آهن ۽ انهن جا پڻ ڪافي گهر آهن، انهن جي رونق سان شهر وڌندو رهي ٿو.

بداڻي شهر ۾ چانورن جا سيلر ۾ محمد پناهه چاچڙ ۽ ٻين جا تيل وارا ڊيپو، هر ڇهين مهيني اکين جي مفت ڪئمپ، اوائلي ڏنگرن حڪيمن جي يوناني علاج گهر سيد شهنشاهه رحمت الله عليه جي درگاهه ۽ شهر جي ٻاهران اتر طرف جهنگل ۾ منگل سيد ميران شاهه رحمت الله عليه ابدال، هن شهر ۾ موٽڻ شاهه جي اوطاق ۽ پاڪن جي دعائن ڏاڍي سان هي شهر بداڻي هميشه برسيل ۽ آباد آهي.

سياسي موسم ۾ پسگردائي جي ڀٽن وڏيرن سانگين، چاچڙن، ناهڙن جون اوطاقون، پرائمري اسڪول جي تارين هيٺان مندل مچيل نظر ايندا. هن اسڪول جي عمارت هڪ صديءَ ڪان جڙيل آهي.

# ڳوٺ در محمد خان ناهڙ

هي قديمي ماڳن رياستن جي مالڪن جو مشهور ڳوٺ آهي هن ڳوٺ کي نواب محمد قاسم خان ناهڙ جي اولاد وڏيري در محمد خان ناهڙ اچي آباد ڪيو. جڏهن ناهڙن جون رياستون سندسن اولاد ۾ ورهائڻ ڪري ننڍين جاگيرن ۾ تبديل ٿيون تڏهن هر ڪنهن پنهنجون ديهون وسايون. هن وقت ٻه گهٽي زمين درياءَ جي اندر ۽ بند کان ٻاهر در محمد خان جي اولاد وٽ آهي.

هي ڳوٺ نئين دريائي بند (ڪي ڪي بند) جي ڪپ تي پراڻي جمشير پرڳڻي جي پرسان مير شاهه علي خان ڊومڪي جي نئين ڪوٽ ڳنديرواري زمين جي اوپر واقع آهي، ڪشمور طرفان ۽ بداڻي طرفان پڪي روڊ ڪري سواري روان دوان آهي.

هن ڳوٺ ۾ ڪوئلو پراڻي وقت کان ٺاهيو ويندو آهي، شڪارپور کان چاچو گلشير منگي گهرائيندو هيو.

هن ڳوٺ ۾ هڪ بهادر انسان بر ۾ بادشاهي جو مچ مچايو، وڏي وٽن هيٺيان وڏي اوطاق ٺاهي ڪچهريون قائم ڪيون ويندو نظر ايندو هو، اهو علم دوست وڏيرو بهادر علي خان ناهڙ هو. هن سان ليڪڪ (ارڏو اترادي) ڪافي ڪچهريون ڪيون.

هن ڳوٺ ۾ هڪ فقير ظاهر ذات بوزدار (ڳوٺ بوزدار وڏا جي ويجهو) جي درگاهه صوفي سائين حضرت ربنواز صاحب رحمت الله عليہ. حضرت سائين مهتاب جن جو دادلو فقير محمد امين ناهڙ پنهنجي مئخاني ۾ مست الست هر دم ننگر نياز رکيون ويٺو هوندو هو. جنهن جي وقت بوقت هن ڳوٺ ۾ تمام وڏا وحدت الوجودي انسان جي اولي ايندي ڏسڻ ۾ آيا. سائين حضرت

مهتاب (جلالاڻي درگاهہ) سائين حضرت نجيب سلطان (درگاهہ حضرت باهو سلطان پنجاب). سائين حضرت جان محمد سائين( سجاده نشين درگاهہ فيض درياءَ انباهہ شريف چڪ). سائين حضرت بابا عبدالمالڪ بجاراڻي (سجاده نشين درگاهہ حضرت بابا صوفي شاهہ ڏنا نزد ڪنڌڪوٽ) . پٽ شاهہ ۽ راضي فقير جا ڪيئي طالب هن مئخاني ۾آيا سڄي رات ويراڳ طالب ۽ مطلوب مست الست رهيا. منهنجو وڃڻ حضرت بابا عبدالمالڪ سائين جن جي سنگ سان ٿيو ۽ فقير محمد امين جي فرزند شوڪت علي ناهڙ جي حوالي سان ٿيو ۽ اجان تائين شادي مرادي ۾ هر دم پيرو ڪجي ٿو.

# ڳوٺ زور ڳڙهہ

ڪشمور ڪنڌڪوٽ تعلقي واري حد سان شاهراهہ جي بلڪل ويجهو گولا قبيلي جي سردار قادر بخش خان جو قديمي ڳوٺ آهي. جيڪو هينئر روڊ سواري ڪري هنن شهرن ڪي ڳوٺ واري هلڪي ۾ تبديل ڪري ڇڏيو آهي. هن جي پرسان مڇي جي وڏي ڍنڍ هڏائي ٿي ته ڪڏهن هتي به درياهي وهڪرو هو. هن جي پرسان مشهور صحافي مصري خان سهرياڻي جي وڏن جو اڏيل پراڻو قديمي ڳوٺ پڻ قائم آهي.هي زور ڳڙهہ (قلعو) سردار خير محمد خان سهرياڻي پناڻن ڪان خالي ڪرايو هو. ان وقت زور ڳڙهہ ۾ ڪاهي شهر تي پناڻ قابض هئا.

# چٽي (اَڇي) مسجد

هيءَ مسجد ديهه مکڻ تعلقہ ڪشمور جي ڳوٺ چٽيءَ (چٽي مسجد) نالي واقع مشهور هئي.

مسجد سفيد رنگ جي هئي ان لاءِ هن ڳوٺ تي اهو نالو پئجي ويو. هن شهڪار مسجد جي ڪاريگري تفصيل سان انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانہ جلد چوٿين ۾ ڏسو. هن مسجد جي اڏاوت بابت مقامي ماڻهن جي روايت موجب نور محمد فقير نالي وقت جي هڪ وڏي چور جڏهن چوري ڇڏي تہ هي مسجد 1235ھ ۾ جوڙايائين.

مسجد جي رازي جو نالو نعمت الله عبدالغني مسجد جي هڪ ڪنڌ تي فارسي شعر ۾ ڏنل هو.

ڪن ماڻهن جي اها بہ روايت آهي تہ نور محمد فقير چور ڪونہ هو. هو مختلف مدرسن مان درس قرآن پاڪ وٺندو، گهوٽڪي (لوءِ شريف) واران جيلاني سيدن وٽ آخر ۾ وڃي پڙهيو. سيد موسن شاھ جي اولاد جا دست بيعت ٿيا بزرگي ۾ ڪمال جو درجو رکندڙ هئا.

فقير نور محمد جي جدامجد جي باري ۾ تُصديق سان ڪير نٿو ٻڌائي اڪثر فقير نور محمد کي چاچڙ سڏين ٿا. فقير صاحب باشريعت ڪامل بزرگ هئا. ان جي دعاءِ درويشا رحم الاهي پري تائين مشهور هئي. هن جي مدرسي مان هر سال چاليهہ حافظ ٿيندا هئا. فقير نور محمد کان بعد پٽ ۽ پوٽي تائين سلسلو جاري رهيو ۽ بعد ۾ طالب علم گهٽ ٿيڻ لڳا. هيڏانهن درياءَ پائڻ لاءِ پند ڪرڻ شروع ڪيو.

1970ع واري ٻوڏ ۾ درياءَ پرسان اچي دڙڪا ڏيڻ ڳوٺ کي ڇڏي ويو، پر پوءِ 2010ع واري مها ٻوڏ مسجد سان گڏ پوري ڳوٺ جو به نانءُ نشانُ نه بچايو. ڇٽي مسجد ضلعي جي ماڻهن جي لاءِ غور ۽ فڪر لاءِ سبق ڇڏي وئي.

قيامت ڪڏهن نه ايندي جيسين قرآن هوندو
رب جو قسم سلامت سارو جهان هوندو

# ڳوٺ رئيس ڪوڙو خان چاچڙ

هي ڳوٺ ڪشمور تعلقي، گودي بنگلي جي اتر طرف ڏيڍ ڪلو ميٽر تي پراڻي بداڻي شهر ۾ آهي.هن وقت تائين آباد آهي، هي ڳوٺ هينئر نواب خان چاچڙ جي نالي سان مشهور آهي.

# ڳوٺ ميرل سانگي

هي سانگي عمر ڪوٽ مان اتان جي ڪنهن زميندار جي ڪاردار سان وڙهي هتي اچي آباد ٿيا. ڄام ميرل جا چار پٽ هئا هن کي انگريزن 1200 ايڪڙ زمين عطا ڪئي.

# ڳوٺ ڄام ميهر سميجو

سخي ڄام ميهر جا وڏا جهٽ پٽ علائقي جي قيدي شاخ جا رهاڪو هئا، هنن کي اتي ڪافي زمين هئي، جڏهن قيدي شاخ نڪتي اتان جو ڄام گلاب هنن وٽ آيو ته اوهان جي وڏن جي زمين ظاهر ٿي آ هلي اچي آباد ڪيو مگر هي نه ويا.هنن ان وقت جهٽ پٽ مان لڏي ڪاهي اچي پناڻن جي ڪڙمت ڪيائون اتان وري لڏي اڳوٽي بداڻي وينا ۽ اتان وري لڏي هن بداڻي شهر

جي پرسان سيد عادل شاهه وٽ وينا، بعد ۾ اتان بہ لڏي هاٺوڪي ڳوٺ ۾ وينا، جتي انگريزن کين زمين ڏني هئي، سخي ميهر جي اوطاق مهمان نوازي ۾ پسگردائي ۾ مشهور هئي.

# ڳوٺ ڄام مينهون خان چاچڙ

هن ڳوٺ جا ڪافي تعليم يافتہ گريجوئيٽ آفيسر آهن، هتي مڊل اسڪول تائين تعليم ڏني وڃي ٿي، هي تمام پراڻو تاريخي ڳوٺ آهي.هي ڳوٺ مٺي پاڻي جي سهوليت کان محروم آهي.

# ڳوٺ حاجي مينگل خان چاچڙ

ڳوٺ حاجي مينگل خان چاچڙ ديهہ سوڙاهہ يوسي سوڍي تعلقہ ڪشمور ۾ واقع آهي، هي ڳوٺ قديمي ڳوٺ آهي، هي ڳوٺ ان جاءِ کان ڏکڻ طرف بيگاري سنڌ فيڊر جي وچ ۾ اڏيل هو، جتان فيڊر جي ٺهڻ وقت لڏايو ويو، هن ڳوٺ ۾ پرائمري کان مڊل تائين تہ اسڪول آهي مگر گهڻن سهولتن کان اڃان محروم . آهي، ان ڪري هتان جي پڙهيل طبقي کي رهائش لاءِ ڪشمور ۾ ڪوئيون وٺڻيون پيون، اهڙا ڪافي چاچڙن جا قديمي ڳوٺ ڪشمور ضلعي ۾ آهن، ڪي ڳوٺ تہ ڪچي ۾آهن ڪجهہ پڪي ۾ آهن. ڄام مينهون خان چاچڙ (ديهہ نوزيور پڪو)، انجڻ جتوئي چاچڙ (ديهہ هيبت)، قاضي غلام محمد خان چاچڙ(هيبت ڪچو)، قاضي دوست محمد چاچڙ (ديهہ ڊهو)، ڳوٺ عبدالقادر چاچڙ (ديهہ ملير)، نورو چاچڙ

مطلب تہ هن ضلعي ۾ گهٽي آدمشماري چاچڙ ذات جي آهي.(1)

مٿين معلومات محترم محمد حسن چاچڙ ايس ڊي اي او صاحب ڪشمور جن کان مليون، هن اهو بہ ٻڌايو تہ اسان جو ڳوٺ حاجي مينگل خان چاچڙ آهي، جڏهن اتان بي ايس فيڊر ڪرڻ ڪري لڏاياڻون ان ئي سال 1960ع ۾ منهنجو والد صاحب وفات ڪري ويو. اسان جا پڪا نهيل گهر هئا جيڪي ڊاهڻا پيا.

# ڳوٺ شيران پيو

1960ع ڌاران ڳوٺ سڌار تنظيم هئي، جنهن جي مدد سان هن ضلعي ۾ شايد هڪڙو ئي ڳوٺ شيران پيو (عبدالقادر پيو) سر جي خوف کان لڏائي مٿاني ڳوٺ نهرائڻ ۾ مدد ڪئي هئي، جيڪو شاهراهہ جي پرسان پراڻي وهندڙ سنڌوءَ درياءَ (هاٿوڪو سنڌ ڍورو)ڪناري تي واقع آهي، سرڪار اهڙي اسڪيم ڪي جاري رکي تہ ڪافي ڳوٺ سڌري پون.هن ڳوٺ ۾ پرائمري کان مڊل اسڪول بوائز ۽ مڊل اسڪول گرلس تائين تعليمي درسگاهہ. بجلي ۽ گئس جي سهوليت سان نوازيل آهي.

# ڪنڌڪوٽ ۽ تنگواڻي تعلقي جا مشهور ماڳ مڪان

ڪنڌڪوٽ شهر جي تاريخ ۾ ڪافي پراڻا شهر، پرڳڻا، ڳوٺ ۽ قبرستان تحقيق لاءِ واجهائي رهيا آهن.

هن تعلقي جا مشهور ماڳ هيبت، ڊهو، پنر جيڪي هن وقت ڳوٺڙن جو ڏيک ڏين ٿا. انهن مان ڪيترائي اڳ شهر هئا. ڪنڌڪوٽ شهر جي اولهه طرف تي جيڪو ڳوٺ رحمت آباد (رحمت خان سهرياڻي جي نالي سان) هن وقت آباد آهي، ان ۾ هڪ ٻڙ جو وڻ آهي، جنهن جي عمر هيٺنر سئو سال کان مٿي آهي ته پوءِ اهو ڳوٺ ڪڏهن آباد ٿيو.

اهڙي طرح مير نهال خان ٻاجڪاڻي جو ڳوٺ، رئيس مبارڪ خان پيو لڳ مرءُ بند دڙي مير سندر خان سندراڻي( ڇهه دڙيون اڳ ۾ درياءَ پائي ويو)، ڳوٺ قياس پيو، ڳوٺ سخي پير جان خان ٻاجڪاڻي، ڳوٺ ڪامران خان ٻاجڪاڻي، مير سعيد خان رند، ڳوٺ موسيٰ نوناري، ڪندو خان بکراڻي، چاڪرآباد، ڳوٺ مير واحد بخش خان ، ڳوٺ ڏياڻي، شير ڳڙهه، غوثپور شهر، رسالدار شهر، ڪرمپور شهر ۽ قديمي قبرستان اهي سڀ کوجنا ۽ تحقيق لاءِ واجهائين ٿا جنهن ۾ هڪ گڏيل ڪم ڪرڻ جي ضرورت آهي.

# مسجد گل محمد خان بجاراڻي

ڪنڌڪوٽ ڪان ٿل جيڪب آباد ويندڙ روڊ جي پرسان تنگواني شهر جي لاڙي واري لنڪ روڊ (تنگواني بس اسٽاپ) ڪان اڌ ڪلو ميٽر ڪنڌڪوٽ پاسي هي ڳوٺ گل محمد خان بجاراڻي ۾ مشهور عاليشان مسجد واقع ڏسڻ وٺان آهي. هن مسجد تي وڏي شوق سان خرچ ۽ محنت ٿيل آهي.

مڊل اسڪول گل محمد خان بجاراڻي ۾ منهنجي (ليڪڪ ارڏو اترادي) جي بدلي ٿي هئي جتي روزانو ڳوٺ ڪان پڙهائڻ ويندو هيس. ان وقت مڊل اسڪول جو هيڊ ماستر محترم غلام رسول ملڪ هو. جيڪو مون سان گڏ پي ٽي سي ٽريننگ ڪاليج ڪنڌڪوٽ 1974-1973ع ۾ پڙهيو هو. اهو مڊل اسڪول ويجهڙائي ۾ وڏي هاءِ اسڪول ٿيو.گل محمد خان بجاراڻي واري عاليشان مسجد جي تصوير 2010ع واري ضلع گزيٽيئر ۾ آيل آهي.

# رسالدار شهر

انگريز سرڪار جي پوليس رهڻ ڪري رسالدار سڏجڻ ۾ آيو. شيخ محمد اسماعيل فوجي آفيسر هو. جنهن کي جاگير پينشن ۾ ملي جيڪو پنجاب جو رهاڪو هو. اهو هتي هميشہ لاءِ ديرو جمائي رهي پيو. ان ڪانپوءِ هي ڀهراڙي جي ڳوٺڙي مان ننڍڙو شهر سڏجڻ ۾ آيو جيڪو شاهي واهہ جي ڪلهي تي واقع آهي.

ان وقت کان پوليس ٿاڻي لاءِ 1902ع ۾ انگريزن جاءِ جوڙائي، هن شهر ۾ مسجد ۽ هاءِ اسڪول ڪجهه دوڪان آهن. هن شهر ۾ بروچ ۽ سمات ذاتيون رهن ٿيون. ڪنڌڪوٽ کان خستہ حال پڪو رستو رسالدار وچي ٿو جنهن ۾ عام طرح ڊاتسون هلنديون هيون.

عام طرح رسالو، انگريزن جي فوجي پڪٽ کي چوندا آهن، اها پڪٽ ، بگٽي قبيلي تي ڪرڙي نظر رکڻ لاءِ انگريزن قائم ڪئي هئي.

## شير ڳڙهه

هن شهر بابت ڪو تصديق سان تہ نہ ٿو ٻڌائي،چون ٿا تہ ڪنڌڪوٽ کان پراڻو ماڳ آهي، هي شهر پنهنجي دور ۾ تمام وڏو شهر هو، هت هندو شاهوڪار رهندا هئا. هتي سيد حسين شاهہ جي تربت آهي.

شير ڳڙهہ پرسان هاڻوڪي مير واهي ڪري سڏيندا آهن جيڪا انڙ ڪئنال مان نڪرندڙ ڪرڙو شاخ مان نڪري ٿي، ان ميرواهي جي اولهہ ۽ شاهراهہ جي ڏکڻ ۾ هڪڙو پراڻو برج 1970ع تائين (ٺُڪري جي صورت ۾) (هن ليکڪ خود ان برج جو نشان ڏٺو هو).

اهو برج ڪرمپور واري بجاراڻي سردارن جي وڏن جو قلعو هو. تنهن کانپوءِ ڪرمپور شهر شاهراهہ کان هيٺ اولهہ تي پراڻي بيگاري جي ڏکڻي ڪناري تي اچي ڳوٺ اڏڻ جو ارادو ڪري بنگلو جوڙايائون جنهن کي مهرو ڳوٺ ڪري سڏيندا آهن. ان کانپوءِ هاڻوڪو شهر سردار مير ڪرم خان جي نالي پٺيان ڪرمپور شهر سڏجي ٿو.

شير ڳڙهه بابت اسان جي ذات جي چڳي مڙس محترم سخيرو خان باجڪاڻي استاد محمد تڳيل خان بڪراڻي جن جو چوڻ آهي تہ اهو شهر سردار شير محمد خان بجاراڻي اول (ان ڪانپوءِ پهه شير محمد سردار ٿيا) جي نالي پنيان آهي، ان جي وفات ڪانپوءِ ذات بجاراڻي جي سڏايل ڪٺ سردار شير محمد اول جن جون جاگيرون ورهايون، جنهن ۾ گهٽي زمين شير ڳڙهه ڪان پري ۽ ٿوري زمين شير ڳڙهه جي پرسان ورهائيون ، سوچيائون تہ شير محمد جو فرزند ڪرم خان ننڍو آهي ۽ زمين پري واري نہ ڪٽندو چالاڪي ڪندي گهٽي زمين ڀين جي حصي ۾ ڏيڻ جي رٿ رٿي ورهائي وئي، جڏهن سيني ذاتين جا مقدم گڏ ٿيا ۽ ڪرم خان سان مشورو ڪري پري جي زمين ڪٽائي تنهن بعد سردار ڪرم خان ڪرم پور رهڻ جو ارادو ڪيو، موجوده ڪرمپور شهر سردار ڪرم خان جي نالي پنيان آهي، جنهن ۾ بجلي، گرڊ استيشن،ٽاٽو بهترين وڏي بازار آهي هاءِ اسڪول ۽ هندن جو مندر بہ آهي.اڄ بہ شير ڳڙهه واري قبرستان جي کوٽڻ وقت هيٺ پڪن گهرن ۽ پڪين سرن سان گهرن جا نشان ملن ٿا.

# شهر غوثپور شريف

سنڌو درياءَ ڪناري قديم شهر مان هڪ تاريخي مشهور شهر غوثپور شريف آهي، هن شهر بابت انگريز سياح علامه قاسمي، رضا علي عابدي نمائنده بي بي سي لنڊن، ميمڻ عبدالغفور سنڌي ۽ ٻين ڪنهن نه ڪنهن حوالي سان ذڪر ڪيو آهي.

هي شهر حضرت شاهه حسين شاهه جيلاني آباد ڪيو، هن جيلاني بادشاهه جي ولايت ڪاني ڪرامت جي اظهاري اڄ تائين عالم آ شڪار آهي، پاڻ وقت جا غوث هئا، انهي نسبت سان هن شهر تي غوثپور شريف نالو پيو، اهو چشم ديده موئجزو 2010ع ۾ سنڌو درياءَ جي پاڻي ڏيکاريو.

جڏهن 7 آگسٽ 2010ع ۾ مها ٻوڏ سبب ٽوڙي بند ٽٽو، دڙي ۽ غوثپور شهر ڏانهن ڪاهيندو آيو، غوثپور شريف جي چوڌاري ايترو پاڻي اچي بيٺو، جنهن ۾ شهر جي چوڌاري ڪيترن گهرن ۾ ٻيڙيون ترڻ پيون مگر جنهن علائقي ۾ شاهه حسين بادشاهه اچي اول ۾ گهر اڏيا هئا، اتي زمين جي هيٺائين هوندي به پاڻي ڪونه آيو، ان قادر جي قدرت ماڻهن کي حيرت ۾ ڏندين آڱريون ڏيئي ڇڏيون، ان حقيقت بابت هن ليکڪ (اڙدو اترادي) شعر لکيم ته:

اڌ غوثپور ڏي آئي نه چولي،
مسجد، مندر، شاهه حويلي.
پاڻي پاڻ ڦري ويو پاسي،
قادر قدرت جي ساراهه.
واهه وا سنڌو درياءَ شاهه،
سنڌ سموري آهي گواهه.

هن شهر ۾ تاريخي مغليہ طرز تي جوڙايل عاليشان مسجد ڏسڻ وٽان آهي. ان مسجد جي پرسان غوث پاڪ حضرت شاهه حسين جيلاني رحمت الله عليہ پنهنجو روضو پاڻ جوڙايو. جنهن ۾ هن وقت پاڻ آرامي آهن. هي مسجد ۽ روضو وچ شهر ۾ آهي.

غوثپور شريف جو شهر 17 ڪلو ميٽر ڪنڌڪوٽ کان شڪارپور طرف ويندڙ شاهراهه تي دائم قائم آهي.

انگريز راورٽي پنهنجي ڪتاب ۾ غوثپور شهر جو ذڪر ڪيو آهي.

هن شهر ۾ سيد ڏٽي ڏنہ شاهه جيلاني جن رهندا هئا. جيڪي وقت جا عالم سيف السان انسان هئا. جن جي لائبريري بابت بي بي سي جي نمائنده رضا علي عابدي بہ ذڪر ڪيو آهي. جنهن جا ڪافي ڪتاب يونٽرن سنڌ الاجي کي تحفي طور ڏنا. ڪيترائي ڪتاب ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ آغا شاهي کي سوکڙي طور ڏنا ويا. ان لائبريري جا ناياب نسخہ ڇپيل اڻ ڇپيل (قلمي) ڪتاب سڄي دنيا جي سيدن جو شجره پڻ اڃا موجود آهي. هينئر اهي ڪٿي ڪنهن وٽ آهن ڪا خبر ناهي.

هن شهر ۾ ڪافي مشهور معروف سيد رهن ٿا جن بابت ذڪر علهده ڪبو.

هن شهر ۾ حال حيات پير طريقت بزرگ انسان سيد حضرت محمد شاهه جيلاني. جن جو آستانو روڊ جي پرسان قائم دائم آهي. شاهه صاحب سخي مرد سچ جو خيرخواهه سياست کان پاسو رهندڙ دعا درويشان فضل الاهي جي ڪري پري پري تائين مشهور معروف آهي.

هن شهر ۾ مندر بہ آهن. جنهن ۾ صوفي سنت پائي غريبداس جي سماڌي آهي. جنهن جو هر سال پهرين مئي ۾ ميلو لڳندو آهي. هن ميلي ۾ هندو مسلمان ايندا آهن. جنهن ۾ پري پري جا راڳي ويراڳ ڪندا آهن.

هن شهر جي ڏکڻ طرف حضرت شاهه محمد شاهه جيلاني جي تربت آهي.جنهن جا وڏا گهوٽڪي شهر جا رهاڪو هئا ۽ غوثپور شهر جو باني حضرت شاهه حسين جيلاني به عزيز هئا. هن وقت حضرت شاهه محمد شاهه جيلاني جي ڳوٺ جو نشان ڪونه آهي مگر قبر اڃان قائم آهي، هن جي ڪري ديهه جو نالو انگريز سروي ڪندي شاهه محمد رکيو هو. هي علائقو درياءَ جي پراڻي بند ۽ بيگاري فيڊر جي اندر ڏکڻ طرف رپ جو علائقو پڻ مشهور آهي. اهو ذڪر سيد مرشد گيلاني ڪتاب مون ۾ آهين تون ۾ به ڪيو آهي.

# دنياپور

ڪنڌڪوٽ تعلقي جي شهر غوثپور ويجهو قديمي قبرستان آهي. اڳاٽي زماني ۾ ٽڪر ڪان ڪٽڪن جي صورت ۾ مري، بگٽي قبيلن جا ماڻهو ڏينهن ڏٺي جو ڌاڙا هڻڻ جي ارادي سان سنڌ ۾ داخل ٿيندا هئا. ان ڊپ کان شاهوڪار هندو ۽ مسلمان پنهنجا پيسا. سون چاندي رات جي پيٽ ۾ قبرستان ۾ مصنوعي قبر ناهي پوري رکندا هئا. تنهن ڪري هن ديهه تي دنيا پور نالو پيو.

درياءَ جي سيلاب يا دنيا پوريندڙ ماڻهو جي مري وڃڻ. يا نشان وسري وڃڻ ڪري اها مايا هميشه لاءِ دفن ٿي وئي.اڄ تائين ڪنهن ميت جي پورڻ لاءِ قبر کوٽيندي سون چاندي جا سڪا لبندا آهن.

انگريزن جڏهن سنڌ جي فيلڊ سروي ڪئي ته هن قبرستان جي نالي پٺيان ديهه جو نالو به دنيا پور رکيو.

هن تاريخي قبرساتن ۾ جهامن پيو دفن ٿيل آهي جنهنجي قبر 13 فوٽ ڊگهي آهي جنهن جو قد هو.انگريزن ٽوڙي بنگلي تي لوهه جو کو کو هٽي 13 فوٽ نشان ناهي چڙيو هو.

# دڙي مير سندر خان سندراڻي

دڙي بلوچن جي چيف سردار مير سندر خان سندراڻي جو شهر تعلقہ ڪنڌڪوٽ ۾ نيشنل هاءِ وي تي واقع آهي، هن شهر ۾ گورنمينٽ هائر سيڪنڊري اسڪول تائين تعليمي ادارو ۽ اسپتال آهي.

سنڌو درياءَ جي موج مستي ڪري هي ستين دڙي بڌل آهي، اڳين دڙين جا نشان بہ ڪونہ آهن، 2010ع واري مها ٻوڏ بہ هن دڙي شهر تي ڪاهہ ڪئي ۽ گهڻن جاين کي نقصان پهتو.

# ڳوٺ سعيد خان رند

هي شهر شاهي واهہ جي ڏکڻ طرف مير سعيد خان رند جي حالت هينئر ڳوٺ واري آهي. ڪنڌڪوٽ کان وايہ تنگواني رستو ڳوٺ سعيد خان رند کان ٿيندي بلوچستان وڃي ٿو، اهو رستو انگريزن جي دور کان بہ اڳ سنڌ بلوچستان کي ملائيندڙ شاهراهہ جو ڪم ڏيندڙ آهي، بلوچستان مان اناج ۽ چوپائي مال جي وڪري لاءِ پارس چئون تہ گهٽ نہ ٿيندو.

# ڳوٺ موسيٰ خان نوناري

ڳوٺ موسيٰ نوناري جيڪو 1942ع واري ٻوڏ کان پوءِ ٻاهو ڪوسي پرسان لڏي آيا، نونارين آباد ڪيو، هن مثالي ڳوٺ ڏسڻ لاءِ ملڪ امير محمد گورنر ويسٽ پاڪستان اچڻ وقت سيڪريٽري جي هنن لفظن وڏو دل ۾ اتساهہ پيدا ڪيو تہ: هن مثالي ڳوٺ جي

زرعي نجي فارم ۾ اگر ڪيرو ڪهي ڦتي ڪريان تہ يقينن اتي اڏري ويندو، مگر افسوس جو برسات پوڻ سبب ڪچي رستي جو ٻڌي نہ آيو حالانڪہ تنگواني لاڙي کان ڳوٺ موسيٰ نوناري تائين ٻوڙن جا سر لٺي وڃائيا ويا هئا.

ان ڳوٺ کي مثالي ڳوٺ بڻائيندڙ مرد مجاهد عبدالحڪيم نوناري جن کي پڇاڙي واري عمر ۾ مون ڏٺو هيو. جڏهن ٻانڻ ۾ نوناري وڙهيا جنهن ۾ محبوب نوناري(سيڪريٽري يونين ڪائونسل) 1972ع ۾ شهيد ڪيو ويو. ڳوٺ ٿي ڦتي ويو. ڪافي ماڻهو ڪنڌڪوٽ لڏي آيا ۽ ڪي ڪڪ پن ٿي ويا.

ان رستي سان ڪندو خان بکراڻي جو ڳوٺ اچي ٿو. جنهن کي اتان کان وٺي تنگواني تائين جاگير مليل هئي.

ان رستي سان حاجن جو ڳوٺ اچي ٿو ۽ ڪيترن ڪوسن جا ڳوٺ آهن. اهو رستو پنجاب هجي ها تہ ان رستي ايئر ڪنڊيشن ڪوچ هلن ها. هينئر بہ هن طرف ڪا نظر ٿئي تہ تنگواني شهر پنج سالا رٿا ۾ وڏو شهر ٿي پوي ها. هينئر تنگواني کان مير سعيد خان رند جي ڳوٺ تائين پڪو روڊ آهي، پر بد امني ڪري رات جو هن روڊ سان سفر مشڪل ٿئي ٿو.

# مسجد فقير محمد صالح چاچڙ

ڳوٺ فقير محمد صالح جي جوڙايل مسجد قديمي شهر ڪاهي ( ڪاهي بداڻي) تعلقہ ڪشمور ۾ محرم 1319هه بمطابق ٻهرين مئي 1901ع ۾ نهڻ شروع ٿي 20 جمادالثاني 1320هه بمطابق 23 سيپٽمبر 1902ع ۾ تيار ٿي.

هن مسجد جا مستري ۽ چڻي مسجد جوڙڻ وارا ساڳيا ڪاريگر هئا. جنهن جي پيڙهہ ست فوٽ ڪٽي پنج فوٽ ۽ ٽي ڪمرا اٿس.

هيءَ مسجد فقير محمد صالح ولد حبيب چاچڙ جوڙائي، جيڪو انگريزن جي دور ۾ داروغو هو. جڏهن بہ انگريز گشت تي آيا تہ فقير سائين کي هميشہ ذڪر فڪر ۾ ڏسي ڪيس چيائون تہ تون نوڪري نہ ٿو ڪرين ان ڪري ڪيس نوڪري تان هٽائي ڇڏيائون ، ان وقت درياءَ ڪاهي وٺ اچي بند سان ويجهي ٿيو بند پائڻ شروع ڪيائين. ماڻهن آفيسر کي چيو تہ توهان فقير کي ناراض ڪيو آهي. انگريز داروغي فقير محمد صلاح چاچڙ کي گهرائي دعا گهرائي ۽ درياءِ بند جي پر چڙي، ان ڪان پوءِ بند ۾ وڏي روڻ پئي، انگريز وري گهرايو ۽ فقير انهن جي روبرو ان وهندڙ روڻ ۾ گهڙي ويو ۽ چيائين تہ توهان متي وجهڻ شروع ڪيو گهٽي وقت تائين فقير ظاهر نہ ٿيو. ماڻهن چيو تہ فقير ٻڏي مري ويو. پر پوءِ بند جي ٻئي پاسي ظاهر ٿيو جنهن تي انگريز داروغي فقير محمد صلاح چاچڙ کي هڪ جنهور دار بندوق دونالي ۽ 600 جريب زمين انعام ڏنائون.

فقير محمد صالح چاچڙ حضرت حافظ محمد صديق رحمته الله عليہ درگاهہ ڀرچونڊي شريف جا مريد ۽ صاحب ولايت هئا ان جا ڪافي معجزا بيان ڪيا وڃن ٿا. اهڙي ريت بند کي درياءَ پائڻ شروع ڪيو، ان وقت فقير محمد صالح سب داروغي ربنواز ۽ حاجي پانڌي بيلدار کي وٺي بند تي تلاوت ڪرڻ وينا ان وقت انهن ٽنهي ماڻهن جي اڳيان هڪ وڏي بلا نڪري آئي، فقير ان بلا کي چٽي ڏني جيڪا هو وات ۾ ڪٽي هلي وئي ۽ صبح جو درياءَ بند جو پاسي ڇڏي ٻئي پاسي رخ ڪيو.

فقير محمد صلاح چاچڙ جو ڳوٺ بلڪل ڪاهي شهر جي پرسان 80 گهرن 700 آبادي تي مشتمل آهي، هن مسجد جي دوباره مرمت فقيرن جي مدد سان سندس اولاد طالب حسين چاچڙ ڪرائي آهي، هن وقت بہ هي مسجد زيارت ڪرڻ وٽان آهي، هيءَ معلومات ۽ تصويرون طالب حسين چاچڙ وينل ڪاهي جن ڪان وصول

ڪيم.فقير جو ٻارهو 27 رمضان المبارڪ ۾ هر سال ملهائيو ويندو آهي.

# ڳوٺ محمد مريد خان باجڪاڻي

هي ڳوٺ 1958ع ڌاران داروغہ محمد مريد خان باجڪاڻي ٻڌائيو.هن ۾ پهريائين گورنمينٽ پرائمري برانچ اسڪول محمد مريد خان ڪولائيو جيڪو بعد ۾ ماسڪ اسڪول ۾ تبديل ٿيو.هن اسڪول مان ڪيترائي گريجوئيٽ ڊاڪٽر، انجنيئر، سب انجنيئر تعليم پرائي چڪا آهن.هن وقت چار استاد ۽ 300 شاگرد شاگرديائيون داخل آهن.هن ڳوٺ ۾ بجلي جي سهوليت آهي ۽ وڏي آدمشماري هجڻ جي باوجود گرلس اسڪول ۽ گيس جي سهوليت کان وانجهيل آهي.

# ڳوٺ رحمت آباد

هي ڳوٺ ڪنڌڪوٽ شهر کان اولهہ تي پراڻي سنڌوءَ ندي جي ڪپ تي اڏيل آهي.هي ڳوٺ گهڻو قديم آهي.هن ڳوٺ کي رحمت خان سهرياڻي جي نالي ڪانسواءِ ٻڙدي بہ سڏيندا آهن اهو لفظ حقيقت ۾ ٻُڙدي آهي.چاڪاڻ هي علائقو صدين کان ٻڙدڪار بہ سڏڻ ۾ ايندو هو.ڪنڌڪوٽ جي چوڌاري خاص سهرياڻي ذات جا ڳوٺ پڻ قديم آهن.

هي ڳوٺ هڪ حوالي سان پڪ سان ڏيڍ سو سالن کان پراڻو آهي. چاڪاڻ تہ جڏهن 1902ع ۾ مختياڪاري عمارت ڪنڌڪوٽ ۾ ٺهي ۽ ان وقت تي ٻڙ جا وڻ آندا ويا هئا.جن مان

هڪ مختياڪاري ۾ موجوده مسجد جي ڀرسان هيو وڻ وڏي شاهه وٽ ۽ ٽيون ٻڙ جو وڻ سهرياڻي وٽي پنهنجي ڳوٺ پوکيو.

انهيءَ ٻڙ جو وڻ اڄ تائين ان ڳوٺ ۾ پنهنجي تاريخ سان موجود آهي، ان کان علاوه هي ڳوٺ سنڌ جي مشهور اديب، شاعر ۽ محقق ڊاڪٽر نواز علي شوق سهرباڻي صاحب جن جو قديمي ڳوٺ آهي.

نوٽ:ڪافي ڳوٺ ديهن جي سروي ڪرڻ کان اڳ قديمي آهن، جيڪي ماڳن جي نالن سان مشهور آهن ۽ اڄ تائين بنيادي سهولتن کان محروم آهن.انهن جو احوال تمام طويل آهي، انهن ڳوٺن جي قدامت بابت تحقيق ڪرڻ ۽ هڪ الڳ ڪتاب لکڻ جي ضرورت آهي.

# ڊيرا سرڪي

هي قديمي ڳوٺ عليشير خان سرڪي جي نالي سان قائم ٿيو. هن ڳوٺ جا بااثر آفيسر پڻ مشهور آهن. ارباب غلام رحيم جي وزارت واري دور ۾ محترم غلام سرور سرڪي وزيراعليٰ جو صلاحڪار رهيو. ان دور ۾ وزيراعليٰ جو هن ڳوٺ ۾ دورو ٿيو. جنهن ڊيرا سرڪي جي نالي سان ٿاڻو پڻ قائم ڪيو. جيڪو تعلقي تنگواڻي ۾ اچڻ پڪو روڊ ۽ اسڪول به آهي. هي انڙ شاخ جي پڇڙي ۾ انڙ ريلوي اسٽيشن جي ڀرسان آهي. مگر ديهه ۾ ذات انڙ جو ڪوبه گهر نه آهي. انڙ ڪئنال تي ان ذات جي پس منظر ۾ اهو نالو پيو.

# ضلع ڪشمور ۾ برطانيه گورنمينٽ

## جون جوڙايل جايون

1. واپڊا ٿرمل پاور اسٽيشن گڊو جو قيام گڊو بئراج جي ٺهڻ کان اڳ ٿرمل ڪالوني اندر ايريگيشن بنگلا هئا. پر پوءِ 1981ع ٿرمل پاور اسٽيشن گڊو جي ملازمن لاءِ ڪالوني جوڙي وئي، عاليشان ريسٽ هائوس جوڙايو ويو، جتي سڀ ضلعي جيڪبآباد واري دور کان ان سرڪٽ هائوس ۾ آءِ جي، منسٽر، اعليٰ آفيسر دوري دوران اچ تائين اچي قيام پزير ٿيندا آهن.

2. ڪالوني نمبر 1 انگريزن جي دور ۾ بظاهر آبپاشي کاتي وارن لاءِ جوڙائي وئي ۽ ان ۾ هڪ عاليشان ريسٽ هائوس ٺهرايو ويو هو، جتي انگريزي دوري دوران اچي لنگر انداز ٿيندا هئا. ان بعد آبپاشي چيف انجنيئر، ايگزيڪيٽو انجنيئر يا وڏو ڪو عملدار بوڪ ڪرائي اچي رهندو هيو.

هن ڪالوني ون واري ريسٽ هائوس ۾ محترم سائين جي ايم سيد آخري سنڌ جي دوري تي هڪ رات هتي اچي رهيو، جتي ان وقت جي ايس پي ضلع جيڪب آباد جناب اختر جانوري صاحب ۽ ڊپٽي ڪمشنر جيڪب آباد گرفتاري جا وارنٽ کڻي آيا، جيڪي مذاحمت جي انديشي ۾ هنن هٿ ڪڙيون نه هنيون ماڻهن جو چوڻ هو ته انهن اشرافن چيو ته اسين سسپنڊ ٿينداسون مگر زوري گرفتاري خون خرابي جو لعنتاڻو ڪٽڻ کان خدا پاڪ بچايو. ان وقت ڪامريڊن پنهنجي بچاءَ لاءِ سيد کي پنجاب کان پهچائي وڃڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي پر بلوچستان جي بارڊر وٽ

پاڪستاني فورس قيوم منگي سميت ڪجهه سائين سان (وڏي گاڏين فورس جي اتالي سان) اچي سينٽرل جيل سکر ۾ قيد ڪيو. سکر ايئر پورٽ تي سيد جي هوائي جهاز تان لهڻ وقت ڪامريڊ حبيب الله ناريجي ايجنسين جي اشاري تي پاڪستان جو جهنڊو ايئرپورٽ تان لاهي ساڙيو هيو ۽ سرڪار سائين جي ايم سيد تي اهو ڪيس داخل ڪري گرفتاري جو جواز پيش ڪيو هو.

# ڊڪڻ بنگلو

ڪشمور شاهراه جي مٿان ۽ ريلوي اسٽيشن مير دوست علي ڊڪڻ (سومرن جو ڳوٺ) جي ڳوٺ پرسان شاهي واه تي هڪ ريگيوليٽر ٺهرائي آبپاشي عملدارن جي لاءِ هڪ بنگلو جوڙايو. جنهن ۾ خاص انگريز اچي منزل ڪندا هئا ۽ ظاهري ۾ آبپاشي وارن جو بنگلو سڏيو ويندو هو. حقيقت ۾ هر ڪئنال جي ائن ميلن تي جيڪي انجنيئري بنگلا ٺهرايا ويا، سي ملڪ ۾ حاڪميت جي دفاع سياسي حڪمت عملي جوڙڻ ۽ عام شاهراهن ڪان الڳ خاص پنهنجي لاءِ ڪئنالن مٿان اچ وڃ جا رستا قرار ڏيڻ هو. انهن رستن تي عام سواري يا ايتري تائين جو ڪوبه وڏيرو گهوڙي سوار اهو رستو استعمال نه ڪندو هو. ڇاڪاڻ ته ڪنهن به وقت انگريز ڪمشنر، ڪليڪٽر، گورنر بهادر اچي ٿو سگهي يا انگريز فوج گهوڙيسوار اچي وڃن ته ڪو با اثر وڏيرو عوام انگريز بهادر جي منهن نه چڙهي، سرڪار سڳوري جا رستا عوام جي عام رستن ڪان علهده هوندا هئا ان وقت جا عملدار عام عوام ۽ عوامي حجوم ڪان خوف ڪندا هئا. جيئن اسان تي ڪو حملو نه ڪري ۽

اسانجي حمايتن ۽ اسان جي چرپر کي ڏسي نہ سگهن، ڪمشنر ۽ ڪليڪٽر صاحب بهادر جي اچڻ جا پروگرام ڇهہ مهينا اڳ مختيارڪار تپيدارن وسيلي ليٽر تعميل ڪرائيندا هئا. گهٽي پاڳي بهانو شوق شڪار جو ڪندا هئا.

اهڙا انجنيئري بنگلہ شاهي واهہ، انڙ واهہ، تنگواڻي، صيفل بيگاري، ڪالوني، ڪشمور، ڪنڌڪوٽ ۾ جوڙايا ويا، باقي اسانجي ضلعي ۾ بہ خاص بنگلہ هئا جن ۾ سرڪار جو گهٽو ڪم ٿيندو هو جن جو ذڪر جدا آهي.

پير علي محمد شاهہ راشدياهي ڏينهن اهي شينهن ڪتاب جي شروعات ۾ لکي ٿو.

# گودي بنگلو (بندرگاهہ)

درياءَ جي (پراڻي) بچاءَ بند ڪشمور تعلقي هاٺوڪي بداڻي شهر ۽ بخشاپور شهر جي وچ تي سال 1876ع ڌاران انگريزن جوڙايو هيو، جتي پوليس ۽ پوسٽ آفيس عملو هميشہ موجود رهندو هو، گودي جي معنيٰ بندرآهي، جيڪو انگريزن انتظاميہ لاءِ جوڙيو هو، هن علائقي ۾ جيڪي اعليٰ آفيسر ايندا هئا سي گودي بنگلي ۾ رهي حڪم هلائيندا هئا، ڪورٽون قائم ڪندا هئا ۽ قيدين کي سزا ڏيندا هئا، اهڙي طرح انهن جي آمد جا اطلاع خفيہ وڏيرن، جاگيردارن ۽ سردارن کي ڪورٽ جي وارنٽن وانگر تعميل ٿيندا هئا، جيستائين اهي عام ماڻهو وڏا جاگيردار، خانصاحب، خانبهادر مئجسٽريٽ جا پاور حاصل نہ ڪندا هئا تيستائين انگريز بهادر سان ملڻ جي ہڙڪ ٻاهر نہ نڪرندي هئي، ڪجهہ وقت ڪانپوءِ جرڳي جي ميمبري ملڻ سان وڏيرا وڏيڪ

مضبوط ٿيندا ويا. اهي جرڳا ٻن قسمن جا ٿيندا هئا ، هڪ عام ته ٻيو هاءِ ليول وارا شاهي جرڳا ٿيندا هئا.

گودي بنگلي ۾ انگريزن جي آمد وقت ڪيس، مڪڻ، ماڪي، ڇيلا راشن ۽ گهوڙن لاءِ جوئر سڀ پسگردائي وارن ڀوتارن جي مهمانوازي جي فرض ۾ شامل هو.

گودي بنگلي جي بناوت هيئين حصي مان اندازو آهي ته سرڪار جي مخالفن لاءِ موت کوهه هيو. سرڪار جا مخالف معنيٰ وڏيري ۽ عوام جا مخالف ليکيا ويندا هئا، تن کي قيد ڪري سزائن ڏيڻ لاءِ مئجسٽريٽي پاور رکندڙ لسٽ ٺاهي رايو ڏيندا هئا عام جيلن ۾ به فلاڻي سردار خانبهادر جا قيدي سڏبا هئا. ٻوڏ جي خطري ڪري بنگلي هيٺيان ونگ ٺهيل آهن.

خاص ڪري دريائي بندن تي بنگلا جهڙوڪ اسانجي ضلعي مان گودي بنگلو، هيبت بنگلو، ٽوڙي بنگلو (ٺهڻ 1911ع) ۾ لانڊي بنگلو (جنهن کي شيول لانڊي به چوندا آهن) . شڪار، ڪيس مڪڻ، ماڪي ۽ ٻيلن ۾ رهندڙ گوريلن لاءِ خاص نظرداري جاسوسي لاءِ جوڙيا ويا هئا. ٽوڙي بنگلو ڪنڊڪوٽ تعلقي انڙ ڪئنال جي درياءَ مان نڪرڻ واري هنڌ تي اڏيو ويو، جيڪو عاليشان ريسٽ هائوس پڻ شمار ٿيندو هو.

# ڍنڍون ۽ ڍورا

## مڇي

ضلعي ڪشمور جي مڇي سڄي پيداواري وسيلن کان اتم آهي،هتي درياءِ جي پراڻن وهڪرن سبب ڍنڍن ۽ ڍورن ۾ اڃا تائين مڇي فارم آهن جيڪي زميندارن جي ڪاتي مهاڳ ڪري ذاتي ملڪيت آهن، ڪن پنهنجي زمينن جي آبادي گهٽ ڏيڻ ڪري زمينن ۾ مڇي جا فارم ٺاهي ڇڏيا آهن. مڇي جا وڏا فارم جيڪي ٺيڪن وسيلي بااثر زميندار ڪٽي اچن ٿا. انهن ۾ غوثپور پرسان پراڻي بند ۽ بيگاري فيڊر جي اندر رپ نالي مشهور آهي. باقي پراڻا دريائي وهڪرا ڪاهي بداڻي، زور ڳڙهه، ڪنڌڪوٽ جي پرسان واقع آهن.جتان پهريان درياءِ وهندو هو. اهو درياءِ پراڻي هيبت شهر ۽ هاٽوڪي ڪنڌڪوٽ شهر ڳوٺ رحمت آباد سهرياڻي کان ڳوٺ بگن قمبراڻي، ڳوٺ شيران پيو، ڳوٺ قالو خان پڻي کان ٿيندي وري درياءِ داخل ٿئي ٿو.جيڪو هاڻي بيگاري فيڊر ۽ باءِ پاس روڊ جي ٺهڻ سبب بلاڪن ۽ ٽڪرن ۾ آهي. ان کان علاوهه دڙي پرسان شينهن ڪُمب کان غوثپور کان هلي مڇي ٻنڊي وٽ روڊ ڪراس ڪري درياءِ طرف منهن ڏيندي پراڻي درياءِ جو گس معلوم ٿئي ٿو.

# ضلع ڪشمور جي مڇين جا قسم

1.پلو(تمام گهٽ)
2.ملي
3.ڪرڙو(ڏنيرو, ٽپرو)
4.ٿيلهي
5.موراڪي
6.ڏاهي
7.گندڻ
8.شاڪر
9.ڄرڪو(پوئڪي)
10.ڪڳو
11.سينگاري
12.انڌي ٻلهڻ

# ضلعي ڪشمور جا ٻيلا

هن ضلعي اندر درياءَ جي پرسان ٻيلا هئا جنهن لاءِ ٻيلو ڪاتو هڪ خاص شعبو قائم ڪيو ويو هيو.هن ضلعي ۾ هي ٻيلا مشهور هئا.(1)گونبڪ ٻيلو (2)گيهلپور ٻيلو(3)گبلو ٻيلو (4)جنگڻ ٻيلو(5)شير ڳڙهه ٻيلو

سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي دور ۾ ئي تمام گهڻا ٻيلا هئا.جنهن ۾ مال لاءِ چراگاهه جي سهولت هئي.چاڪاڻ تہ سنڌي ماڻهن وٽ مال گهڻو هو ۽ سفر گذر بہ ان تي هو.ڪير، مکڻ، ماکي جام هئڻ ڪري ٻوڙ ڀاجي لاءِ ورلي ديگڙيون چڙهنديون هيون. ڪڏهن ڪڏهن گوشت شڪار ڪري آئي چاڙهي ڪائبو هو. ٻيلن مان تعميري ڪاٺ جنهن ۾ جندي جو سامان، گهرن ۾ ڪام، شهتير، در دريون، ڪٻٽ، پينگها، پلنگ، ڪتون، ڪرسيون ۽ سينگار جو سامان، گهرن جي گيلرين ۾ تڪ سان سينگاريل مهاڙيون شاهي ڏيک ڏينديون هيون.ڏاند گاڏيون، هر، کوهن هلائڻ لاءِ ايٽ، ڊنيگا، پاجاريون، ٻارن لاءِ رانديڪا. هن ضلعي جي شهر ڪشمور ڪي ڏيهہ پرڏيهہ، ديسان ديس پذيرائي ملندي هئي.هنرمندن جي وڏي ۾ وڏي آمدنيءَ جو ذريعو هوندو هو.سنڌ ۾ اهڙا مرڪز ڪشمور ڪان علاوهہ لقمان (خيرپور ميرس)۽ هالا ۾ هئا.ان جندي ڪري سنڌ دنيا ۾ مشهور آهي.

هينئر تہ گئس چلهن ۾ ٻري پئي،اڳ ۾ گهريا اوطاقن ۾ مچ

مچائڻ لاءِ ڪاٺ ٻيلن کان ايندو هو. خاص ڪري شادين مرادين ۽ غمين جي وقت ديڳن ٻچائڻ لاءِ جلائو ڪاٺ جي خريد فروخت لاءِ ڏاند گاڏين تي ڪاٺ آڻڻ مزدوري جو وڏو آسرو هيو.افسوس جو هن ضلعي جي غريبن مزدورن پورهيتن ڪاريگرن جي آمدني کي ٻيلن جي ختم ڪرڻ سان ڪاپاري ڌڪ رسيو.

ان ڪان وڏيڪ ٻيلا ختم ٿيڻ ڪري هتان جي آبهواگرم ترين علائقي جي اچا وڏيڪ گرم ٿي وئي.ان ڪان علاوه جيڪا روڊن رستن ۽ واهن جي ڪنارن تي وڻڪاري هئي.ٻيلن جي نرسرين مان ماڻهو گهرن لاءِ وڻ وٺي اچي گهرن جي اڱڻ، اوطاقن کوهن تي پوکيندا هئا.هوا جي موافق، تڏانڻ ڪري گرمي کي وڏو ڌڪ رسندو هيو.جيڪو سچ هن ضلعي جي سينڌ مان پيو گذري، اڳين حاڪمن ساڃاه وندن ڪامورن ٻيلن کي فروغ ڏنو، جيڪڏهن انگريز چاهن ها ته ٻيلا ختم ڪرائي پيا سگهن جان جيڪب ڪنڊڪوٽ جي پسگردائي وارو جهنگ وڍرائي زمينون هتان جي ماڻهن کي ورهائي ڏنيون مگر ٻيلن کي هٿ نه لاتائون.

ٻيلن جي هئڻ سان هرڻ، ڦاڙها، تتر، سيهڙ وغيره پلندا هئا.عوام ۽ آفيسر شڪار ڪندا هئا.انگريز بهادر لاءِ خانبهادر سردار اهڙيون سوڪڙيون ۽ شڪار ڪرائڻ جو بندوبست ڪندا هئا.ٻيلن ڪري عام پکي به جام هوندو هو. پکين جي هئڻ ڪري خلا ۾ موذي جيوڙن کي پکي کائي کپائيندا هئا. اڄڪلهه ٻيلن جي نه هئڻ ڪري گرمي جو دباءُ وڌيل آهي بيماريون هيپاٽائيٽس، مليريا جهڙا موذي مرض وڌي ويا آهن.سرڪار درياءَ جي پاڻي کي گهٽائڻ ۽ ڏاڙيلن جي بهاني ٻيلن کي ساڙي ختم پئي ڪري ٻيلن کي ٻاهيون ڏنيون ويون ۽ زمينون نيلام ڪيون پيون وڃن

ٿيون.انگريزن جي دور ۾ به ڌاڙيلن جو نالو هيو.حالانڪ انگريز حڪومت جي باغين کي جنت السنڌ جهڙي ليڪڪن به ڌاڙيل ڪري لکيو.پوءِ به انگريزن بيلا ختم نه ڪيا. هن وقت ته حڪومت جو ڪو باغي ڌاڙيل ڪونه آهي.هن وقت تائين ڪنهن به ڌاڙيل وڏو وڏيرو سردار، چوڌري يا وزير ڪونه اغوا ڪيو آهي، پوءِ به بيلا ساڙيا ويا، اسان جي ضلعي جي عوام کي بيلن جي انيڪ نعمتن کان الائي ڇو محروم ڪيو پيو وڃي.اڄ تائين ڪنهن به ايوان مان يا بااثر ماڻهن ڪوبه آواز نه اٿاريو آهي.

وس وارن عملدارن کي اپيل آهي ته بيلا ٻيهر قائم ڪيا وڃن.روڊن، اسپتالن، اسڪولن، واهن تي ٻيهر وڻ پوکرائي هن ضلعي جي آبهوا بهتر بڻائڻ ۾ مدد ڪن.

# ضلعي ڪشمور جا هنر

هاري ۽ مزدور هن ڌرتي جا بظاهر سرجيندڙ ملڪ جا مالهي آهن، هنن جي محنت سچائي سان گلشن ۽ گل ٽڙن ٿا ۽ سڄو سنسار واسجي پوي ٿو.

هي ضلعو گهڻو ڪري هڪڙي پيري پاڻي اڻ سان ساريالو خطو آهي، دوياري ۾ ڪڻڪ، چڻا، مٽر، ڪٿي ڪٿي ڪپهه تيلي، ٻج جو فصل پوکيو وڃي ٿو مگر انهن فصلن جي هارپ لاءِ ٽوٽل ٻه ٻه مهينا يعنيٰ ٻارنهن مهينن مان چار مهينا ڪم آهي. چانورن جا سيلر(مشينون) ٻه مختصر مدت لاءِ آهن، صرف ٻه فلور ملون آهن، هڪ سيمينٽ جون ناهيندڙ سرون ۽ پائيپ وغيره جو ڪارخانو ڪالوني نمبرون ڪشمور ۾ آهي.

هن ضلعي جو مشهور هنر جنڊي آهي، جيڪو صدين کان ڏيهه پرڏيهه مشهور آهي، جنهن ۾ پلنگ، کٽون، ڪرسيون، ٽيبل، ٽپائيون، پينگها ۽ ٻيون سينگار جون سوين شيون پڻ هٿ جي هنر سان ٺهن پيون، جڏهن کان ٻيلا قائم هئا ته ڪاٺ سستو هو ۽ خريداري تمام گهڻي ڪئي ويندي هئي مگر افسوس جڏهن کان ٻيلا ختم ٿيڻ شروع ٿيا آهن تڏهن کان جنڊي جي ڪاريگرن ۾ بيروزگاري بيچيني وڌي آهي مهانگائي جي ڪري شوقينن جي شوق ذوق جو خاتمو ٿيڻ شروع ٿيو آهي، هن ضلعي ۾ ڪنڀرن جو آوي(نهائي)پوين پساهن ۾ رهيو. جيڪي نڪر جا ٽانو، موهن جي دڙي کان اڄ تائين سنڌ ۾ موجود پئي رهيا آهن ٿڌن مٽن، دلن، گهڙن گهگهين، شادين غمين ۾ پائڙن، پاٽن، ڪوزن، ڪُپن، لوٽين(ڪنگرين) جا ته نئين نسل کي نالا ٻه مشڪل سان اچن ٿا، جهڙو مزو ٿڌن گهڙن دلن ۽ مٽن ۾ آهي اهڙو ٿڌو پاڻي فرج

۾ ڪٽي، بجلي جي بحران ڪري گرم پاڻي پيئڻ ڪري گهڻا ماڻهو هيپاٽائيٽس جي مرضي ۾ مبتلا ٿي ويا آهن.

اسان جي ضلعي ۾ هنيئر فقط رليون، ٽوپيون، گگا، گجر (جنهن کي پناڻي صاحب ساراهيو آهي ته:

گجر جي گج ميل ۾، تارن جون تبرون
هٽي حاڪمن کي زور پريون زبرون
ڪاڪ ڪندي قبرون، پسو پرڏينهن جا

ٽوپيون ، بڪراٽي، بخشاپوري، سانگين ۽ بگتي ڪٽ جون مشهور آهن، هن ضلعي جون ٽڪ ۽ ٽڪرين تي رليون پڻ ديسان ديس مشهور آهن، هتان جي رلي سنڌالاجي ميوزم ۾ سائين جي ايم سيد جي ڪارنر ۾ موجود آهي جيڪا سالگرهه جي موقعي تي تحفي طور ڏني وئي هئي.

هن ضلعي جي چمڙي جون جتيون، بندوقن جا پٽا، سِيم ۽ پٽ تي ڪُنديءَ سان جڙيل سامان ماڻهو کي حيران ڪندڙ مشهور هنر آهن.

هتان جي ڪشمور شهر ۾ جنڊي جي سامان لاءِ سنڌ سمال انڊسٽري جو هڪ دڪان پڻ آهي، جنهن جي گهٽ خريداري ٿيڻ سبب ڪو بيو دڪان سرڪار طرفان هت ناهي کلي سگهيو جنهن ۾ هٿ جي هنر جو رابطو ملڪ توڙي ٻاهرين ملڪن تائين قائم ڪري سگهجي.

هن ضلعي ۾ جامع رٿابندي نه هجڻ ڪري هنري مرڪز يا وڏا ڪارخانا نه هجڻ سان پورهيتن ۾ چڙواڪي ۽ خراب لاڙا ٿيندا، پورهئي نه هئڻ ڪري ماڻهن جو شهر ،رستن ۽ هوٽلن تي سڄو ڏينهن خالي ويهڻ هن خطي لاءِ هاجيڪار آهي، ڪنڌڪوٽ گئس فيلڊ ۽ ٿرمل بجلي گهر گڊو ۾ به مقامي ماڻهو اٽي ۾ لوڻ برابر برسروزگار ۾ آهن، سرڪار سگهوري بيا ڪي وڏا هنري مرڪز يا وڏا ڪي ڪارخانا قائم ڪري ۽ ان هنري مرڪزن ۽ ڪارخانن ۾ صرف مقامي ماڻهن کي روزگار ڏي ته عوام همدردي جي ناتي سان دعاگو رهندي.

# قبيلا ۽ ذاتيون

مزاري، بهلڪاڻي ،سندراڻي، ڏومڪي، نوناري، جعفري، باجڪاڻي، سانوند، لڪڙ، ٽانوري، لغاري، جکراڻي، ننڌواڻي، ڏاهاڻي، بجاراڻي، کوسہ، سبزوئي، پنهوار، ميراڻي، ميٽڪ، چولياڻي، بنگلاڻي، گجراڻي، لولئي، جاگيراڻي، سيد، اعواڻ، گبول، قمبراڻي، تيغاڻي، سهرياڻي، بنگوار، محمداڻي، گولا، اوڳاهي، چاچڙ، ناهڙ، سنجراڻي، گولاٽا، مرهيٽا، چانديا، بکراڻي، گاڏهي، عارباڻي، لاڙ، پنہ، دائودپوٽہ، رند، مگسي، لاشاري، هندو، شيخ، دايہ، کوش، بداڻي، جسڪاڻي، ٿهيم، چنہ، سومرا، ملڪ، پيہ، پناڻ، شر، سولنگي، ڇڄڻ، ٻرڙا،خواجہ وغيره

# جهيڙا جهڳڙا

جهيڙا جهڳڙا پوري ملڪ ۾ روز جو معمول بڻيل آهن. هر هنڌ جهيڙي جا ڪارڻ ڪٿي مختلف آهن، مگر نقصان هڪجهڙا ۽ ساڳيا ٿين ٿا. سڄي ملڪ سڄي سنڌ کان زياده اتر سنڌ ۾ وڏي پئماني تي جهيڙا جهڳڙا اٺويهه سو اسي واري ڏهاڪي کان هر طرف کان شروع ٿيا آهن.ان جا اصل اسباب عام فهم کان تمام پري آهن.

جيئن سامراج جا روپ مختلف دورن ۾ ڌار ڌار رهيا آهن تيئن جهيڙن جا سبب وقت ۽ حالتن تحت بيا ٿين ٿا مگر هن قوم ۽ قبيلن جي لاءِ تباهي ۽ بربادي جو پيغام ساڳيو آهي ۽ ترقي جي راهه ۾ وڏيون رڪاوٽون آهن، انسان ذات جو ناحق خون وهڻ، ڌرتيءَ تي رت جو هڪ هڪ ڦڙو ڪرڻ الله پاڪ جي طرفان ڪاوڙجڻ.قهر نازل ٿيڻ لاءِ اٽتر دعوت آهي.

مولوي نورالدين"مسرور"ٻهلڪاڻي جو هڪ ان بنسبت شعر آهي:

آزار الاهي کان ڪوئي گهر نہ ڇٽل آ
گهر ۾ جو ڇٽا چار سو هرهڪ کان رٺل آ
نہ ڪي ڪوسو. نڪي بردي نڪي بڪتي نہ مري آ
قرآن ڇڏڻ جي ڪري هي باهہ ٻري آ

جهيڙا جهڳڙا سڄي سنڌ ۾ ڪاروڪاري، ذاتي انا لوڀ لالچ، خود مطلبي، غلط پروپگينڊا، مفاد پرستن جي ناپاڪ ڳجهن هٿن ۽ علم يعنيٰ شعور جي کوٽ جا خاص اسباب آهن.مگر اسانجي ضلعي ۾ خاص ڪري سياح ڪاري(ڪاروڪاري)چوري،

مال جي چوري، پوک جي پيلي ۽ زميني تڪرار تان شروع ٿيل جهيڙا نظر اچن ٿا.

اهل نظر وارا چون ٿا تہ تعليم جي تباهي مکيہ ڪارڻ آهي جنهن ڪري تڪرار هلي رهيا آهن.سال 1970ع کان ڪاپي ڪلچر، ووٽ وٺڻ جي لالچ، جمهوريت جي غلط استعمال، ملڪ جي انتظام کي ڪمزور ڪيو آهي، هر اعليٰ ۽ ادني آفيسر جي سفارش ملڪ جي مشينري، ڏائوان ڏول ڪري ڇڏي آهي.ان ڪري ڪرپشن، لاقانونيت کي فروغ ڏنو آهي.

ڪن جو چوڻ آهي تہ سنڌ بہ ان ملڪ جو حصو آهي جنهن ۾ پنجاب آهي، اتي ايترا واقعا نہ ٿا ٿين جيترا سنڌ ۾ • چوري، ڌاڙن، اغوائن ۽ قبيلائي جهڳڙن جا واقعا روز بروز آهن.ان مان اها مراد وٺجي تہ خاص سرڪار جو توجهہ گهٽ رهڻ، ڪن لاتار ڪرڻ ۽ ڪن سامراجي سازشن جا ناپاڪ اردا ۽ وڏيرن، سردارن چونڊيل نمائندن جي نرم گوشي بہ شامل آهي تہ جيئن عوام پاڻ ۾ وڙهيل هجي.ملڪي معاملن تي پاڻ ۾ اتحاد ڪري گڏجي روڄن تي نڪري نہ سگهن گهٽا وڏيرا چاهن ٿا تہ عوام خوشحال هوندو تہ جهيڙا نہ ٿيندا. سک سان سمهندا تہ اسانجي اوطاقن تي حاضري نہ ڀريندا. اسان وٽ دانهي نہ ايندا. فيصلن لاءِ جتيون نہ گسائيدا. آزيون نيزاريون نہ ڪندا تہ اسان جو هنن تي هٿ گهمائڻ ۽ ڪم ڪرڻ جو موقعو ئي نہ ملندو تہ ووٽ ڪيئن ملندا.انهن ڳالهين تي نام نهادر سردار پوتار ڪافي اپري آيا آهن ۽ پراڊو تي گهمن ٿا.ان کان علاوهہ عوام علم پرائي اسان جي سامهون اچي ڪرسين تي آفيسر ٿي ويهندا. پيجارن ۽ پراڊو گاڏين ۾ گهمندا. پنهنجي علمي قابليت تي ڪرسين تي فائز ٿيندا. اسان جي ڪڏ نوڪرين لاءِ پيچ ڏک کان آجا ٿيندا تہ اسان جو داٻو،

اسان جو سسٽم ڏهي پوندو.

منهنجي علم ۾ مٿيان سڀئي سبب پرچشم مگر عوام پنهنجو پلو پاڻ سوچي، سردار دل سان نہ صحيح ڪٿي بظاهر جهيڙا ڪن جي در تان خير لاءِ خالي موٽي اچن.پنهنجي ڳوٺ جا استاد پنهنجن ٻارن کي پاڻ نہ پڙهائن.انهن کي ڳوٺ جا سڀ ماڻهو گڏجي نہ چون گڏجي زور نہ ڀرن ۽ شرمائن ان جي برعڪس هڪ ماڻهو جي قتل تي لاش روڊ تي رکي ڌرڻو تہ ڪن ٿا ۽ روڊ بلاڪ ڪرڻ سان ايس پي يا مڪيہ عملدار اچي جيئن ايف آءِ آر داخل ڪرائن مگر ڳوٺ جي سوين ٻارن جي زندگي تباهہ پئي ٿئي ۽ ڳوناٺا ڪو احتجاج نٿا ڪن، ائين ڪٿي چوان تہ پاڻ سان پاڻ دشمني پيا ڪريون.غلط سوچ وارن پنهنجي دشمن يا ڪن مطلب پرست وڏيرن، نام نهاد سردارن کي پنهنجي تباهي جو پلاٽ پاڻ هٿن سان ناهي ڏيڻ ۾ ڪوتاهي پنهنجي ۽ ڏوهہ ٻين کي ڏيڻ ڪٿان جي دانشمندي آهي.الله پاڻ کي تہ عقل ڏنو آهي، سي پنهنجي خلاف سازش کي چونٿا سڃاڻن، مٿين بحث مان آءُ ان نتيجي تي پهچڻ وارو آهيان تہ قبيلائي جهيڙن جهڳڙن ڪري هتان جي سيني رهاڪن جي هڪ جهڙي بربادي آهي.جڏهن هينيون طبقو ختم ٿيندو تہ مٿيون طبقو خود بہ خود بيڪار ٿي ويندو. هاري نہ هوندا تہ وڏيرا ڇا ڪندا.مزدور نہ هوندا تہ ملڪي ڪارخانا ڪيئن هلندا.سردار پنهنجي راڄ سان سهٽا آهن.اچو تہ گڏجي انهن مسئلن کي حل ڪريون.جڏهن قبيلائي جهيڙا ختم ٿيندا. بازارن ۾ ٻيهر رونق ايندي، مزدوري جا رستا ڪلندا. رات جو ماڻهو سک سان سمهندا ڪو ڏاڙيل نہ رهندو تہ هت ترقي ٿيندي.

قبيلائي ويڙهہ ڪري شهر نہ وڃڻ روزگار نہ ڪرڻ گهرن جا زيور مال وڪٽي پيٽ جو ڪيستائين بک ختم ڪندا.ويڙهہ لاءِ

هٿيار ڪٽان گڏ ڪندا.چوريون ڌاڙا، اغوا هڪ طرف قبيلائي جهيڙن ڪري ٽين ٽا ٻئي طرف لاقانونيت هئڻ ڪري هر ايف آءِ آر تي ٽاٽا نوٽ ٿاهن ٿا. پئسن نہ ڏيڻ ڪري تر جا سڀ ڏوهہ انهن تي مڙهي اشتهاري ڏوهي لسٽ ۾ لکجن ٿا.قبيلائي جهيڙن، چورين، ڌاڙن، اغوائن بند ٿيڻ سان ماڻهو آزاد ۽ آجا رهندا.قبيلائي جهيڙن ڪري ماستر بهانو بڻائي پڙهائڻ لاءِ نہ ٿا وڃن ۽ گهرن ڪان نٿا نڪرن.يا سختي ڪري وڏيرن کي ايتا سبتا سبب ڏيئي آفيسرن کي فون ڪرائي گهر ويٺي پگهارون کڻڻ سڀ ڳالهيون ختم ٿينديون.

قبيلائي جهيڙن ڪري تباهي جي ڪناري عوام پهتل آهي، وڏيرن کي مٿين سرڪار بليڪ ميل ڪندي چوي ٿي تہ توهان جو راج خوني، ڌاڙيل، چور آهي ملڪي پئسو ناحق خرچ ٿئي ٿو.اهلڪارن جي نفري وڌائجي ٿي، انتظام خراب ٿو ٿئي وغيره توهان وڏيرا سردار انهن جي پشت پناهي ٿا ڪريو، ٻي صورت ۾ اوهان اسان سان ها ۾ ها ملايو.جنهن پارٽي ۾ چئون ان ۾ رات جي پيٽ ۾ هليا وڃو.ساڳيو انگريزن جو نظام ۽ ان ۾ ڪرسي گهٽن طرفن ڪان فائدو وٺي پئي.

سامراجي لٽ سردار جون قرض ڏيندڙ بئنڪون چاهين ٿيون تہ ٽئين ۽ چوٿين دنيا جا ملڪ سچا رهن تہ بئنڪن مان قرض وٺندا وياج وڌندو.ان معاملي تي آءُ پنهنجي ڇپيل ڪتاب"تاريخ ۽ اسان"۾ بہ لکيو آهي.ان ڪان وڌيڪ لکڻ سان مضمون طويل ٿي ويندو.منهنجي لکيل ويچارن بابت وڌيڪ هتان جا رهاڪو سيئي باشعور عالم، دانشور، شاعر، سياستدان، ڏاها ڄاڻن ٿا هو، هڪ هنڌ ويهي گڏجي مسئلن جو حل ڳولي ان تي عمل تائين خاموش نہ ويهن.

# جهيڙن جهڳڙن تي شاعري

امن روڊ ڳوٺن ۽ شهرن ۾ ڪونهي
سڪون دل جي پلڪن ۽ پهرن ۾ ڪونهي
ڏيون ڏوهه ڌارين تي ڇا لاءِ "زخمي"
ڏسو گهٽ جتوئين ۽ مهرن ۾ ڪونهي

(زخمي چانڊيو)

سامراجي چال آهي، پاڻ ۾ جهيڙا ٿين
ڪونه ڪن هو پيار محبت ۽ نه ڪي ميڙا ٿين
نفرتن جي باهه ۾ "ارڏا" سوين ڌاتيون سڙيون
جي حقيقت ڪي سڃاڻن، سڀ ملي جوڙا ٿين

(ارڏو اترادي)

تون ۽ مان ڇاتي رناسون، هيءَ ڄاڻين چو نه ٿو؟
سوال هي هر بار دل ۾، تون وراڻين چو نه ٿو؟
چو ٻٺي چانڊيا ۽ مڪسي، ڌاتيون ڪاتيون ٿيون
ڪير ٿو "ارڏا" ويڙهائي، تون سڃاڻين چو نه ٿو

(ارڏو اترادي)

ٽل:دنيا جي رفتار تکي آ ،رکڻ واري چال رکي آ
هلڻ ۾ هو بجلي آهي، اڏرڻ ۾ شهباز پکي آ

پاڻ ۾ پيارا پيار وڌايون، سڌي سڌي سيني لايون
مرڪ ورهايون خوب کلايون، جيڪا جيڪا ڏُل دکي آ

ذات پات جا ويڇا ڇڏي، گهرگهر پيار محبت اڏي
نينهن نڀايون نندي وڏي، شاهه ڀٽائي ست لکي آ

جيڪي پيارا علم پرائن، پنهنجي سهڻي سوچ وڌائن
ماکي مصري کير ورهائن، اصلي اتان چاش چکي آ

شاعر ان لاءِ شعر ٺا ٺاهن، جهيڙا جهگڙا چگا ناهن
جيڪي"ارڏا"خوشبو چاهن، تن جي گهر ۾ گل رکي آ

(ارڏو اترادي)

حوالہ(1)مونو گراف ايم اي سوشيالاجي محب الله باجڪاڻي
سيٽ 65247 سال 2004ع

# ضلعي جا مشغلا

هن ضلعي ۾ ڏندان پڄاڻ جون گوٺيون، گهوڙن جا ميلا، رڇ ڪتي جي ويڙهه، تترن، هرڻن جا شڪار، تترن جي ٻولڻ تي شرطون، اميراڻا شوق ليکيا ويندا هئا.ڏاندان جو گوٺيون هن ضلعي جي وڏن ماڻهن جي طرفان شروع ٿيون.پري پري کان ڏاند ۽ گاڏيون سوارن تي ڪٺي اچڻ. ماڻهن جا ميلا مچڻ نندي شرط کان هزارن لکن شرطن تائين پهچڻ جوئا جي ڪٽڻ تي نعرا، هنبوچيون، دهل، شرنائيون، ناچن جو نچڻ تقريبن هر پندرهين ڏينهن يا مهيني مهيني هن ضلعي ۾ ڪڏهن چٽولي(غوثپور جي ويجهو)ته ڪڏهن بخشاپور ٿيندا رهندا هئا.رند، جکراڻي، ڏومڪي ۽ بجاراڻي وڏيرن سردارن جا ڏاند ۽ انهن جا نالا مشهور هئا. "لغڙ به لاڙو هيو ته موالي چو مارايئه""تمڪڻ بهراڻي جا نارا، ڏاندن کي پڳ ٻڌڻ""جهندو ڪٽڻ"سڄي تر ۾ مثال مشهور ٿيڻ ته "جيڪو جوڙو سر،مان ان جي ،پر"تمڪڻ بهراڻي ڪتان جو هيو.ڪا خبر ناهي مگر جتي گوءِ ٿي تمڪڻ بهراڻي جو پهچڻ لازمي هو.

ڪافي شوقين سرندي وارا، گهٽا جوئاري، نڪمه ان داڻا وڪٽي به گوءِ تي ماڻهو پهچي ويندا هئا.هن موذي مرض ڪيترا زميندار صفا سڃا ڪري ڇڏيا.ڪيترا ماڻهو عادي ٿيا ڏاندن جي گوءِ ڪانسواءِ ڪڪڙن جا ميل اچا وڏي ويا. هر نندي وڏي ماڻهو کي ڪڪڙ بغل ۾ هوندو ئي هيو. سڄو تر ڪوڪڙي ٿي پيو. پنهنجي ڪاڻڻ لاءِ ٻچن جي دوا لاءِ پئسا نه هجن ته خير آ مگر ڪڪڙن کي

بادام ڪارائڻ لاءِ ميل تي شرط رکڻ لاءِ خبر ناهي ڪتان پئسا ايندا هئا. ڊاڪٽر نواز علي شوق سهرياڻي صاحب فون تي ٻڌائيو ته اسان جي ضلعي جا وڏيرا ڏاندن جي گوءِ جا ايترا جنوني هئا جو هڪڙي وڏيري شايد ان جو نالو الاهي بخش لاشاري هو، تنهن وصعيت ڪئي ته آءُ مري وڃان ته مون کي گوءِ جي پڙ تي پورجو.

ڏاندن ڪانسواءِ ڪڪڙن جي ميل ڪانسواءِ گهوڙن جو ميلو هن ضلعي جو ملڪن ۾ مشهور رهيو آهي، جنهن جو ذڪر پير علي محمد شاهه راشدي"اهي ڏينهن اهي شينهن"۾ پڻ ڪيو آهي.جنهن جو گهوڙو اول نمبر تي اچي ته ان کي انگريز بهادر انعامن سان نوازيندو هو.مير شاهه علي خان ڊومڪي جيڪو خانبهادر مير علي بلاول خان ڊومڪي جو وڏو هيو.ان کي سٺي گهوڙي جي بدلي جاگير ڏني وئي جيڪا ڊکڻ بنگلي ڪشمور کان شروع ٿي ملگزار دنگ ڪيائين.

پير علي محمد شاهه راشدي لکي ٿو ته گهوڙن جو ميلو هڪ بهانو هو، انگريز بهادر جو اچڻ، ڊپٽي ڪليڪٽر، ڪامورن جي هيڪهي مچڻ، وڏيرن جو انهن کي دعوتون ڪرڻ، ملاقاتون ڪرڻ، شڪار جون دعوتون ضيافتون ڏيڻ هو.جنهن جي دعوت قبول ٿي ان جي در تي چنڊ لٿو.وڏي ظلم وڏي حيرت جي اها ڳالهه آهي، ته گهوڙا به اسانجا ۽ سنڌ جون زمينون به اسانجون انعام ڏيڻ انهن گهوڙن، اسانجي بهادر اڏول انسانن جي گرفتا ڪرڻ ۾ وڏي مدد ڪئي. گهوڙي سوار فوجن جي رهائڻ واري هند کي رسالو سڏيو ويندو آهي.ڪشمور رسالدار چڻ گهوڙي سوار جون ڇانوٽيون هيون.ان ڳجهارت ان راز جي ڳنڍ اڄ تائين ڪنهن نه کولي سگهي، جنهن وسيلي اڪثر سنڌ پر خاص قلات

خانگڙهه(بعد ۾ جيڪب آباد نالو پيو)انگريز انهن گهوڙن وسيلي زيرڪري فتح ڪيو.

اڄڪلهه ڪرڪيٽ کي سامراج اهميت ڏيئي جوئا، جاسوسي، چڙواڳي، ڪانسواءِ تعليم جو ڏيئو وسمائي ڇڏيو، هر ڳوٺ، وستي، واهڻ شهر ۾ ڪرڪيٽ عام آهي.شاگرد صبح جو اسڪول جي اسيمبلي جي گهنڊ وڄڻ تائين ڪرڪيٽ کيڏڻ. رسيس ۾ ڪرڪيٽ کيڏڻ ايتري قدر جو (رسيس معنيٰ ٽڪ پچڻ. پاٽي پيئڻ فريش ٿيڻ لاءِ آهي مگر) رسيس بند ٿيڻ ڪانپوءِ پاٽي پيئڻ لاءِ ڊڪ ڊوڙ ڪري ڪلاس روم ۾ دير سان داخل ٿي پيرڊ وڃائڻ معمول بڻيل آهي.موڪل جي وقت وري اڌ منو ڪلاڪ ڪرڪيٽ کيڏڻ، ان ڪانپوءِ گهر پهچي ماني کائي وري گرائونڊ پچ تي پهچي شام تائين راند ڪري وري گهر پهچي تڙ شنان ڪري وري ٽي وي تي ويهي ڪرڪيٽ ڏسڻ شروع، تقريبن هر رات ڪنهن نہ ڪنهن ملڪ ۾ ڪرڪيٽ براءِ راس ڏيکارڻ ٿئي پيو.حالانڪ راند (Extra Curriculum) ۾ شامل آهي پر هت اسان وٽ سامراج ظاهر باطن پنهنجي مفاد لاءِ ڪرڪيٽ کي اهميت ڏني آهي.اسانجي نئين نسل بہ علم ۽ شعور وڌائڻ کي هميشہ لاءِ خدا حافظ چئي ڇڏيو، چوندا آهن تہ جنهن قوم کي غلام بڻائجي تہ اول ان قوم کان اُن جو علم کسيو وڃي.علم ڪانسواءِ هت اهڙن موذي مرضن جو علاج ناممڪن آهي.اهڙا مٿيان شوق. تباهي ۽ بربادي ڪانسواءِ ڪجهہ بہ نہ آهن.حالانڪ شوق صرف شوق جي حد تائين ۽ راند فقط راند ۽ صحت جي حد تائين هئڻ گهرجي نہ ڪي جنون جي حد تائين چاڪاڻ تہ جنوُن خود زوال جي نشاني آهي.

# ضلعي جي آدم شماري 1998ع مطابق

| | | |
|---|---|---|
| ڪنڌڪوٽ | 199401 | 117015 |
| ڪشمور | 268899 | 169939 |
| تنگواڻي | 194100 | 117606 |
| ٽوٽل | 662400 | 405460 |

# ذات ذڻي

## ڊاڪٽر نواز علي "شوق" صاحب

ڊاڪٽر نواز علي شوق ولد تاج محمد سهرياڻي ڪنڌڪوٽ شهر جي پرسان ڳوٺ رحمت آباد(رحمت خان سهرياڻي) ۾ 1937ع ۾ پيدا ٿيو.1956ع ۾ مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڪنڌڪوٽ مان ڪيائين ۽ ممتاز ڪاليج خيرپور مان بي اي سال 1960ع ۾ پاس ڪري ڪراچي يونيورسٽي ۾ ايم اي سنڌي ۾ 1963ع ۾ ايل ايل بي سال 1965ع ۾ پاس ڪيائين.سال 1969ع ۾ سنڌ يونيورسٽي مان ايم اي اردو ۾ پاس ڪري جلد ئي اسلاميه ڪاليج سکر ۾ سنڌيءَ جو ليڪچرار ٿيو.سال 1976ع ۾ پي ايڇ ڊي ڪيائون. ان بعد سنڌي شعبي جي چيئرمين جي عهدي تان ڪراچي مان رٽائرڊ ٿيو.ڊاڪٽر صاحب ڪيترن ڪتابن جا مصنف ۽ مرتب آهن.ان ڪانسواءِ بهترين نقاد، محقق ۽ شاعر آهن.

ڊاڪٽر صاحب سنڌي اردو انگريزي ٻولي جا مايه ناز اديب آهن، جنهن ۾ نه صرف اسانجو ضلعو مگر پنهنجي ديس ۽ پرڏيهه ۾ نالو روشن ڪرڻ وارا اسڪالر آهن. ڊاڪٽر صاحب شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي رسالي سيهڙينڊڙ ترنپ صاحب جي ورسي تي ڪوٺايل بين الاقوامي ڪانفرنس جرمني ۾ مقالو پڙهيائون. ڊاڪٽر صاحب ريڊيو ۽ ٽي وي جا سوين پروگرام ڪيا. ڪيترو وقت ٽي وي تي پرڪ پروگرام جا انچارج به رهيا.

ڊاڪٽر صاحب سنڌي، اردو، انگريزي، سرائڪي ڪتابن جا ڪافي پڻ ترجما ڪري سنڌي ٻولي جي واڌاري لاءِ زندگي جا

اهم ايام اربي چڙيا، ڊاڪٽر صاحب جن وٽ ڪراچيءَ واري گهر ۾ پندرهن هزار ڪتاب ذاتي لائبريري ۾ رکيل آهن، ڪيترن شاگردن ادبي دوستن جي لاءِ هر وقت لائبريري جا در کولي ڇڏيا آهن. ڊاڪٽر صاحب هڪ روشن خيال ترقي پسند محبتي انسان آهن.

# ڊاڪٽر ملڪ نديم صاحب

1946ع کان 2010ع تائين

ڊاڪٽر ملڪ نديم جو اصل نالو عبدالرزاق ولد موريو خان ملڪ جي گهر ۾ 1946ع تي پيدا ٿيو. پرائمري تعليم گورنمينٽ مين پرائمري اسڪول ۾ حاصل ڪيائين. 1963 ۾ مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڪنڌڪوٽ مان پاس ڪري سال 1971ع ۾ ايم اي سنڌي ادب ۾ پاس ڪيائين ۽ ڊگري ڪاليج ڪنڌڪوٽ ۾ ڪجهه وقت ڪلارڪ ۽ ڪجهه وقت روانه هلال پاڪستان اخبار ۾ سب ايڊيٽر ٿيو.جتان 1978ع ۾ واپس ڪنڌڪوٽ آيو پر پوءِ ان ئي سال ۾ شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ميرس ۾ سنڌي شعبي ۾ ليڪچرار ٿيو ۽ اتان ئي پي ايچ ڊي ڪري ساڳي يونيورسٽي ۾ سنڌي شعبي جو چيئرمين ٿيو ۽ اتان ئي رٽائرڊ ٿيو.

ڊاڪٽر صاحب ادبي زندگي جو آغاز 1966ع کان ڪيائون ۽ ڪنڌڪوٽ ۾ سنڌي ادبي سنگت جا روح روان ٿيا. ڊاڪٽر صاحب شاعري نانديپڻ ئي کان ڪندا هئا سندس شاعري 1960ع ۾ روح رهاڻ رسالي ۾ پهريون شعر ڇپيو.ڊاڪٽر صاحب شاعر، اديب، بهترين نقاد هئا. هلال پاڪستان، عوامي آواز کان وٺي ڪيترن ئي اخبارن رسالن ۾ سندس ڪالم ۽ شعر ڇپجندا رهيا.ڊاڪٽر صاحب تي سالگرهه جي موقعي تي تمام گهڻن اديبن شاعرن جون لکڻيون شايع ٿينديون رهنديون، ڊاڪٽر صاحب ويجهڙائي ۾ هڪ ادبي ادارو قائم ڪيو جنهن مان سندس چار ڪتاب شايع ٿي چڪا

آهن ۽ ڪافي مقالا ۽ مضمون ترتيب هيٺ آهن.

ڊاڪٽر صاحب انتهائي بااخلاق روشن خيال ترقي پسند غريب نواز هئا. خاص غريبن، هاري، مزدور جا هڏڏوکي اڻ اعلانيہ وڪيل هئا. ڊاڪٽر صاحب 9 مارچ 2010ع تي اوچتو هن دنيا مان هليو ويو.هن جي دنيا مان لڏي وڃڻ بعد منهنجي جواني ڪنهن بہ موسم نہ چورائي ڪتاب ڇپجي آيو ان ۾ سندس فرزند جيڪي ڪتاب جي ابتدا ۾ اکر لکيا آهن سي اهل دل اديب ڏک مان شايد پڙهي نہ سگهي،جيڪا هن جي زندگي جي ان عڪاسي ڪئي سا پيڙاءُ ۽ درد ڪٿا آهي ۽ سائين عبدالڪريم "گدائي" هي شعر شايد پنهنجي لاءِ نہ پر ڊاڪٽر ملڪ نديم لاءِ لکي ويو آهي.

جي آيو غم ڪٽي ٽاري ڇڏيوسين
ڪلي وقت سارو گذاري ڇڏيوسين
سفر زندگيءَ جو ڪٺن هو گدائي
بحر طور گذريو، گذاري ڇڏيوسين

# پروفيسر ڊاڪٽر مفتي عبدالقيوم ميراڻي

ڊاڪٽر مولانا عبدالقيوم ولد عبدالغفور "محمود" ميراڻي ڳوٺ مير واحد بخش خان بجاراڻي(تعلقہ ڪنڌڪوٽ) جا رهاڪو آهن.شروعاتي تعليم مدرسہ دارالفيوض ڪنڌڪوٽ مان حاصل ڪري، درس نظامي ڪانپوءِ دوره حديث ۽ مفتي جو ڪورس معتمہ العلوم اسلاميہ بنوري ٽائون ڪراچي مان پڙهي فارغ ٿيا. ان ڪانپوءِ مدينہ منوره وڃي جامع اسلاميہ ۾ داخلا ورتي اتان شعبہ قرت ۾ ڊگري ورتي ۽ جامع ام القري يونيورسٽي(سعودي عربيہ)مڪتہ المڪرم ۾ ليڪچرار مقرر ٿيا. هن وقت ان يونيورسٽي ۾ پروفيسر جي عهدي تي فائز آهن.

مفتي صاحب سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو مان سائين علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جن(1916 وصال 2003ع) جي نگراني ۾ پي ايڇ ڊي جي ڊگري ورتي.مفتي صاحب هڪ عالم فاضل انسان دوست آهن.

# رشيد احمد لاشاري

رشيد احمد لاشاري8 اپريل 1922ع ۾ ڳوٺ ملگزار ضلع جعفرآباد بلوچستان ۾ زرق خان لاشاريءَ جي گهر ۾ ڄائو. سنڌي تعليم ڳوٺ سويو خان اوڳاهي ۾ استاد عاربي خان اوڳاهي وٽان حاصل ڪري سنڌي فائينل پاس ڪيائين. 1944ع ۾ تعليم کاتي ۾ ماستر مقرر ٿيو.1948ع ۾ ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد ۾ اردو ٽيچر مقرر ٿيو.1954ع ۾ سنڌي ليڪچرار مقرر ٿيو.1956ء ۾ طويل بيماري سبب نوڪري ڇڏي ڪراچي وڃي رهيو. جتي ڪيترن ئي سنڌي فلمن جون ڪهاڻيون، ڪلام لکيائين انهن ۾ عمر مارئي، پرديسي، سسئي پنهون وغيره فلمون شامل آهن. اردو فلمن ۾ نئي ڪرن، هماري زبان، شامل آهن.ڪجهه وقت هارون ڪاليج ڪراچي ڪڏهه ۾ سنڌيءَ جو ليڪچرار بہ ٿيو. ريڊيو پاڪستان حيدرآباد ۾ اسڪرپٽ رائيٽر طور پڻ ڪم ڪيائين، آخر ۾ بيماري سبب 19 سيپٽمبر 1970ع تي وفات ڪيائين.رشيد احمد لاشاري سنڌي ادبي خدمتن ۾ نظم ۽ نثر ۾ تمام گهڻا ڪتاب لکيا.اٽڪل 70 ڪن ڪتاب ٿيندا. سندس فرزند مختيار احمد لاشاريءَ سنڌي سرائڪي ڪلامن جا 3 مجموعہ شايع ڪرائيا آهن.ڪاليداس جو ڪتاب شڪنتلا جو ترجمو ڪيائين جيڪو ادبي بورڊ جو ڇپيل آهي.

# مولوي نورالدين "مسرور" بهلڪاڻي

1918،1976ع

مولوي نورالدين"مسرور"ولد توڪل خان بهلڪاڻي ديهه شيران تعلقه ڪنڌڪوٽ(هاڻوڪي تنگواڻي تعلقو) ۾ 1918ع ڌاران پيدا ٿيو. 1944ع ۾ ڳوٺ دليل خان بنگلاڻي ۾ ديني تعليم مولانا عبدالعلي عودوي وٽان حاصل ڪري دستار فضيلت(مولوي)ٿي پنهنجي ڳوٺ ۾ ديني مدرسو قائم ڪيائين.1951ع ۾ بيت الله جي زيارت لاءِ چار آنا ڪيسي ۾ ڪٽي ساٿين سان پنڌ روانه ٿيا ۽ 1952ع ڌاران واپس ٿي سفر جو سڄو احوال بلوچي شاعري ۾ رات جو حال احوال جي رسم ۾ ڪچهري ۾ ٻڌايائون. سال 1960ع کان اليڪشني سياست ۾ شامل ٿيا.ايوبي آمريت کان وٺي ذوالفقار علي ڀٽو جي دور تائين هن ڪافي مولود ديني ۽ سياسي نظم لکيا.جن کي 1970ع کان مختلف ڪتابن ۾ ڇپايو ويو.جنهن ۾ مسروري گفتاري، ائتم بينظير برتوب مفلع شرير. ديوان مسرور ۽ ڪافي شاعري اڻ ڇپيل رهجي وئي آهي.مولوي نورالدين"مسرور"حضرت حماد الله هاليجوي "پنوعاقل"وارن جا عقيدت مند طالب هئا. جمعيت علماءِ اسلام جا وڏا شاعر، سخي، سچا انسان هئا.

# مير مهراڻ خان"فدا"بجاراڻي

مير مهراڻ خان ولد مير بهرام خان بجاراڻي سياسي سماجي حوالي سان ڪنهن تعارف جو محتاج نہ آهي، مير مهراڻ خان 1970ع ۾ سينيٽ جا ميمبر ٿيا، سندس فرزند مير عمران خان والد محترم وانگر باهمت سياسي سماجي حوالي سان اڳيري پيو، ائين چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ نہ ٿيندو تہ ملڪي سياست ۾ هن خاندان لاءِ ايوان پيو گهر آهي.

مير مهراڻ خان تمام سٺي پائي جا شاعر هئا جنهن جا ٻہ شاعري جا ڪتاب ڇپيل آهن.(1)"ديوان فدا"جنهن جا مرتب استاد محمد علي "ذوق"ٻهلڪاڻي جن هئا.

(2)ڪتاب افڪار حيدري هي ڪتاب حبِ حسين عليہ السلام جن تي لکيل آهي.محترم حافظ عطا حسين بجاراڻي ٻڌايو تہ هڪ ٻيو شاعري جو مجموعو ڇپجڻ لاءِ تيار ڪيل آهي.

ميرصاحب 12 مارچ 2011ع تي اسلام آباد ۾ لاڏاڻو ڪري ويا، پنهنجي وصيعت موجب پنهنجي ڳوٺ ڏياڻي عَلم پاڪ جي سائي ۾ دائمي ابدي آرام ۾ آهي.

# ڪرم الله"نياز"پٽو

استاد ڪرم الله"نياز" ولد غلام رسول پٽو سندس پيدائش پهرين فيبروري 1934ع ملڪ محلہ ڪنڌڪوٽ شهر ۾ ٿي.پرائمري ڪان سنڌي فائنل تائين تعليم ڪنڌڪوٽ ۾ ٿي پرائمري استاد هئا.

استاد"نياز"پٽہ صاحب ادبي زندگي جو آغاز 1950ع کان ڪيو، پاڻ پختہ شاعر، بهترين مقرر ۽ اسٽيج سيڪريٽري هئا، بزم فيض يا سياسي سماجي سرڪاري جلسن ۾ اسٽيج سنڀاريندا هئا ۽ شاعري پختي ۽ پڙهڻ جو ڍنگ ذات مثالي هو.استاد صاحب

جي شاعري وقت جي اخبارن رسالن ۾ پڻ ڇپي.جنهن ۾ نئين زندگي، صفدر اخبار، پريت پبليڪشن، مهراڻ پبليڪشن ۾ ڇپيل شاعري يادگار آهي.استاد صاحب جن 1973ع ۾ بزم فيض جي بنياد رکڻ وارن مان آهي جنهن جا سيڪريٽري بہ رهيا.

# استاد محمد علي "ذوق" ٻهلڪاڻي

(1928ع وفات 1973ع)

محمد علي"ذوق"1928ع ۾ ڳوٺ دلمراد خان ٻهلڪاڻي تعلقہ ٺنگواڻي ۾ پيدا ٿيو.هن شروعاتي تعلّيم سوڀو خان اوڳاهي ۾ استاد عاربي خان اوڳاهي کان حاصل ڪيائين، عربي فارسي ضلع شڪارپور محمودا باغ ۾ حاصل ڪئي، مگر فارغ تحصيل نہ ٿي سگهيو.1945ع ۾ سنڌي فائنل پاس ڪري 1947ع ۾ پرائمري استاد ٿيو.1948ع ۾ ادبي زندگي جو آغاز ڪيائين، ادب ۾ استاد محمد خان غني هو، هن پهريائين شاعري"اظهر"تخلص سان شروع ڪئي پر پوءِ "ذوق"رکيائين.هن 1956ع ڌاري بزم مخلص جو پايو وڌو، جنهن جو صدر پاڻ هيو. هي عروضي شاعري جو ماهر هيو، جنهن جو ڪلام وفات کانپوءِ بہ پونئرن ڇپائي نہ سگهيو.10 جنوري 1973ع ۾ وفات ڪري ويو.

هن مير مهراڻ خان ٻجاراڻي جي شاعري ڪتاب"ديوان فدا"ترتيب ڏنو.

# استاد عبدالمجيد "جوهر" سهرياڻي

عبدالمجيد ولد مينهون خان سهرياڻي 10 اپريل 1926ع ۾ پيدا ٿيو. پرائمري تعليم مين پرائمري اسڪول ڪنڊڪوٽ مان ۽ انگريزي هاءِ اسڪول ڪنڊڪوٽ مان پاس ڪيائين. ايم اي بي ٽي(بي ايڊ)پاس هئا.شروعات ۾ پرائمري استاد ٿيا ۽ بعد ۾ ايچ ايس ٽي ٿيا ۽ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڪنڊڪوٽ جا هيڊماسٽر ٿي 1985ع ۾ رٽائرڊ ٿيا.ادبي آغاز"جوهر"جي تخلص سان 1950ع ڌاران شروع ڪيائون.استاد محمد علي ذوق ٻهلڪاڻي ۽ فيض بخشاپوري جي سنگت ۾ شاعري ڪندا هئا.جنهن ۾ نظم، بيت، غزل، مسدس، مرثيه شامل آهن.حضرت حسين عليه السلام جي حب ۾ گهڻا مرثيه چوندي(ارڊو اترادي) پڙ ہڏا.پاڻ مضمون ۽ مڪالا به لکيا اٿن جيڪي مقامي اخبارن فرياد، صفدر، مساوات، هفتيوار مجاهد جيڪب آباد.ادب نمبر 13 (بحوالہ مونو گرام ايم اي سنڌي 1992.93)۾ ڇپيا.گهڻي پاڳي ڪنڊڪوٽ ۾ استاد امامن جا ڏهاڙا مجلس ڪرائڻ شروع ڪيا. ننڍي هوندي سندس فرزند ولي محمد"واصف"سهرياڻي جي صحبت ۾ گهر سڏايل مجلس ۾ ويندا هئاسون(راقم الحروف)

# فيض بخشاپوري صاحب

1924ع وفات 1995ع

فيض الله ولد مصري خان ڏومڪي 1924ع ڌاران بخشاپور شهر تعلقہ ڪشمور ۾ پيدا ٿيو.جتي پنهنجي سوٽ هزار خان وٽان فارسي ڪجهہ سنڌي، اردو تعليم حاصل ڪيائين. تنهن بعد

پنهنجي ذات جي سردار تاج محمد خان ڏومڪي وٽ رهيو. جيڪو هڪ سياستدان، عالم ۽ فاضل هو. جنهن وٽ علم ادب ۽ سياست جون محفلون ٿينديون هيون، جتان هي متاثر ٿيو ۽ هن فيض بخشاپوري تخلص سان شاعري شروع ڪئي.سنڌي شاعر سان سنو صحافي ٿي گذريو. 1955ع ۾ جيڪب آباد کان "مساوات" نالي هڪ هفتيوار اخبار پڻ جاري ڪيائين.ڪنڌڪوٽ پريس ڪلب جو ڪيترا سال سرپرست رهيو، سنڌ هارس ۽ ڪيٽل شو شاعري ڪاميٽي جو پڻ سرپرست رهيو.

فيض بخشاپوري جا چار ڪتاب شايع ٿيا(1)گنجينهٔ فيض(2)خمخانهٔ فيض(3)شعلهٔ فيض(4) سرچشمهٔ فيض سنڌي اردو فارسي ادب جا سرمايا آهن.

فيض صاحب کي صحافتي خدمتن جي پسمنظر ۾ صدر ضياءُ الحق کيس صدارتي ايوارڊ به ڏنو.ان کانسواءِ ادبي محفلن ۾ پڻ ڪيترا ايوارڊ مليا. هن 12 مئي 1995ع ۾ وفات ڪئي.دوستن ان جي ياد ۾ فيض اڪيڊمي قائم ڪئي آهي.

# حڪيم لالا آنند پرڪاش

ڪنڌڪوٽ شهر جو جهونو محبت جو مجسمو لالا آنند پرڪاش ولد حڪيم پوڄ راڄ 1919ع ۾ لکي غلام شاهه ضلع شڪارپور ۾ ڄائو.پيار مان کيس دوست احباب لالا سڏيندا هئا.تخلص به لالا. پرڪاش قائم ڪيائين.

لالا جا وڏا حڪيم هئا. ان ڪري هن جو به حڪمت ڏانهن لاڙو ٿيو.انگريزي لاءِ لاڙڪاڻي هاءِ اسڪول ۾ داخلا ورتائين پوءِ آغا نبي بخش خان ۽ آغا محمد خان رجسٽرار سنڌ يونيورسٽي جي سرپرستي هيٺ ڪراچيءَ ۾ اردو فارسي سکيا جي منزل ڏانهن وک وڌايائين.

جامع طبيہ ڪاليج دهلي ۾ داخلا ورتائين جتان 1946ع ۾ تعليم حاصل ڪري واپس اچي ڳوٺ باگڙجي ۾ شفاخانو کوليائين، ورهاڱي وقت ڪافي مائٽ ديس ڇڏي هليا ويا. مگر هن ديس نہ ڇڏيو لالا آنند پرڪاش هڪ صوفي منش فقير صفت شاعر هيو، هن جا (1)مارئي ولاس (2)پرڪاش پشپانجلي(3)طب نورتن ڪتاب ڇپيل آهن، مارئي ولاس شاعري جو مجموعو آهي.سندس فرزند سنا ڊاڪٽر آهن.ديس ۽ ديسواسين جا سنا همدرد انسان آهن.

# چاموٹ حاجي خان چاچڙ

چاموٹ حاجي خان ولد فقير محمد عثمان چاچڙ سن 1964ع ڏاران ڪاهي تعلقہ ڪشمور ۾ جنم ورتو.ابتدائي تعليم گورنمينٽ پرائمري اسڪول ڪاهي مان پرائي سال 1980ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڪنڌڪوٽ مئٽرڪ پاس ڪيائين، سال 1982ع ۾ جوڊيشنل ڊپارٽمينٽ ڪنڌڪوٽ ۾ سروس مليس.ان کان بعد بہ پنهنجي تعليم جاري رکندي ايم اي سنڌي ادب ۾ سال 1991ع ۽ ايم اي صحافت ۾ سال 1984ع ۾ ڊگريون حاصل ڪري ورتائين.

چاموٹ حاجي خان چاچڙ ادبي دنيا ۾ 1980ع جي ڏهاڪي ۾ پير پاتو.ڪنڌڪوٽ اچڻ ڪانپوءِ ادبي ميڙاڪن ۾ شرڪت جو موقعو مليو، ادبي رسالن پڙهڻ بعد لکڻ جو چرخو بہ چريو، ڪجهہ شاعري ۽ ڪهاڻين جي شروعات ڪئي پر پوءِ نثر ۾ تحقيق طرف توجهہ ڏنائين.ان دوران سچل ساهتہ سنگت جو 1991ع ۾ پايو وڌائين ۽ بعد ۾ غير مشروط اتحاد سنڌي ادبي سنگت سان ڪري ڊاڪٽر ملڪ نديم جن سان گڏجي ڪم

ڪيائين. اهو هلندو رهيو. جنهن دوران الله بچايو مرڻاس تي ڪتاب پهرين ڪتابي ڪاوش آهي.ان ڪانپوءِ پيو ڪتاب "حضرت سنڌ"حصو پهريون جي عنوان سان 2006ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيائين.اهو ڪتاب"حضرت سنڌ" اردو ۾ ترجمو 2008ع ۾ ڪيائين جيڪو تخليقار اداره لاهور وارن ڇپايو."حضرت سنڌ"جو حصو ٻيو بہ لکيائين جيڪي ھئي ملائي ڇپائي هيٺ آهي.سنڌس تحريرون مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ لاتعداد ڇپجنديون رهن ٿيون.

# حافظ عطا حسين "حافظ بجاراڻي"

عطا حسين ولد آدم خان بجاراڻي ڳوٺ حاجي علي بخش خان بجاراڻي ديهہ انڙ تعلقہ تنگواڻي 8 آگسٽ 1958ع ڌاران جنم ورتو.ابتدائي تعليم ۽ قرآن پاڪ جو حفظ پنهنجي ئي ڳوٺ ۾ سنڌي تعليم سنڌس چاچي غلام قادر خان ۽ قرآن پاڪ حافظ محمد اسماعيل سبزوئي ۽ حافظ محمد ملهار نندواڻي(جيڪي ھئي نابين هئا)عربي فارسي جا ڪتاب مدرسہ مولوي عبدالسبحان بجاراڻي ۾ مولوي محمد اسماعيل بجاراڻي وٽ پڙهيا.ان ڪانپوءِ گورنمينٽ هاءِ اسڪول تنگواڻي ۾ مڊل تائين بعد ۾ مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڪنڌڪوٽ مان پاس ڪيائون.ان وقت سنڌس استاد گهڻا ئي گذريا.مگر سڀن کان معافي وٺندي ڪجھ اسم عرض رکان ٿو.

استاد عرض محمد ملڪ، يار محمد نوناري، محمد دائم خان مڱسي، گل خان ملڪ، الله بخش اوڳاهي ۽ ان جا پائر جيڪي سڀ استاد آهن. جيڪي پوري پسگردائي جا گهڻو ڪري استاد رهيا آهن. انهن مهربانن نہ صرف تعليم تربيت سان شعور بخشيو مگر مفت ۾ پنڌ ڪري شام جو ٽيوشن بہ ڏيندا هئا.

مئٽرڪ پاس ڪرڻ ڪانپوءِ ايگريڪلچر يونيورسٽي ٽنڊوڄام

مان 1984ع ۾ بي اِي ايگريڪلچر جي سند حاصل ڪري واپس وريا ته 22 جنوري 1985ع ۾ زرعي ترقياتي بئنڪ ۾ ايم سي او طور ڪشمور ۾ مقرري ٿي.2003ع کان 2005ع تائين مئنيجر ٿيا. بعد ۾ وهاڙي زون(پنجاب)بدلي ٿيا ۽ هنيئر ڪنڌڪوٽ بئنڪ ۾ آهن.حافظ عطا حسين"حافظ بجاراڻي"جي تخلص سان ادبي دنيا ۾ پير پاتو.جنهن ۾ ٽي ڪتاب شاعري جا ترتيب ڏنلن مان ٻه ڪتاب ڇپجي رهيا آهن.

حافظ بجاراڻي جي شاعري مرحوم ناظم منگي ترڙي محبت(ضلع دادو)جن اصلاح ڪرڻ فرمائين پيا ته اوچتي هن فاني دنيا مان هليا ويا. رهيل شاعري اصلاح ڪونه ٿيل آهي، سو جيئن جو تيئن ڇپائي رهيا آهن، سندس چوڻ آهي ته دل نه ٿي چاهي چاڪاڻ ته ناظم منگي سان وڏي عقيدت هئي.هڪڙي شاعر جي بقول

ایک سے جب دو ھوئے تو لطف یکتائی نہیں
اس لیئے تصویر جانا ھم نے ھجوائی نہیں

حافظ بجاراڻي شاعر سان گڏوگڏ بهترين موسيقار فنڪار پڻ آهي مگر يارن پيارن جي نجي محفل شوقيه حد تائين، جيئن اڳئين دور ۾ مير، امير پنهنجن محلن بنگلن ۽ اوطاقن ۾ رياضت ڪندا هئا.يونيورسٽيءَ ۾ استادن جي امرتي هن خوب ڳايو ۽ پاڻ مڃايو.ان وقت جا فنڪشن حافظ بجاراڻي جا يادگار آهن.

حافظ بجاراڻي راڳ جي تربيت استاد حافظ غلام حيدر شيخ،ڪنڌڪوٽ خانصاحب موندر خان ۽ خانصاحب استاد منظور علي خان جن کان ورتي ۽ ڪيس ڳانو ٻڌو.

حافظ صاحب شعر ڪنهن رسالي ۾ نه موڪليندو هيو. مگر آءُ (هن ليکڪ) پريت پبلڪيشن ڪنڌڪوٽ ۽ اسانجا اديب اسانجا شاعر شڪارپور مان شعر ڇپرايا هئا.

# قاري قمرالدين انور

قاري قمرالدين ولد علي محمد خان ننڊواڻي13 جنوري 1947ع ۾ ڳوٺ حاجي منل خان بجاراڻي نزد ڪرمپور ۾ پيدا ٿيا.1956ع کان شروعاتي تعليم قرآن پاڪ ناظران پڙهي پوءِ قاري حافظ عرض محمد وٽ حفظ ڪيائون.اکين کان معذور هئڻ سبب اسڪول ۾ ڪونه پڙهيا.1965ع ۾ قاري عبدالقادر وٽان تعليم پوري ڪري ڪجهه وقت 1990ع ۾ مدرسه دارالفيوض ڪنڌڪوٽ ۾ قرئت شعبي جا هيڊمقرر ٿيا.پر پوءِ ساڳي شهر ۾ پنهنجو مدرسو کولي(تحفظ القرآن)درس ڏيندا رهيا.

قاري صاحب 1966ع کان شاعري شروع ڪئي جنهن ۾ منشي محمد عالم گهنيو ۽ مولانا تاج محمد مدني اصلاح ڪندا رهيا. شاعري جي هر صنف تي گرفت هئي.اڪثر نعت حاجي امداد الله ڦلپوٽو، صفرياظفر بهلڪاڻي چوندا هئا.

قاري صاحب جي شاعري روبرو(راقم الحروف ارڏو اترادي)ڪيئي پيرا ٻڌي.

# حميد سبزوئي

3 فيبروري 1966ع ۾ سنڌو درياءِ جي ڪناري پنهنجي ابائي ڳوٺ ۾ پيدا ٿيو.ابتدائي تعليم مين پرائمري اسڪول ڪنڌڪوٽ ۽ مئترڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڪنڌڪوٽ ۽ بي اي تائين پنهنجي شهر ۾ تعليم حاصل ڪيائين.ايم اي سنڌي ادب فرسٽ ڪلاس ۾ شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ميرس مان پاس ڪري روزگار جي تلاش ۾ ڪراچي ويو.ڪجهه وقت پيس ڪمپوزر ڪمپيوٽر سينٽر کولي سفر گذر ڪندي وقت گذاريائين.

ڪراچي رهڻ وقت سال 2001ع ۾ ليڪچرار ٿيو.هن وقت اسلاميه آرٽس ۽ ڪامرس ڪاليج ڪراچي ۾ ليڪچرار آهي.

1979-80ع ۾ ادبي دنيا ۾ پير پاتائين محترم ڊاڪٽر ملڪ نديم جن ڪان رهنمائي ورتائين، شاعري ۾ ترقي پسندي روشن خيالي نظر اچي ٿي، سندس شعر"گولي پنهنجي گولي ڪرتون "قوم پرستي جي سند آهي.حميد صاحب شاعري کان علاوه هڪ بهترين نقاد، ڪالم نويس طور افيئر رسالي ۽ ٻين رسالن ۾ مقبول ليکڪ طور اڀريو آهي.سندس ڪتاب فاني جنگ لافاني انسان، بهترين قلمي پورهيو آهي.ان کان علاوه تاريخ مان ڪجهه نه پرايوسين ۽ شيخ اياز جو هائيڪو ڇپائي هيٺ آهي.

# شعبان بخت منگي

ضلع ڪشمور جو عمر رسيده بزرگ شاعر، اديب، صحافي، شعبان بخت جو اصل نالو محمد شعبان ولد رسول بخش منگي آهي.سن ڦهرين جنوري 1933ع تي ڪشمور شهر ۾ ڄائو.مئٽرڪ جو امتحان سنڌ مدرسته السلام ڪراچي مان پاس ڪيائين. ڪاليج جي تعليم لاءِ سروري ڪاليج هالا ۾ داخلا ورتائين جتان ادبي ۽ صحافتي زندگي جو آغاز ڪيائين.

شعبان بخت زندگي گذارڻ لاءِ مختلف سرڪاري توڙي غير سرڪاري نوڪريون اختيار ڪيون مگر گهڻي دلچسپي ادب شاعري صحافت سان رهي.مخدوم طالب المولیٰ جي سرپرستي ۾ ماهنامه"فردوس"۾ ايڊيٽر رهيو.اقبال ڪتاب جي حوالي سان ٻه ڪتاب ڇپرايائين.

1.غزل ۽ گيت جو مجموعو"شعل شباد"

2.خطن جي آڌار تي لکيل رومانوي افسانو"راز نياز"

پنهنجي دوست الله بخش جي نالي ڇپرايائين.بعد ۾ ڳوٺ

سنڌار"رسالي"جو اسٽنٽ ايڊيٽر ٿيو.سن 1973ع ۾ روزنامہ هلال پاڪستان سکر جو سب ايڊيٽر مقرر ٿيو.1975ع ۾ ماهنامہ نئين زندگي حيدرآباد جو جوائنٽ ايڊيٽر ٿيو. شڪارپور مان هفيتوار اخبار"ناياب"۾ بطور ايڊيٽر ڪم ڪيائين.

شعبان بخت صاحب هڪ ئي وقت شاعر، صحافي، افسانہ نگار رهيو ۽ پاڪستان جي پهرين سالگرھ 14 آگسٽ 1948ع ۾ ڪشمور ۾ ڊرامو اسٽيج ڪيو ۽ ڪيترن نوجوانن جي شاعري جي اصلاح پڻ ڪندا رهن ٿا.

حوالو منڙا مارو جيڪب آباد صحفہ 116

# نانڪرام پريم ڏوڏيجہ

هر ادبي سماجي محفل ۾ بنامت پيد جي شامل ٿيڻ هر سياسي.سماجي، ادبي عنوان تي بحث ڪري انهن جي پس پرده ۾ هليو وڃڻ نانڪرام جي فطرت ۾ شامل آهي.يارن جو يار سال 1959ع ۾ ڪنڌڪوٽ شهر عاليشان محل نما جاءِ ۾ حڪيم جهامنداس جي گهر پيدا ٿيو.علم جي تلاش ۾ ايم اي سنڌي، ايڪنامڪس ۽ پولٽيڪل سائنس( سياست)۾ سنڌ يونيورسٽي مان پاس ڪري ايل ايل بي لاڙڪاڻي مان ڪيائين آخر ۾ پنهنجي ئي شهر ڪنڌڪوٽ ۾ ادبي ڪتابي گهرکولي ادبي خدمت ۾ مهو رهيو.

نانڪرام پريم. هر تنظيم کي ويجهو ٿي پروڙيو.مذهبي قومي، ويندي ڪميونسٽ ڪچهرين ۾ شامل ٿي صوفي ازم وٽ سلام ڪيائين.هن جا سيني لاءِ عجيب تاثر آهن.نانڪرام ادبي دنيا ۾ 1976ع کان چٽنگ سنگت ۾ ناز سنائي سان شامل رهيو.هن پرڏيهي ڪهاڻيون، موت جو سفر(سنڌ هند جي اديبن جون ڪهاڻيون)ان کان علاوھ پنج ٻاراڻا ڪتاب ڏنا.ناز سومرو ڪنڌڪوٽ جو ادب دوست انسان سان (هن وقت رفائنري ۾

انجنيئر آهي.سان گڏجي ترتيب ڏنا ڏيئي ڇپائيا.ان ڪان پوءِ محترم ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ جو ڪتاب"جهڙا گل گلاب جا"ڇپرايو.غوثپور مندر جي درويشن جي زندگي ۽ ڪلام ڇپرايو.

نانڪرام پريم هڪ سماجي ورڪر جي ناتي ٺوڙي بند جي ٻڃڻ سان سنڌ جي مها سيلاب وقت هر شهر واهڻ وستي ۾ مدد لاءِ مصروف رهيو.انهن جا نالا نہ ٻڌايائين مگر ڪنهن ڪتاب ۾ تحرير ڪرڻ جو قائل نہ آهي.گفتگو ۾ سنو، سوير ۽ علم ۾ ناطق لائبريري معلوم ٿيو هي انسان ظاهر ۾ تمام سادگي پسند صوفي منش نظر آهي.

# حسن پنهيار

محمد حسن پنهيار هڪ سڃاڻ قابل گهراڻي جو بهترين شاعر ۽ بهترين فنڪار آهي.سندس ڏاڏو محمد رمضان خان ايترو قابل هو جو آبپاشي کاتي وارن ۾ اٺپڙهيل هئڻ باوجود هن کي انڙ ڪئنال تي دارغو مقرر ڪيو.ان جي باشعوري ڪري سندس نئون نسل آفيسر آهن.

حسن پنهيار جي شاعري جا ٻہ مجموعہ(1)پهر پيار جا (2)نظر ناز پرين جو، ڇپجي چڪا آهن.مقالو، ڪنڌڪوٽ شهر تي ۽ شاعري جا اڻ ڇپيل ٻہ مجموعہ(1)هڪ نيڻ تنهنجا ٻيو جيجل سنڌ(2) نيڻ نهارن پيچرا سهيڙيل آهن.

هي نوجوان زرعي يونيورسٽي ٽنڊوڄام سنڌ مان ايم ايس سي پاس آهي ۽ سنڌي ادب سان پيار هئڻ ڪري ايم اي سنڌي شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور مان بہ پاس ڪيائين. حسن پنهيار جون لکڻيون مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيل آهن.ڪڇهري جو ڪوڏيو ۽ پلوڙ ڪمپيئر پڻ آهي.هن وقت ايگريڪلچر

ڪاتي (ضلع ڪشمور) ۾ ملازم آهي.

# عبدالغفور محمود ميراڻي

استاد عبدالغفور"محمود" ولد قمرالدين ميراڻي جن جي ولادت 6 اپريل 1940ع ۾ ڳوٺ مياڻي سهراب ۾ ٿي. شروعاتي تعليم غوثپور، جيڪب آباد ۽ مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول مان پڙهي. 1959ع ۾ لوڪل بورڊ اسڪول ۾ استاد ٿيا. 1966ع ۾ بي اي پاس ڪيائون.1970ع ۾(فزيڪل ايجوڪيشن)پاس ڪري 1972ع ۾ انسٽرڪٽر جي ڪورس ۾ پهرين پوزيشن ۾ پاس ڪيائين.1988ع ۾ ايل ايل بي پاس ڪيائون.هنيئر رٽائرڊ ٿي وڪالت ڪري رهيا آهن.شاعريءَ جي اصلاح مرشد گيلاني کان ڪرائيندا رهيا. شاهه لطيف ادبي جماعت ڪنڌڪوٽ جا صدر به رهي چڪا آهن.سندس شاعري اخبارن ۾ ڪافي ڇپي آهي.

# ڊاڪٽر عبدالقيوم جکراڻي

محترم عبدالقيوم ولد محمد موسيٰ ذات جکراڻي پهرين آڪٽوبر 1971ع ڏاران ڳوٺ غلام حيدر خان جکراڻي تعلقہ ڪشمور ۾ جنم ورتو.هن پرائمري تعليم پنهنجي ئي ڳوٺ مان ڪيائين ۽ مئٽرڪ سال 1985ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڪشمور ۾ بي اي فرسٽ ڪلاس پوزيشن سال 1993ع ۾ مهراڻ انجنيئرنگ يونيورسٽي ڄامشورو سنڌ مان ۽ 2004ع ۾ ايم اي مائيننگ ٽيڪنالاجي ۾ پاس ڪري 2004ع کان 2008ع تائين ڪميشن پاس ڪري ايڪسائيز انسپيڪٽر ٿي رهيو. بعد ۾ 14 جنوري 2008ع تي قائد عوام يونيورسٽي نواب شاهه ۾ ٻاهر وڃڻ جي

ٽيسٽ پاس ڪري مليشيا ڏانهن ڊاڪٽر آف فلاسافي جي ڊگري حاصل ڪرڻ ويو.(1)
حوالو
(1)سندس ڀاءُ استاد عبدالقادر جکراڻي زولاجي سبجيڪٽ اسپشلسٽ ٽيچر هائير سيڪنڊري اسڪول ڪشمور جن کان مٿين معلومات روبرو مليي.

# مولانا عبدالخالق سهرياڻي

محترم استاد عبدالخالق ولد آيو خان سهرياڻي 27 نومبر 1938ع ۾ شهر ڪنڌڪوٽ ضلع ڪشمور ۾ جنم ورتو.ابتدائي تعليم ڪنڌڪوٽ ۾ مئٽرڪ 1957ع ۾ يارهين ڪلاس کان بي اي تائين(سي ايند ايس)گورنمينٽ ڪاليج شڪارپور ۾ حاصل ڪيائين.ايم اي اسلاميات عربي، تاريخ اسلام، سياست ۽ ايل ايل بي(جامع سنڌ حيدرآباد)مان ڊگريون پڻ حاصل ڪيائين.ٻاهرين ملڪن ۾ برطانيه، مصر، سعودي عرب جو سفر بذريعا افغانستان ايران عراق ۽ ڪويت سفر ڪيائون.(فريشن ڪورس جامع ازهرمين ٽي ماهه دعوت دين جي موضوع تي ڪورس ڪيائون.انقلاب ايران جي بين الاقوامي مذاڪري ۾ شرڪت لاءِ برطانيه ويا ۽ قومي سيرت ڪانفرنس ۽ اهل قلم ڪانفرنس اسلام آباد ۾ پڻ شريڪ ٿيا.

استاد تاريخ اسلام جي سبجڪيٽ ۾ پروفيسر ٿي 8 نومبر 1998 ۾ ٿيا. پاڻ سنا اديب سماجي ورڪر ۽ شهر اتحاد ڪاميٽي جي حوالي سان هميشه سرگرم رهيا. سندس ڪتابن ۾ (1)اسلامي رياست مين علائقائي حقوق ڪا تصور (2) مسلم امه پر قومپرستي ڪي اثرات(3)اختلاف امت ڪا الميه.خدا اور مذهب.ڇپيل آهن.

ادبي خدمتن ۾ تنظيم فڪرونظر سنڌ جا صدر رهيا. موجوده ايوان علم و ادب پاڪستان جا رابطہ سيڪريٽري رهيا.

تعليمي طبي ۽ فلاحي ڪان علاوه اداره اصلاح جون ملڪ ۾ پڻ خدمتون ساراهه جوڳيون آهن.الفلاح ٽرسٽ تحت مدرسن ۽ مسجدن جي ضروريات جي سلسلي ۾ مدد ڪندا رهندا آهن.

استاد باشريعت صوم صلوات جا پابند باوقار انسان آهن.

# مولانا حڪيم شفيع محمد سميجو

شفيع محمد ولد محبوب الاهي سميجو سن 1956ع ڌاران ڪنڌڪوٽ شهر ۾ پيدا ٿيو. شفيع محمد عربي، فارسي ۽ سنڌي ۾ تعليم حاصل ڪندي ڪيترن علمائن کان فيض حاصل ڪيو. 1984ع ۾ فارغ التحصيل ٿيو.

مولانا شفيع محمد صاحب. 1985ع ڌاران سنڌ جي مشهور معروف ممتاز عالم دين سائين حضرت مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جن وٽ وڃي پهتا.جن وٽان طب تدريس امامت بہ حاصل ڪئي.مولانا درس وتدريس کان علاوه ادبي دنيا ۾ بہ قيمتي وقت ڏيئي، هي ڪتاب لکيا.

1.سليس سنڌي تفسير تنوير الايمان از مخدوم محمد عثمان نوزنگ زاده ڏهه جلد جديد سنڌي ۾ ترتيب 1985ع کان

2.سليس سنڌي تفسير مفتاح رشد الله حصو اول ترتيب جديد سنڌي 1985ع

3.نماز ڪامل سنڌي 1987ع

4.نڪاح جو ڪتاب 1988ع

5.بهشتي زيور( ترجمو 1990ع

6.اسلامي نظام غزل 1989ع

7.امام مسلمانون ڪا تاج(اردو) 1996ع

8.ترجمہ حواشي چهل(40)حديث اڻ ڇپيل

9.ۦ طب نبوي سنڌي ۾ پڻ اڻ ڇپيل آهي.
ان کان علاوھ ذاتي لائبريري ۾ هزارين ڪتاب موجود آهن.

# محمد ابراهيم جکراڻي

مولانا محمد ابراهيم ولد غوث بخش خان عرف پورل خان جکراڻي بلوچ ويٺل ڳوٺ بهرام پور تعلقہ ڪشمور. محمد ابراهيم شاعر, اديب ٿي گذريو آهي.جنهن جا ٻہ ڪتاب معلوم ٿي سگهيا آهن.تجزيات ابراهيمي, تحفتہ الموصدين

تجريات ابراهمي

هي ڪتاب اخلاقيات ۽ معاشرتي عنوان تي 424 صحفن تي لکيل آهي جنهن ۾ رباعيون, مناجات, مستجاب الوعواتہ نظم ۽ نثر ۾ لکيل آهي.هي ڪتاب حڪيم سيد محمد مراد شاھ جيلاني سجاده نشين درگاھ سيد رمضان شاھ صاحب جيلاني ويٺل شهر هيبت تعلقہ ڪنڌڪوٽ 1386ھ مطابق آهي.

محمد ابراهيم جو ٻيو ڪتاب"تحفتہ الموحدين"هي ڪتاب عقائد ۽ اعمال تي لکيل ٻڌايو پيو وڃي.جيڪو احوال مولوي عبدالعزيز ساوند کان مليو آهي.محمد ابراهيم جکراڻي صاحب جي والده ننڍي هوندي فوت ٿي وئي هئي پوءِ ان جي والد ٻي ڏاري عورت سان شادي ڪئي ان ماٽيلي ماءُ جي ڏکن ڪري گهر کان ٻاهر رلندو علم پرائيندو رهيو.اهو احوال بہ سيد محمد مراد شاھ جيلاني جن جي ٻهرين ڪتاب جي مهاڳ ۾ لکيل آهي.

مولانا محمد ابراهيم جکراڻي ميان عبدالله پرچونڊي شريف وارن وٽان قرآن مجيد پڙهيو.مولانا محمد ابراهيم جکراڻي 90 سال جي عمر ۾ 1980ع ڌاري وفات ڪري دارالبقا وڃي رسيو.انا لله وانا عليہ راجعون.

# ارباب علي "ارضي" قمبراڻي

ارباب علي ولد رسول بخش خان قمبراڻي جي گھر پهرين جنوري 1956ع ڌاران پيدا ٿيو.تنهن وقت ڳوٺ الهه اڏيو خان باجڪاڻي تعلقہ تنگواڻي ۾ رهندا هئا.هينئر ديھہ ددڙ تعلقہ ڪنڌڪوٽ ضلع ڪشمور ۾ سڪونت پذير آهي.ارباب علي 1975ع ۾ پرائمري استاد مقرر ٿيو ۽ هي 1997-98 ادبي ميدان ۾ آيو. جنهن جو استاد پروفيسر عبدالعزيز"عادل"کوکر هو.ڪنيل ڪتاب لاٽ.مرتب پروفيسر غلام رسول اڪرم سومرو 2008ع پهريون ڇاپو طرحي مشاعرو

# رام چند آريہ

رام چند آريہ جو اصل نالو رام چندر باغن مل پهوجا 20 جولاءِ 1969ع ۾ مرزاپور محلہ ڪنڌڪوٽ جنم ۾ ورتو. هن ابتدائي تعليم آدرش پرائمري اسڪول ڪنڌڪوٽ ۾ مدل پڙهائي اسڪول(هاڻي ان جاءِ تي مهراڻ هاءِ اسڪول آهي)۾ هاڻي پڙهائي هائير سيڪنڊري اسڪول(پراڻي مهراڻ ۾)ايريگيشن بنگلہ ملڪ محلہ ڪنڌڪوٽ ۾ آهي.

رام چندر مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڪنڌڪوٽ مان ۽ بي اي شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ميرس مان پاس ڪئي.هنيئر انشورنس ۾ ڪم ڪري ٿو.

هن جو ادبي دنيا سان ننڍپڻ کان گل ڦل رسالہ پڙهندي شوق شروع ٿيو.هن وقت تائين 9 ننڍا وڏا ڪتاب لکي چڪو آهي جنهن مان 8 پستڪ شايع ٿيل آهن.

1.گائتري منتر(هندو مذهب جو ڪلمو)

2.سنڌيا(هندو مذهب جي پوڄا)
3.هندو ڌرم ڇا آهي(سنڌي ۾)
4.هندو درهم کيا هي(اردو ۾)
5.امرت واڻي(آب حيات جهڙا ٻول، ويدن جا منتر)
6.يجر ويدن جو چاليهون اڀياس(يجروِيد چئن ويدن مان هڪ آهي)
7.ڌرمي سوال جواب
8.آدرش ڌرمي سکيا جا 3 ڪتابڙا(ٽئين، چوٿين ۽ پنجين ڪلاس لاءِ)
9.هندو ڌرم جا عقيدا ۽ اصول ڪتاب قلمي نسخو تيار ٿيل آهي.

# ڊاڪٽر خالد حسين "قربان" مزاري صاحب

خالد حسين ولد حاجي محمد بخش خان مزاري نزد مريد شاخ سال 1972ع ڌاران جنم ورتو.هن ابتدائي تعليم پرائمري اسڪول ڪنيڙا ۽ مئٽرڪ 1989ع ۾ هاءِ اسڪول ڪالوني نمبر 1 ڪشمور مان پاس ڪري واپڊا پبلڪ ڪاليج گڊو مان انٽر پاس ڪرڻ ڪانپوءِ سال 1998ع ۾ چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج لاڙڪاڻي مان ايم بي بي ايس جي ڊگري وٺي وڌيڪ تعليم لاءِ آئرلينڊ 2001ع ۾ ويو.مگر ڪن سببن ڪري جلد واپس اچي شگر ۾ اسپيشلسٽ ٿيڻ لاءِ بقائي انسٽيوٽ ڊائيبٽالوجي اينڊ ڪرائينو لوجي ڪراچي ۾ ڪورس ڪري 2008ع ۾ پنجاب گورنمينٽ کيس مجتا طور رحيم يار خان صحت کاتي ۾ سرڪاري نوڪري جو آرڊر ڏنو ۽ ان ڪانسواءِ رحيم يار خان شهر ۾ الحيات ۾ پرائيوٽ طور بہ شام جون خدمتون سرانجام ڏيئي رهيو آهي.ڊاڪٽر خالد حسين مئٽرڪ جي دوران ادبي دنيا ۾ پير پاتو.بهترين اسٽيج سيڪريٽري هئڻ سان گڏ چانڊڪا ۾ انقلابي تحريڪن ۾ اڳواڻ طور اڀريو.هن جڏهن چانڊڪا جي هڪ فنڪشن ۾ شعر پڙهيو.

نہ ڪي تاڪ چانڊڪا ۾
نہ ڪي چاڪ چانڊڪا ۾

بجيٽ جي حوالي سان اهي چنڊا چانڊڪا انتظاميہ تي پيا تہ ان جي پادائش ۾ هن کي ڏکيا ڏينهن ڏسڻا پيا. ڊاڪٽر سياسي، سماجي، ادبي سرگرمين ۾ پنهنجي علائقي اندر بہ جڏهن مشهور ٿيو تہ هن تي پنهنجي قبيلي وارن کان ناحق ڪيس ڪرائي هيسائڻ جا حربا بہ استعمال ڪيا. پر هي اڏول انسان اجا اڳيرو رهيو.

# چندر ڪيسواڻي

چندر ڪيسواڻي روپ چند 4 اپريل 1963ع تي ڪشمور ۾ جنم ورتو. چندر ڪيسواڻي ڪشمور جي بااثر مکيہ گهراڻي سان تعلق رکندڙ آهي.هن ابتدائي تعليم کان مئٽرڪ 1979ع تائين ڪشمور ۾ پرائي.چندر ڪيسواڻي بي اي مهراڻ انجنيئرنگ يونيورسٽي ڄامشورو سنڌ مان سال 1988ع ۾ فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪري تعليم جاري رکندي. ايم ايس سي انفائرنميٽنل سائنس ۾ 2009ع فرسٽ ڪلاس ٽئين پوزيشن ۾ پاس ڪندي ڊگري حاصل ڪئي اهڙي ريت وري ادبي دنيا ۾ بہ اهڙي چاهہ سان پير پاتو.

چندر ڪيسواڻي شاعري جا ٻہ ڪتاب 1."زندگي خواب خودڪشي" 2.ڪتاب"روپوش محبت"پنهنجي ماتر ڀومي جي ٻولي ۾ ڇپائي ڏنا.ان ڪانسواءِ نثري ادب"نئون ادب نيون ڳالهيون"جي نالي سان ڪتاب پڻ ڇپائي منظر تي آندو آهي.چندر ڪيسواڻي پنهنجي شاعري ۾ غزل، ٽيڙو، نثري نظم ۾ پرڪشش رنگ ڀريا آهن.

# بشير احمد"رېن فقير"چنه

بشير احمد ولد محمد شريف چنه پهرين اپريل 1968ع ڌاران غونث پور شريف تعلقہ ڪنڌڪوٽ ضلع ڪشمور ۾ پيدا ٿيو. بشير احمد ادبي نالي"رېن فقير" سان شاعرن ۽ سگهڙن ۾ مشهور آهي.هن جو استاد سنڌ جو نالي وارو سگهڙ وريام فقير آهي.هن جو مجموعو"رېن جو راز" سنڌي ادبي سنگت شاخ غوثپور پاران ڇپجي چڪو آهي.سندس موضوع لوڪ ادب آهي.

# غلام محمد"پاءِ ڳل"هاشمي

مرحوم ميان غلام محمد ولد مولا بخش هاشمي ڳوٺ ڏيپا ماڙي نل ۾ پيدا ٿيو.تعليم صرف پرائمري هيس.سندس شاعري پختي آهي، هن وقت اردو، پنجابي ۽ سرائيڪي شاعري ملي ٿي، مرحوم ميان غلام محمد پنهنجي دور ۾ سنڌي، اردو مشاعرن ۾ حصو وٺندو هو ۽ ان وقت بزم فيض جو پڻ ميمبر هيو.بزم فيض جي مشاعرن ۾ منهنجي هن سان ملاقات ٿي تمام زنده دل پيارو انسان هو.

ميان صاحب سال 1998ع ۾ 90 سالن جي عمر ۾ هن دنيا مان لڏي راهہ رباني ٿيو.هن جي شاعري نوجوان صحافي غلام عباس ولد محمد علي هاشمي(جيڪو ميان غلام محمد جو پوٽو آهي)سهيڙي رهيو آهي.شال ڪيس غربت اجازت ڏئي ۽ ڪليات پاءِ ڳل ڇپجي جيڪو اسان لاءِ هڪ ادبي سرمايو ثابت ٿيندو.

# ميرحسن چاچڙ

ميرحسن ولد تلڻ خان چاچڙ سال 1966ع ڌاران ڳوٺ حاجي مينگل چاچڙ ديهه سوڙاهه، يوسي سوڍي تعلقه ڪشمور ۾ جنم ورتو.هن ابتدائي تعليم انهيءَ ئي ڳوٺ ۾ ۽ مڊل نور علي خان جکراڻي ۽ مئٽرڪ هاءِ اسڪول ڪشمور سال 1982ع ۾ پاس ڪيائين ۽ بي اي سال 1996ع ۾ ان کانسواءِ بي ايڊ سال 2000ع ۾ پاس ڪيائين. مگر جي ايس ٽي سال 1989ع ۾ ٿيو.هن وقت جي ايس ٽي طور پنهنجي ڳوٺ حاجي مينگل چاچڙ ۾ ئي درس ڏيئي رهيو آهي.

ميرحسن چاچڙ هڪ استاد کانسواءِ هڪ سٺو شاعر بہ آهي هن جا شعر السنڌ رسالو اسلام آباد مان ۽ ڪاوش مئگزين ۾ پڻ شايع ٿيندا رهيا آهن. ان کان علاوهہ مقامي پبليڪشن ۾ شايع ٿيا آهن. شاعري ۾ ڪافي بختگي آهي سندس شعر جو ٿلهہ لطيف سائين جي حوالي سان پيش ٿو ڪريان.

شاعرن جو سرتاج ۽ سردار لطيف آ
اسان جي دلين جو اظهار لطيف آ

# الهوسايو"محبوب"ملڪ

الهوسايو ولد الاهي بخش ملڪ غوثپور شريف ۾ 1980ع ڌاران جنم ورتو.هن ابتدائي تعليم ۽ مئٽرڪ 1995ع ۾ گورنمينٽ هائير سيڪنڊري اسڪول غوثپور شريف مان پاس ڪئي.محبوب ملڪ ادبي دنيا ۾ 2005ع ۾ ظاهر ٿيو جنهن جون ڪاوشون امرتا ۽ ٻين رسالن اخبارن ۾ شايع ٿيون آهن.ادبي شوق ۽ جذبي ڪري غوثپور شريف جي سنڌي ادبي سنگت شاخ جو سيڪريٽري آهي

۽ محبوب ملڪ جو ادبي استاد وفا ٻرڙو آهي، جنهن کان وقتن بوقتن پنهنجي تخليقن جي اصلاح ڪرائيندو رهندو آهي.هن جي دور ۾ تمام گهڻيون گڏجاڻيون ٿيون ۽ سندس ٿي سيڪريٽري شپ ۾ محترم وفا ٻرڙي جو ڇنڇيهون جنم ڏهاڙو هاءِ اسڪول غوثپور ۾ ملهايو، جنهن جي رپورٽ سنڌو ڊائجسٽ حيدرآباد ۾(23 اپريل 2011ع)۾ شايع ٿي.

محبوب ملڪ جي وڏي ۾ وڏي خوبي اها آهي ته هن کي پنهنجي هٿ جي پورهئي(ٽيلر ماسٽر)تي فخر آهي.

# فقير غلام نبي "امانت علي" ميراڻي

فقير غلام نبي ولد محمد سومر ذات ميراڻي، ڳوٺ سلام خان بگٽي ديهه ملوڪان ۾ سال 1960ع ڌاران جنم ورتو. ابتدائي تعليم الاهي بخش لاشاري ديهه ملوڪان تعلقه ڪنڌڪوٽ ۾ پرائي شاعري ۽ فن موسيقي سان ننڍڻ کان ئي دلچسپي ڪري ظاهري تعليم کي خيرآباد چئي درزي ٿيو.هڪ عاشق ٻيو درزي سڄي عمر ڪٽڻ ۽ ڳنڍڻ ۾ پورا تنهن لاءِ پٽائي سرڪار فرمائي ٿو.

سرتيون سئي ساڻ آءُ بادشاهي نه پاڙيان
ڏکي اڳهاڙن کي ڪين ڍڪيائين پاڻ
ٻيهر ڇاپي ڇاڻ، ابرجي اوصاف کي

فقير سائين کي ان شاعري ۽ درزڪي پورهئي صوفي ازم سان سلهاڙي ڇڏيو. هن وقت اعواڻ مسجد جي ويجهو گلشير محلہ ڪنڌڪوٽ ۾ آستانو اٿن.

# محمد پناھ چاچڙ

محمد پناھ ولد احمد علي ذات چاچڙ تعلقہ ڪشمور ڳوٺ چام مينهون خان چاچڙ ۾ پهرين اپريل 1954ع ۾ جنم ورتو.هن ابتدائي تعليم مڊل تائين پنهنجي ئي ڳوٺ ۾ حاصل ڪئي ۽ مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول بڊاڻي تعلقہ ڪشمور مان پرائي سال 1973ع ۾ ڊگري ڪاليج ڪنڌڪوٽ مان گريجوئيٽ ڪيائين.

ان دوران پرائمري ٽيچر ۽ پيا آفر آرڊر مليس مگر لالا نادر علي پناڻ تعلقہ ڪنڌڪوٽ جن جي سڪ صحبت صلاح سان فئملي پلاننگ کاتي ۾ نوڪري جي چونڊ ڪري دخليڪار ٿيو.

جڏهن ڊگري ڪاليج ڪنڌڪوٽ ۾ آغا قمبر شهباز پرنسپال ٿي آيو.ان وقت ڪنڌڪوٽ ۾ قومپرستي جو بنياد پيو. محمد پناھ بہ يارن پيارن سان گڏ گهڙو ڪٽي سياسي درياءَ ۾ گهڙي پيو.ان ڪي باضبط طور 1981ع کان مرحوم عبدالوهاب پيہ سڄي ضلعي جي چڙوچڙ ڪارڪنن کي ميڙي ڪٺو ڪري قومپرستي جي مچ کي مچايو ۽ هي بہ سنڌ ۽ سنڌين جي ڀلائي لاءِ جهنڊو کڻي هلندو رهيو.

محمد پناھ چاچڙ بعد ۾ "پناھ چاچڙ"جي تخلص سان گيت غزل بيت لکڻ شروع ڪيا.ايتري گهٽي شاعري ڪانہ ڪئي اٿس پر"ٿوري بہ کير ڦڙي"لکيائين، جنهن ۾ ڪجھ گيت ۽ بيت ڊرتي تي لکيائين پر ڪافي ۽ غزل مجازي رنگ سان ڀريل اٿس، جيڪي قلمي نسخي جي صورت ۾ وٽس موجود آهن.شاعري جي رنگ هن کي صوفي سائين بختيار احمد ڪوسہ جن جي حضور ۾ پهچائيو ۽ فقير سائين جو طالب ٿيو.

# يوسف نوناري

محمد يوسف ولد نواب خان نوناري، پهرين آگسٽ 1956ع ڏاران ڳوٺ موسيٰ نوناري ۾ جنم ورتو. هي ڳوٺ زرعي ترقياتي لحاظ کان اسلام آباد تائين مشهور هيو.جنهن جو ذڪر هن ڪتاب ۾ پڻ موضع جي مناسبت واري باب ۾ ٿيل آهي.محمد يوسف، مين پرائمري اسڪول ڪنڌڪوٽ مان 1973ع ۾ ۽ مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڪنڌڪوٽ مان پاس ڪيائين.1989ع ۾ جي ايس ٽي طور تنگواڻي هاءِ اسڪول پڙهائڻ شروع ڪيو. بعد ۾ ايڪنامڪس ۾ ايم اي ۽ 1994ع ايم بي ڊگري حاصل ڪيائين. ادبي ميدان ۾ رسول بخش پليجي جي لکيل هڪ ڪتاب جي جواب ۾ سنڌ جي قومي سياست 1989ع ۾ لکيائين. مختلف عنوان جا ليک موجوده حالات تي وقت بوقت مضمون، مقالا لکندو رهي پيو. هنيئرڻ اولاد ڊگري يافتہ ۽ ڪمپيوٽر جا ماهر ٿي پيا اٿس. پاڻ بہ ان فيلڊ ۾ چڱي مهارت رکندي روز ڪنهن نہ ڪنهن اشو تي پمفليٽ يا ڪتابڙو پيو لکي.هن وقت ٽائيم اسڪيل موجب 18 گريڊ ۾ ڪم ڪري رهيو آهي. پنهنجي ادبي شوق اولاد جي پڙهائي ڪري اڄان تائين ڪوئٽڙي شهر ۾ مسواڙ جي جاءِ ۾ رهي ٿو.يوسف نوناري قومپرست دلير اديب نظر اچي ٿو.

# محمد عثمان"صابر"تانوري

محمد عثمان"صابر"ولد داد محمد تانوري جنوري 1958ع ڳوٺ خداآباد ديهہ حاجاڻو تعلقہ تنگواڻي ضلع ڪشمور ۾ پيدا ٿيو.تعليم جي شروعات قرآن مجيد سان ٿيس. والد صاحب جي اوچتي وفات ڪانپوءِ. دنوي تعليم ڏانهن لاڙو ٿيو. مڊل تائين غلام

قادر خان حاجاڻو وٽ پڙهيو ۽ پوءِ ڪن سببن جي ڪري ٺل لڏي آيو ۽ بخشاپور لڏي،اتي سگهڙن سان ميل جول ڪري ادب سان دلچسپي ٿيس.بعد ۾ وري ساڳي ڳوٺ خداآباد تعلقہ تنگواڻي ۾ آيا ۽ مرشد گيلاني سان پريس ۾ ڪم ڪرڻ صحافت سان منسلڪ ٿيڻ ڪري مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ شاعري ڇپي اٿس.ڪجھ وقت ڪانپوءِ سدابهار پبلڪيشن تنگواڻي ڪان رسالا ڪڍيائين.هن وقت تائين صحافت سان نڀائي رهيو آهي.

# قاسم ملڪ

ڪنڊڪوٽ شهر جي پورهيت دوست موريو ملڪ جي گهر 1961ع ڌاران محمد قاسم ملڪ پيدا ٿيو. ادبي دنيا ۾ هڪ وڏو نالو ڊاڪٽر ملڪ نديم سندس ڀاءُ ادبي اصلاح لاءِ اڳ ئي موجود هو.

قاسم ملڪ ايم اي تائين علم پرائڻ سان گڏ 1975ع ڪان ادبي ميدان ۾ پير پاتو.وقت بوقت شاعري اخبارن رسالن ۾ ڇپجي پئي آئي.خاص ڪري ايم آر ڊي جي تحريڪ دوران جلسن ۽ اسٽيج تي گهڻا نظم، غزل، وائي، بيت، ٽيڙو، آزاد نظم لکيائين.ان ڪان علاوھ ڪهاڻيون، مضمون، ڊراما ۽ خاڪا ۾ بہ گهڻي تعداد ۾ لکيائين.

# مولانا غلام فريد ميٽڪ

مولانا غلام فريد جيڪو"فريد"جي تخلص سان السنڌ، وينجهار، نئين زندگي جي رسالن ۽ ٻين ڇپيل نظر اچي ٿو. جنهن ادبي آغاز 1972ع ڪان شروع ڪيو ۽ رهنمائي استاد محترم مولانا محمد مراد ڀهلڪاڻي ڪان ورتي، مولانا مختلف مدرسن مان علم

حاصل ڪندي نيو ٽائون ڪراچي مان فارغ التحصيل (مولوي) ٿيو مولوي صاحب شاعري سان گڏ هڪ انقلابي فصيح زبان خطيب بہ آهن

(1) محمد عثمان چنہ، ايم اي سنڌي مونوگراف 1992-93

# ممتاز علي ميراڻي

نئين ٽهي جو نوجوان شاعر ممتاز علي ولد رسول بخش ميراڻي، سنڌس پيدائش 12 مئي 1963ع ۾ مياڻي روڊ سکر ۾ ٿي، سندن وڏا ڳوٺ حيات پٽافي تعلقہ ميرپور ماٿيلو ضلع گهوٽڪي جا هئا ۽ بعد ۾ ڪنڌڪوٽ مرزانپور محلہ ۾ اچي رهيا. "ممتاز" ميراڻي مئٽرڪ 1980ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول دڙي مان ڪئي ۽ ڪنڌڪوٽ مان ايم اي 1992ع ۾، 1982ع ۾ آڪٽراءِ ناڪي تي چيڪر رهيو، 1987ع ۾ پرائمري ٽيچر ٿيو. ممتاز ميراڻي 1991ع کان ادبي زندگي آغاز مضمون نگاري سان ڪيو پر پوءِ نظم بہ لکيا اٿس، هن جي ڪهاڻي 27 جون 1991ع انفارميشن پڪار ۾ ۽ ٻي ڪهاڻي "هڙتال" روزاني آفتاب 8 مئي 1991ع تي "خوني رات" سنڌ سجاڳ ۾ جنوري 1992ع ۾ ڇپي. ان کان علاوه ماهوار سرت، روزاني پڪار، سنڌو ۽ سرواڻ ۾ ڪاوشون ڇپيون آهن.

# محمد امين "امين" نصيراڻي

محمد امين ولد حاجي ڪمال الدين نصيراڻي 1957ع ۾ ڳوٺ حاجي غلام محمد بجاراڻي لڳ غوثپور ۾ پيدا ٿيو. تعليم ۾ ايم اي ۽ بي ايڊ آهي. 1991ع ۾ ايچ ايس ٽي بهترين استاد طور ايوارڊ مليس. محمد امين نصيراڻي شاعري ۾ 1975ع کان ظاهر

ٿيا. اڳ ۾ سندس تخلص"فدا"هيس ۽ فنڪاري جي سکيا جڏهن جيڪب آباد استاد ڪان ورتائين، تنهن دور ۾ هن جي تخلص ڪنهن ٻي راڳي(جنهن جو نالو نہ ٿو ڪٿي ۽ ڇپائين تہ مون سان گڏ اهو موسيقي جي سکيا وٺندو هيو)استعمال ڪيو.تنهن بعد پنهنجو تخلص"امين"رکي اٺ ڇپيل سموري شاعري ۾ تخلص تبديل ڪيائين.

منظور سخيراڻي، رسول بخش ابڙو، برڪت پٽ ۽ شمن علي ميرالي سندس شاعري ڳائي آهي، ان ڪانسواءِ اخبارن ۽ رسالن ۾ تعارف ۽ شاعري ڇپي آهي.

# فتح"عابد"گولو

فتح"عابد"ولد بگن خان گولو سندس جنم 15 جنوري 1968ع ڳوٺ مغل خان گولو ۾ ٿيو. پرائمري تعليم ساڳي پنهنجي ڳوٺ مان ٿي اصل ڪري مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڪنڌڪوٽ مان سي ڪام ۽ ڊي ڪام ڪمشنر ڪاليج جيڪب آباد مان 1988ع ۾ پاس ڪيائين. بي ڪام اسلاميہ ڪاليج سکر مان 1991ع ۾ پاس ڪيائين ۽ ڊگري ڪاليج ڪنڌڪوٽ مان ايم اي اينڪامڪس ۾ پاس ڪيائين.

فتح عابد گولو ادبي آغاز 1986ع ڌاران ڪيو. جنهن رهنمائي ڪجهہ مهر خادم جن ڪان ورتي، سندس شاعري جاڳو، عوامي آواز، هلال پاڪستان، سرت ميگزين ۾ ڇپي آهي.

(1)مونو گرام ايم اي سنڌي سال 1992،93 محمد عثمان چنہ

# غلام رسول "روشن" گولو

غلام رسول ولد سردار بخش گولو 1951ع ۾ ڳوٺ سونو خان گولو تعلقہ ڪنڌڪوٽ ۾ پيدا ٿيو.شروعاتي تعليم ڳوٺ جهان خان بنگوار ۾ حاصل ڪري مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول مان پاس ڪيائين.غلام رسول ادبي آغاز"روشن"جي تخلص سان 1960ع ۾ ڪيو، جنهن ۾ شاعري جي اصلاح محترم مينهون خان"سوز بلوچ"بنگوار کان ورتي ڪافي غزل نظم سنڌي سرائڪي ۾ لکيا.شاعري هفتيوار صدر اخبار، دوستن جي دنيا، مهراڻ ۾ ڇپي."روشن"صحافت سان گڏ صفدر اخبار ۾ ڇپائي جو بہ پورهيو ڪيو، صحافت ۾ عوامي آواز اخبار ڪراچي جو نمائندو رهيو. ڪنڌڪوٽ صحافي سنگت جو نائب صدر پڻ رهيو.روشن گولو هڪ باهمت صحافي ٿي گذريو آهي، جنهن کي اتر سنڌ جا صحافي سخت سارين ٿا.

# ذوالفقار علي "تبسم"

ذوالفقار علي ولد عالمگير آرائين سندس پيدائش 1970ع ڳوٺ منو خان ڪوسو ٿي پرائمري تعليم ورڪشاپ ڪالوني ڪنڌڪوٽ مان ڪئي ايم اي سوشيالوجي جي ڊگري ڪاليج ڪنڌڪوٽ مان 1992ع ۾ پاس ڪيائين.ذوالفقار علي 1989ع ۾ سوشل ويلفيئر ڊپارٽمينٽ ۾ انسٽريڪٽر مقرر ٿيو.ذوالفقار علي ادبي تخلص"تبسم"سان 1991ع کان ادبي آغاز ڪيو. تخليق مان مضمون 1992ع، پڪار 18 مئي 1992 ۾ عوامي آواز، سنڌ سجاڳ،هلال پاڪستان، الوحيد سندن شاعري ڇپي رسالن ۾ ۽

پين خاص روزانہ زندگي ۾ هلندڙ مسئلن تي عوام سان ظلم ۽ زيادتن تي لکيو اٿس.

مونوگرام ايم اي سنڌي 1992.93ع محمد عثمان چنہ

# عبدالڪبير"عاجز"پيو

استاد عبدالڪبير"عاجز"پيو سال 1919ع ۾ ڪنڌڪوٽ ۾ پيدا ٿيو. سنڌس ابتدائي تعليم 1924ع ڏاران مين پرائمري اسڪول مان حاصل ڪيائين.سنڌي فائنل پاس ڪري 1933ع ۾ پرائمري استاد ٿيو.بعد ۾ انٽينڊنس(تعليم کاتي ۾) ان ڪانپوءِ پرائمري ۾ سپروائيزر ٿيو.استاد عبدالڪبير"عاجز"سن 1961ع کان ادبي دنيا ۾ پير پاتو.ان وقت جيڪب آباد رهندو هو ۽ شاعري جي اصلاح لاءِ محترم قطب الدين"تاب"اوستہ صاحب جن وٽ ويندا هئا.ڪنڌڪوٽ واپسي ۾ بزم فيضان ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيايون سنڌس شاعري السنڌ,وينجهار سڪڻ ڪيا شهيد,تنگواٽي پبليڪشن ۾ڇپي,,اردو,بلوچي ٻولين ۾ بہ شاعري ڪئي اٿائين.

مونوگرام ايم اي سنڌي 1992.93ع محمد عثمان چنہ

# پيارو خان "فائز"شيخ

پيارو خان ولد ڪتيو خان شيخ سنڌس پئدائش1925 6 15 ڳوٺ پنر تعلقہ ڪنڌڪوٽ ۾ ٿي ۽ پرائمري ساڳي ئي ڳوٺ جي اسڪول ۾ ڪيائين ۽ سنڌي فائينل ڪنڌڪوٽ مان پاس ڪيائين. 1946ع ۾پرائمري استاد ٿيو.1951ع ۾ منياڻي ٽيچرس ڪاليج ۾

ٽرنينگ ڪرڻ ويو.جتي هڪ سال پڙهيو ۽ ٻيو سال لاڙڪاڻي مان ٽرنينگ پاس ڪري واپس وريو. سال 1954ع ۾ تعليم کاتي ۾ اٽينڊس ٿيو. سال 1956ع ۾ اها پوسٽ ڇڏي ساڳيو پرائمري ٽيچر ٿيو.

پيارو خان عربي فارسي پڙهڻ جي شوق پوري ڪرڻ لاءِ مولانا نظر محمد ساوند(ڪنڌڪوٽ)جن وٽ به ويندو رهيو. 1952ع کان ادبي زندگي جو آغاز ڪيائين.شاعري جي اصلاح لاءِ مولانا نورالدين ليڪچرار ايلمينٽري فارمين ڪاليج حيدرآباد جن وٽ ويندا هئا.شاعري اخبار تعليم. مهراڻ ميگزين. صفدر اخبار فرياد ۾ ڇپي.پاڻ قرآن پاڪ جي ٽن سيپارن جو تفسير به لکيائون.

# مهرالله "زيب" پنو

مهرالله ولد محمد ڪامل پنو سندس پيدائش 1946ع آهي. پرائمري تعليم ڪنڌڪوٽ ۾ حاصل ڪري بعد ۾ حيدرآباد پبلڪ اسڪول مان مئٽرڪ پاس ڪيائين اتي ئي بي اي پاس ڪري ان کان پوءِ ڊگري ڪاليج ڪنڌڪوٽ مان ايم اي ڪلچر ۽ ايم اي سياست ۾ پاس ڪري ليڪچرار ٿيا.استاد صاحب 1982ع کان ادبي آغاز ڪندي محترم استاد ڪريم الله نياز پنه جن کان اصلاح وٺندا رهيا. "زيب"صاحب پنهنجي شاعري ۾ غزل گيت نظم لکيا آهن. تنهن ۾ معاشري جي اصلاح لاءِ گهڻو ڪجهه لکيو اٿائين .جيڪي السند رسالي(اسلام آباد)۾ ڇپيا آهن.خاص بزم فيض جي مشاعرن ۾ حصو وٺندا هئا.

# شيخ عبدالوهاب"سحر"

عبدالوهاب ولد عبدالمجيد الامجد سنڌي 1968ع ۾ ڪنڌڪوٽ جي گلشير محلي ۾ پيدا ٿيو. پرائمري تعليم ڪنڌڪوٽ مين پرائمري اسڪول مان حاصل ڪيائين سنڌس تعليم ايم اي اٿس."سحر"صاحب ادب جي دنيا ۾ 1988ع کان پير پاتو. سنڌس شاعري جي اصلاح والد محترم ڪندا اٿس،اردو جون ڪهاڻيون سنڌي ۾ ترجمو ڪيائين. پهرين ڪهاڻي"معاشري جي منهن تي ابتي چپاٽ"ڪاوش اخبار ۾ 30 مارچ 1992ع ۾ ڇپي ٻيون ڪهاڻيون سانوري سنڌري، قالو خان تنهنجون يادون سنڌو مئگزين، عبرت مئگزين ۾ ڇپيون.سال 1988ع ۾ ڪشمور ۾ پرائمري استاد ٿيو.1990ع ۾ گورنمينٽ ايلمينٽري ڪاليج ۾ ڊرائينگ ٽيچر سال 1992ع ۾ ايلمينٽري ڪاليج قاسم آباد ڪراچي بدلي ٿيس جتي اي ٽي سي سينٽر جو انچارج ٿيو.

# ڪريم بخش چاچڙ

ڪريم بخش ولد قبول خان چاچڙ ڳوٺ ڄام سونهارو تعلقه ڪنڌڪوٽ 28 فيبروري 1930ع ۾ پيدا ٿيو.پرائمري تعليم اسڪول علي محمد ڪوسو مان ڪيائين،1947ع ۾ سنڌي فائنل پاس ڪيائين.1948ع ۾ پرائمري استاد ٿيو ۽ 1979ع ۾ رٽائر ٿيو. استاد ڪريم بخش چاچڙ ادبي آغاز 1948ع کان شروع ڪيو جنهن ۾ هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن.1.بي بها موتي، 2.نماز جا نفعا 3.حضرت حماد الله هاليجوي رح 4.سي حرفي حمد باري تعاليٰ 5.سي حرفي رسو مقبول صلعم 6. سي حرفي چرخو چور 7. مرد مومن 8.چوڏهين صدي جو چرخو.9 .روح راحت ۽ 14 ڪتاب

سنڌي ادبي بورڊ ڏانهن موڪليل آهن. مٿين ڪتابن مان بي بها موتي ۽ نماز جا نفعا شاعري ۾ لکيل آهن.

# غلام حسين "اداس" ملڪ

هن نوجوان شاعر بابت محترم پروفيسر نور محمد ملڪ پنهنجي مقالي ڪنڊڪوٽ شهر جو بنياد ۽ ان جي تاريخ ۾ لکي ٿو ته هن ننڍي عمر ۾ وڏو مقام حاصل ڪيو آهي، شاعري ۾ وڏا خيال رکندڙ نوجوان نمايان حيثيت رکي ٿو.شاعري جا ٽي مجموعه ڇپائي هيٺ آهن.(1) ارمان دل (2)نيڻ نشيلا (3)ساوڻ جي موسم شاعري ۾ بيت، وايون، غزل، آزاد نظم، هائيڪا پڻ شامل آهن.سندس لکيون سنڌي اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيل آهن ۽ هميشه لکندا رهن ٿا. نئين ٽهي جو سٺو شاعر تسليم ڪيو ويندو آهي.

# عبدالقادر اوڱاهي

عبدالقادر ولد سڪيو خان اوڱاهي 4 مارچ 1970ع تي غوثپور تعلقه ڪنڊڪوٽ ۾ ڄائو. 1990ع کان ادب ۾ پير پاتائين، پاڻ استاد، شاعر سٺا سگهڙ آهن. شاهه لطيف ادبي سنگت غوثپور جو 1998ع ۾ جنرل سيڪريٽري رهيو، هنيئر سنڌي ادبي سنگت شاخ غوثپور جو ميمبر پڻ آهي.

## ذاكر حسين"شاھ" ملڪ

ذاڪر حسين ولد محمد عظيم ملڪ تاريخ 15 فيبروري 1979ع تي غوثپور شھر ۾ پيدا ٿيو. ايم اي انگلش ۽ ايل ايل بي پاس ڪندڙ جفاڪش انسان آھي.سندس تعلق علمي ادبي سڃاڻ گھراڻي سان ھئڻ ڪري 1997ع ڪان ادبي ميدان ۾ سرگرم ٿيندي"شاھ"تخلص رکيائين.شاعري ڪاوش مئگزين ۾ ڇپي آھي.ذاڪر حسين"شاھ"ھڪ اديب. شاعر. سياسي،سماجي سٺو ورڪر آھي.

## مولانا محمد مراد ٻھلڪاڻي

مرحوم مولانا محمد مراد ولد خدا بخش ٻھلڪاڻي 1907ع ۾ پنھنجي ڳوٺ نزد ڪنڌڪوٽ ۾ ڄائو. مولانا صاحب سنڌي پارسي ۽ عربي ۾ مھارت رکندي دستار فضيلت مولانا عبدالعلي صاحب جن وٽان ڪري تدرسي عمل جاري رکيائين. مولوي صاحب نثر ۽ نظم جا ليکڪ آھن. شاعري ۾ مولود ۽ مرثيہ گھڻا چيا اٿن.مدرسہ دارالفيوض ۾ درس تدريس جو فيض ڏيندا رھيا فتوي مضبوط پرھيزگار عالم ھئا.2 ذوالحج 1394ع سکر جي سول اسپتال ۾ لاڏاڻو ڪري ويا.

## عبدالڪريم عارباڻي

محترم عبدالڪريم ولد نھال الدين عارباڻي 1955ع ڏاري ڳوٺ جمعہ خان عارباڻي تعلقہ گھوٽڪي ۾ جنم ورتو.ھن ابتدائي تعليم بہ ساڳي ئي پنھنجي ڳوٺ مان پرائي ۽ مئٽرڪ 1972ع ۾

ڊي اي وي هاءِ اسڪول گهوٽڪي پاس ڪري، 1978ع ۾ جيئن بي اي پڙهي رهيو هيو تہ ڪيس گورنمينٽ هاءِ اسڪول قادرپور (گهوٽڪي تعلقہ)۾ ڪيس جي ايس ٽي جو آرڊر مليو.محترم سائين عبدالڪريم ادبي دنيا ۾ 1977ع ڪان پير پاتو ان وقت حيدرآباد ۾ ٽرنينگ ڪري رهيو هو. سنڌس گهڻي شاعري لکيل هئي.جنهن مان شاعريءَ جو وڏو حصو قبيلائي تڪرارن جي ڪري لڏپلاڻ جي نظر ٿي ويو.ابتدائي ادبي دور ۾ روزانہ عبرت ۾ سنڌس شعر ڇپيو.جنهن ۾ مصرع طرح مليو هيو تہ"درد ٿا دل ۾ رکن، پوءِ شاعري ڪهڙي ڪجي"

عارباڻي صاحب جو ابتدائي دور ۾ شاعري تي عبور هو اهو هو تہ هو مصرح طرح تي شاعري ڪرڻ جي سگهہ رکي پيو.هن وقت سنڌس مٿانهين پائي جو ثابت ٿئي ٿا.تنهن هوندي بہ سنڌس شاعري تعمير سنڌ ۽ هڪ اڌ ٻين اخبارن ۾ ڇپي آهي. ۽ گهڻي شاعري ڪيسٽ جي دنيا ۾ منظر عام اچڻ لاءِ، استاد نبي بخش مگڻهار گهوٽڪي، رب نواز مهيسر، عبدالرحيم ميراڻي، الاهي بخش لغاري، امام بخش زرداري، جلال چانڊيو.چاڪر چانڊيو، غلام علي سنڌيلو، رسول بخش ابڙو ۽ ممتاز لاشاري جهڙي ممتاز ويراڳين گهڻا ڪلام ڳايا آهن.

# سيد زاهد علي شاهہ

ضلعي ڪشمور جي قديمي غوثپور شريف مان هن ڪائنات ۾ جنم وٺي ايندڙ شاعر، اديب، اداڪار غريبن جي حقن لاءِ جاڪ۪ايندڙ شخص هوئن تہ ڪنهن بہ تعارف جو محتاج نہ آهي، مگر هن ادبي باب ۾ ٻين ذات ڏٺين سان گڏ تعارف تحرير ڪرڻ لازم سمجهندي درياءَ ڪي ڪوزي ۾ بند ڪريان پيو.

سائين سيد زاهد علي ولد سيد عبدالخالق شاهہ سال

1980ع ۾ جنم ورتو آدم جي اولي ۾ آيو. هن پرائمري کان سيڪنڊري تعليم تائين پنهنجي شهر غوثپور شريف ۾ پڙهي بعد ۾ بي ايس سي سال 2000ع ۽ ايل ايل بي سال 2008ع ۾ آغا بدر عالم دراني لاڪاليج سکر ان ڪانسواءِ ايم اي سوشلاجي ۾ پڻ سموريون ڊگريون شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ميرس مان حاصل ڪيون آهن.سائين زاهد علي شاهه جن 2008ع ۾(اي ايف يو) انشورنس ڪمپني ۾ ڪم ڪيو ۽ هڪڙي ئي سال ۾ ان ۾ گولڊ ميڊل کٽي ورتو.جيڪو 2000 کان وٺي هن وقت تائين ڪوبہ کٽي ڪونہ سگهيو آهي.

سنڌ بار ڪائونسل جا 2009ع ۾ ميمبر ٿيا ۽ ساڳي سال ۾ مينجمينٽ ڪاميٽي جا اڪثريت سان ووٽ کٽي ميمبر ٿيا. سائين زاهد علي شاهه سال 1997ع کان ادبي ميدان ملهائيندي، پي ٽي وي ۾ ڊرامہ ڪيا ۽ سنڌس ڪيترن فنڪارن ڪلام ڳائيا آهن جن مان سائين عباس علي شاهه غوثپور شريف. گل حسن ٿهيم. مرحوم مريد عباس ۽ ڪيترن ٻين ڳائيا آهن.سنڌس شاعري ۾ غزل ۽ نظم نمايان پختا آهن. سائين زاهد علي شاهه صاحب ضلعي حڪومت سان گڏ اين جي اوز جا فوڪل پرسن آهن ۽ ڊي او سوشل ويلفيئر سان ڪوچيئر آهن. پروٽيڪشن ورڪنگ گروپ ضلعي ڪشمور جا جيڪو اڄ تائين ڪم ڪري رهيا آهن.

# محترم طارق محمود ڪوسو

محترم طارق محمود ولد مير يار محمد خان ڪوسو سن 1971ع ۾ جنم ورتو هن دنيا ۾ آيو. هن پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ تعلقہ تنگوانڻي مان ۽ مئٽرڪ پبلڪ اسڪول حيدرآباد ۽ سکر مان پاس ڪيائين ۽ ايل ايل بي سال 1997ع ۾ پاس ڪرڻ ڪانپوءِ 2007ع ۾ ڪميشن پاس ڪري جج ٿيا.هن وقت ايڊيشنل

ڊسٽرڪٽ سيشن جج آهن.

طارق محمود ادبي دنيا ۾ ننڍپڻ کان دلچسپي رکڻ شروع ڪيو، هو طارق منصور جي تخليق سان غزل، گيت، ڪهاڻيون لکندو رهيو. منهنجي ڏٽ ڪنڊڪوٽ سنڌي ادبي سنگت جي گڏجاڻين ۾ 1986-87ع ڌاران ٿي، هن جون لکڻيون عبرت مئگزين، جاڳو اخبار ۽ ٻين ۾ ڇپجنديون رهيون آهن.

# خليق زمان ڏاهاڻي

خليق زمان ولد محمد زمان ڏاهاڻي 1983ع ڌاران پنهنجي ڳوٺ سهري بند ديهہ شيران تعلقہ تنگواڻي ضلع ڪشمور ۾ پيدا ٿيو، ابتدائي تعليم پرائمري اسڪول شيران پيہ مان پرائي، مئترڪ 1998ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول دڙي سردار مير سندر خان سندراڻي ۾ پاس ڪري ٽنڊو جام يونيورسٽي پڙهڻ ويو.جتان 2007ع ۾ ڊاڪٽر آف وٽنري ميڊيسن جي ڊگري وٺي آيو.هنيئر ايڪٽيڊ انجنيئري ۾ خدمتون سرانجام ڏيئي رهيو آهي.خليق زمان ڏاهاڻي ادبي دنيا سان ننڍپڻ کان ئي سلهاڙيل رهيو.ڊاڪٽر صاحب نثر جو ليکڪ آهي.هن جون لکڻيون 2007ع کان اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپجڻ شروع ٿيون، هي نوجوان ديده دليري سان غريبن جا مسئلا ۽ قومي جاڳرتا جو بار ڪلهي تي کڻي سرعام جاکوڙي رهيو آهي.هن جا ڪالم ڪاوش، ڪوشش، خبرون، سوڀ ۽ ٻين اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپبا آهن.

# قلندر بخش"قلندر"باجڪاڻي

قلندر بخش ولد مبارڪ خان باجڪاڻي 1985ع ڌاران ڳوٺ حاجي الله اڏيو خان باجڪاڻي تعلقہ تنگواڻي ضلع ڪشمور ۾ پيدا ٿيو.ابتدائي تعليم مير رحمدل خان باجڪاڻي جي ڳوٺ مان پرائي مئٽرڪ 2001ع ۾ دلي جان خان ملڪ مان پاس ڪيائين. قلندر بخش"قلندر"جو ننڍپڻ کان ادب ڏانهن لاڙو رهيو. هن جا خط، شاعري هر مهيني ڪنهن نہ ڪنهن اخبار يا رسالي ۾ شايع ٿيندي آهي.هي ڪهاڻين لکڻ جو جنون بہ رکي ٿو"دل جو درد" ڪهاڻي ڇپائي هيٺ آهي.

"قلندر"جي شاعري پختي ۽ پڪي نظر اچي ٿي، هڪ غزل.

روئندي روئندي گذريو جيون
هاءِ خزان ۾ اجڙيو جيون

مٿيون غزل"تاريخ ۽ اسان"۾ ڏنل آهي.

# سائين محبت فقير

سائين محبت فقير ولد بنگل ذات بنگوار ديهہ دولتپور تعلقہ ڪنڌڪوٽ ۾ 1932ع ڌاران جنم ورتو.محبت فقير جن ظاهر ۾ سائين غلام شاھ درگاھ پاڪ حضرت شاھ عبداللطيف ڀٽائي رح جن جا طالب ٿيا. سندس شاعري سنڌي، سرائڪي ۽ بلوچي ۾ اٿن. محبت فقير جن سال 1999ع ۾ هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري وڃي دارالبقا ۾ رهيا. (1)

(1)هي تعارف محمد جمن بنگوار جن کان معلوم ٿيو.

# فقير محمد جمن

فقير محمد جمن ولد هزار خان ذات بنگوار ويٺل ڳوٺ هزار خان بنگوار ديھہ ڪوڙو مهر تعلقہ ڪشمور ۾ سال 1966ع ڌارن هن ئي ڳوٺ ۾ جنم ورتو.ابتدائي تعليم پرائمري اسڪول محمد ايوب بنگوار مان ڪيائين ۽ مئٽرڪ بخشاپور هاءِ اسڪول مان انٽر ڊگري ڪاليج ڪنڌڪوٽ مان 1986ع ۾ پاس ڪندي سال 1986ع ۾ پرائمري ٽيچر ٿيا.ان سان گڏوگڏ ايم اي سنڌي ۾ 1988ع ۾ شاھ عبداللطيف يونيورسٽي مان پاس ڪيائون ۽ 1996-97 ۾ بي ايڊ جو امتحان بہ پاس ڪيائين.فقير محمد جمن شاعري جي شروعات 1985ع کان شروع ڪئي.ڪيترائي غزل، بيت ۽ هڪ ٽيھہ حرفي بہ لکي چڪا آهن. فقير محمد جمن ظاهر ۾ سائين محبت فقير جا طالب ٿيا جن جو روحاني رشتو حضرت شاھ عبداللطيف ڀٽائي رح جن سان آهي.

# فقير نيڪ محمد سائين

فقير نيڪ محمد ولد يار علي بنگوار ويٺل ديھہ ڪاهي (بداٽي)تعلقہ ڪشمور جا هئا.سندس ڪلام سنڌي سرائڪي ۾ اٿن جيڪو اڻڇپيل آهي.فقير نيڪ محمد سائين 95 ورهين جي ظاهري ڄمار ۾ رهيا. سندس وصال 22 نومبر 2009ع تي ٿيو. سندس آخري آرام گاھ ڪنڌڪوٽ شهر جي ويجهو اسٽيڊيم ڀرسان آهي، هن جا عزيز هر سال ميلو ڪرائيندا آهن.(1)

(1) فقير محمد جمن کان هي معلوم وصول ٿيو.

# فقير امام بخش بنگوار

فقير امام بخش ولد سبزل ذات بنگوار ديهه سائڻ نزد گبلو تعلقه ڪشمور جو رهاڪو هو. فقير امام بخش ظاهر ۾ 1932ع ۾ جنم ورتو. سندس شاعري ڪجهه سنڌي ۾ ۽ باقي گهڻي شاعري بلوچي زبان ۾ آهي، سندس تخلص"سائل"آهي.فقير امام بخش سال 1957ع ۾ سنڌي فائنل پاس ڪري فقيري دنيا وسائي ظاهر ۾ صوفي لاڪوفي حصرت سائين حضور بخش حضورڻ سائين جا طالب ٿيا ۽ سندس ٿي درگاهه جهانپور شريف وساياڻون.فقير امام بخش لڪ لڪائڻ خاطر مجزوب نظر ايندو آهي.مگر روح رهاڻ بعد معلوم ٿيندو ته وڏا سالڪ آهن.

# فقير غلام سرور ٽانوري

غلام سرور ولد عبدالڪريم ٽانوري 3 مئي 1970ع ۾ جنم بخشاپور تعلقه ڪشمور ۾ جنم ورتو.ابتدائي تعليم پرائمري اسڪول ستار آباد(عبدالستار خان ڊومڪي)مان پرائي مئٽرڪ بخشاپور هاءِ اسڪول مان 1985ع ۾ ۽ بي ايس سي ڊگري ڪاليج جيڪب آباد ڪيائين (شاهه عبداللطيف يونيورسٽي ) خيرپور ميرس مان ايم اي سنڌي 1997،98ع ۾ ايم ايڊ سال 2000ع ۾ پاس ڪيائين. سال 1989ع بخشاپور هاءِ اسڪول ۾ ڊرائينگ ٽيچر ٿيا.بعد ۾ ڪيڊر تبديل ڪرائي جي ايس ٽي ٿيا. 1992ع ۾ حضرت صوفي ربنواز سائين جلالاڻي درگاهه جا طالب ٿيا.ان ڪانپوءِ 1994ع ۾ شاعري شروع ڪيائون.استاد غلام نبي

چاچڙ ۽ سڪندر پنو، لياقت علي ناهڙ ۽ ٻين فقيرن سان گڏ تجل شريف جي ميلي تي وياسون، اتي ويٺي ويٺي پهريون ٻول چيائين.

واهه واهه پيار ،گل گلزار، عجب ديدار سبحاني
گل گلاب آهين محتاب ، مست مشتاق لاثاني
آيو اولي ، چپ ٻولي ، لڌم ڳولي ٿي حيران
"مسرور"سر، گم ٿيو غير ، ونحن اقرب آ دل جاني.

# شڪسته مزاري

شڪسته مزاري اخباري دنيا ۾ گهڻو چپيو ۽ متعارف ٿيو آهي، سندس اصل نالو اڪبر علي ولد پيارو خان مزاري آهي. هن جو جنم سال 1978ع ۾ ڳوٺ رئيس خان مزاري ۾ ٿيو، ابتدائي تعليم پنهنجي ئي ڳوٺ مان پرائي گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڪالوني نمبر 1 ڪشمور تعلقي مان مئٽرڪ پاس ڪيائين ۽ ايم اي سنڌي شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ميرس مان پاس ڪيائين، شڪسته صاحب ڪهاڻيون، مضمون، مقالا ۽ اسڪرپٽ رائيٽر رهيا، اسٽيج ڊرامن ۾ ڊائريڪٽر ٿي رهيا، جنهن ۾ پنهنجي ضلعي ۾ ڊرامه به ڪيائون ۽ افق بشير چنه سان گڏ ڪجهه وقت اقف تي اپريا.

# مريد احمد لاشاري

مريد احمد لاشاري الهه ڏيوايو جي گهر ۾ 1983ع ۾ ڳوٺ سردارو ڪوسو تعلقه ڪشمور ۾ پيدا ٿيو، سن 2006ع بي اي ۽ سن 2008ع ۾ بي ايڊ 2006ع ۾ اسٽيشن ماسٽر ڪشمور ۾ ٿيو ۽ 2009ع ۾ هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو، شاعري اسڪول واري دور کان شروع ڪيائين هن جي شاعري ۽ مضمون، الک ۽ سنڌو،

ڪاوش، خبرون اخبارن ۾ پڻ ڇپيا اٿس.

## عنايت الله لاشاري

عنايت الله ولد الهه ڏيوايو لاشاري ڳوٺ سردارو ڪوسو ۾ 1986ع ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم ڳوٺ حاجي عبدالرئوف ڪوسو اسڪول مان ۽ مئٽرڪ ڪالوني نمبر 1 مان 2006 ۾ ڪيائين. انٽر ڪشمور ڪاليج سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو برانچ مان ڪيائين ۽ هن وقت فزنڪس ڊپارٽمينٽ ۾ ايم ايس سي ڪري رهيو آهي. نثر نويسي جو 2006 ڪهاڻي افسانه ۽ موجود حالات تي مضمون آهن.

## سليم الله اوڳاهي

سليم الله ولد الله بخش اوڳاهي جن جي گهر ۾ جنم ورتو.ابتدائي تعليم گورنمينٽ پرائمري اسڪول پنهنجي ڳوٺ مان ئي پاس ڪيائين.ايم اي سال 2004ع ۾ پاس ڪري هائير سيڪنڊري اسڪول غوثپور ۾ سال 2010ع ۾ جي ايس ٽي ٿيو.سليم الله علمي گهراڻي ۾ جنم ورتي"ساحر"جي تخلص سان ادبي دنيا ۾ پير پاتو. سنڌس شاعري اخبارن ۾ ڪاوش. خبرون. عبرت مئگزين. سنڌو ڊائجسٽ ۽ رباب رسالي ۾ پڻ ڇپي آهي.

"سائر"اوڳاهي هڪ سماجي ورڪر بہ آهي. 2010ع کان انڊس سوشل فورم ۾ سي او سي جو ميمبر آهي.سليم الله "ساحر"هڪ بهترين اسٽيج سيڪريٽري پڻ آهي.(1)

(1)سليم الله جو ڏاڏو مدبر عالم معلم ۽ ڳوٺ جو پيش امام هو. سليم الله جو والد صاحب هڪ بهترين استاد ٿي گذريو آهي، آءِ ابتدائي تعليم سليم الله جي والد محترم الله بخش اوڳاهي وٽ پڙهيس، مون سان گڏ ڪيترن پري پري جي ٻارڙن کي گهر ۾ رهائي پنهنجن ٻچن وانگر پالي ۽ پڙهائيندا هئا.

# موسن فقير

محمد موسيٰ ولد احمد علي نصيراڻي ويڻل حال ڪرمپور شهر 1945ع ڏاران ڳوٺ ڪامران خان ٻاجڪاڻي ۾ جنم ورتو ۽ ابتدائي تعليم سخي پير جان خان ٻاجڪاڻي مان حاصل ڪيائين سنڌي ڇهين درجي ۾ اسڪول ڪي خيرآباد چيائين.موسن فقير 18 سالن جي عمر ۾ شاعري جو آغاز نعت، حمد ۽ قصيدن شروع ڪيو .اهي نعتون سنڌي ۽ بلوچي زبان ۾ ڪيسٽ ڪيل آهن.اڪثر نعت هن جي پسنديده صنف آهي مگر ان ڪان علاوه ڪافي، وائي ۽ غزل بہ چيا اٿس. هن جي شاعري محمد ابراهيم کهيري، جلال چانڊيو، عبدالرحيم ميراڻي، سيد زين العابدين شاه"عارف گيلاني"پڻ ڳايا آهن.

# حزب اللّٰہ سومرو

حزب الله ولد عبدالڪريم سومرو، سال 1959ع ڏاران غوثپور شهر تعلقہ ڪنڌڪوٽ ۾ جنم ورتو، هن ابتدائي تعليم ۽ مئٽرڪ غوثپور شهر ۾ حاصل ڪري سال 1980ع ۾ سند وٺي اڳتي پڙهڻ جو سٽ نہ سارينديي، هٿ جي پورهئي کي اوليت ڏيندي درزي ٿي روزگار شروع ڪيائين،حزب الله سومرو مئٽرڪ پاس ڪري

جڏهن روزگار شروع ڪيو. ان وقت ادب دوستن سان رهاڻ ڪندي ادبي دنيا ڏانهن راغب ٿيو.شاعري ۽ سگهڙائپ جو چرچو ان وقت غوثپور ۾ شروع ٿيو. هر يارهين رات ڏنل شاهه جيلاني جي اوطاق ۽ ڪڏهن سيد پير شاهه جي اوطاق تي رهاڻ رچائي ويندي هئي. اهڙي ريت اهي پروگرام گهٽجو هليا. ان وقت حزب الله سومرو وريام شيخ کان اصلاح وٺندو هيو ۽ ان کي استاد طور مڃي ٿو.حزب الله شاعري ۽ سگهڙائپ جي صنفن تي بهترين لکي رهيو آهي.

# اشوڪ اترادي

اشوڪ ولد ديالداس(اترادي) 27 ڊسمبر 1957ع ۾ جنم ورتو ۽ اوچتي بيمار ٿيڻ سان جواني ۾ جلد 15 آگسٽ 2001ع ۾ ديهانت ڪري هن دنيا مان ويس متائي ظاهري دنيا جي نظرن مان اوجهل ٿي ويو.

اشوڪ هڪ صوفي منش روشن خيال کل مک انسان هو. ساٿس سونارڪي دڪان تي ويهي ادبي دوستن سان ڪيل رهاڻ ڪري ڪونه وساري سگهيا آهيون.

اشوڪ ادبي دنيا ۾ اچڻ سان نظم ۽ نثر. سوجهرو، هلال پاڪستان ۽ عبرت. سهڻي ۾ لکڻ شروع ڪيو"اشوڪ اترادي"۽ "اي ڪي اترادي"۽ "ديپڪ اترادي"جي تخلص سان هن جون لکڻيون مشهور ٿيون.

اشوڪ اترادي ۽ هن ليڪڪ(ارڏو اترادي)ايم اي سنڌي 1985ع ۾ هڪ ئي سال ۾ امتحان پاس ڪري علمي ادبي شوق پورو ڪيو.

اشوڪ اتراي مرحوم ڊاڪٽر ملڪ نديم جو گهرو دوست هو. هن جي صحبت ضياءَ جي ظالماڻي دور هڪ ادبي حلقو پيدا ڪيو. ڏينهن جو هرڪو پنهنجي ڪمن ڪارن ۾ ۽ تقريبن هر رات جو

رهاڻ رچائڻ معمول هو.

# ڊاڪٽر ڪشور ڪمار

ڊاڪٽر ڪشور ڪمار ولد ديالداس (اترادي)ڪنڌڪوٽ شهر ۾ پهرين آڪٽوبر 1966ع ۾ جنم ورتو، هن ايم بي بي ايس جو امتحان 1992ع ۾ چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج لاڙڪاڻي مان پاس ڪيو.

ڊاڪٽر ڪشور ڪمار ادبي دنيا ۾ پابندي سان 2008ع کان پير پاتو، هن جي شعرن جي اصلاح ڊاڪٽر ملڪ نديم ڪرڻ فرمائيندو هيو.ادبي شوق ته ننڍپڻ کان ئي دامن گير رهيو، هن جا نظم بلڪ زياده نثري نظم سوجهرو، عبرت مئگزين ۾ ڇپيا.

ڊاڪٽر صاحب گهٽو وقت ادبي دنيا کي نه ڏيئي سگهيو ڇاڪاڻ ته گهڻو وقت ڊاڪٽري جي خدمت ۾ مصروف رهي پيو. هن وقت سول اسپتال ڪنڌڪوٽ ۾ سرڪاري طور خدمتون سرانجام ڏيئي رهيو آهي.

# ساگر جيلاني

ڊاڪٽر محمد مراد شاھ ولد سيد محمد ابراهيم شاھ جيلاني غوثپور تعلقہ ڪنڌڪوٽ ۾ 2 ڊسمبر 1975 ڌاران جنم ورتو.

ڊاڪٽر محمد مراد شاھ "ساگر جيلاني"سال 1998.99ع ۾ ادبي دنيا ۾ پير پاتو ۽ بهترين شاعر آهي.سنڌي ادبي سنگت شاخ چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج لاڙڪاڻي جو ہ سال 1998.99ع ۾ سيڪريٽري رهيا.ان دوران شيخ اياز مئگزين شايع ڪيائون.

ڊاڪٽر محمد مراد شاهه جيلاني 2000ع ۾ ايم بي بي ايس جي ڊگري وٺي گهر آيا ۽ اچي ڪنڌڪوٽ شهر ۾ سنڌ ڊائگنوسٽڪ سنيٽر قائم ڪيائين ۽ اڄ تائين اهو سنيٽر هلائي رهيو آهي.ان دوران غوثپور ۾ سنڌي ادبي سنگت جو وجود وڌائون ۽ اتي بنيادي ميمبر ٿيو. جنهن ۾ پهريون سيڪريٽري پڻ ٿيو.سائين"ساگر جيلاني"جون ڪاوشون، سوجهرو، نئين زندگي، پاڪ سنڌ ۽ مئگزينن ۾ پڻ شايع ٿيون.

# اداسي جکراڻي

شاهه غلام ولد لشڪر خان جکراڻي پهرين جنوري 1990ع ۾ ڳوٺ گلشير خان جکراڻي تعلقہ ڪشمور ۾ پيدا ٿيو. سندس شاعري ۾ تخلص"اداس جکراڻي"آهي،هن 2009ع کان هاءِ اسڪول جي زماني ۾ شاعري شروع ڪئي مئٽرڪ پاس ڪرڻ بعد مٿي تعليم جاري نہ رکي سگهيو هن جي پهرين تخليق روزنامہ ڪوشش ۾ ڇپي.

"اداسي جکراڻي"جي شاعري جو ڪتاب"چانڊوڪيءَ جي پاڪر ۾"ڇپائي هيٺ آهي.هن جون تحريرون روزانہ ڪوشش، خبرون، سوڀ، تعمير سنڌ، سڪار، هزار داستان، سوجهرو، پرک، امرتا، موکي، روح رهاڻ، سنڌو ڊائجسٽ، عبرت مئگزين، ٽي ماهي سارنگ ۽ سرهاڻ مئگزين ۾ ڇپجيون آهن.

# سرفراز جيلاني

سيد سرفراز ولد سيد عبدالرزاق شاهه جيلاني 3 جنوري

1993ع ۾ غوثپور شهر تعلقہ کنڌڪوٽ ۾ پيدا ٿيو. سيد سرفراز شاھ 2010ع ۾ انٽر جو امتحان پاس ڪيو.هن ادبي دنيا ۾ مئٽرڪ جي دوران پير پاتو. سيد سرفراز شاھ جي شاعري ۾ غزل، گيت، هائيڪو، رباعي، نظم ۽ نعت شامل آهن.هن جي شاعري سوپ ۽ هزار داستان ۾ ڇپي آهي.

# دُرُخان بجاراڻي

در خان ولد محمد دائود ذات بجاراڻي غوثپور جي ويجهو ڳوٺ بهرام خان بجاراڻي ۾ سنہ پهرين جنوري 1976ع ۾ جنم ورتو.هن مئٽرڪ 1992ع ۾ پاس ڪري ان ڪانپوءِ 1996ع کان وٺي سنڌ پوليس ۾ نوڪري ڪرڻ اختيار ڪندي ادبي دنيا ۾ بہ پير پاتو.سندس شاعري مجازي ۽ عارفاڻي طرف مائل آهي.هڪ پوليس جو هيڙو هيو صوفياڻي طرف ڏي مائل ٿيڻ عجب جهڙي ڳالھ آهي بہ ناهي بہ، ڇاڪاڻ تہ سندس پائر دريا خان ۽ جهان خان پڻ فقيري ذڪر فڪر جا طالب آهن.جيڪي پاڻ بہ پوليس محڪمي سان واڳيل آهن دريا خان مختلف ٿاڻن تي منشي رهندي هن وقت ضلعي هيڊڪواٽر ڪنڌڪوٽ جو وڏو منشي آهي. ائين چئون تہ فقير جو پيغام اڳ ۾ جمڻ واري ستيءَ ۾ شامل هو.

حوالدار در خان بجاراڻي جي گهڻي شاعري 2010ع ۾ مها بوڏ پنهنجي پاڪر م پري ڪٽي وئي.تنهن هوندي بہ بجيل ميڙيل سهيڙي ڇپائي جي اوسيئڙي ۾ آهي.

# مينهون خان سوز بلوچ

مينهون خان"سوز"ولد سهراب خان ذات بنگوار بلوچ ويٺل ڳوٺ شڪل خان بنگوار يوسي دلتپور تعلقہ ڪنڌڪوٽ ضلع ڪشمور ائٽ ڪنڌڪوٽ. سال 1939ع ڌاران ساڳي ڳوٺ ۾ پيدا ٿيا.پرائمري تعليم مسلم پرائمري اسڪول پريو خان سهرياڻي(ڳوٺ ڪمال خان سهرياڻي)۾ پڙهي مئٽرڪ 1960ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڪنڌڪوٽ مان ۽ ايم اي سنڌ يونيورسٽي مان 1975ع ۾ پاس ڪيائون.

مينهون خان 1962ع کان 1979ع تائين پرائمري ٽيچر رهيا.ان دوران مختلف عهدن تي پرائمري ٽيچرس ايسوسيئشن جا ميمبر ۽ عهديدار بہ رهندا آيا. سال 1980ع ۾ ڪميشن پاس ڪري انفارميشن آفيسر ٿيا ۽ 1999ع اسٽنٽ ڊائريڪٽر جي عهدي تان رٽائر ٿيا.مينهون خان شاگردي واري دور کان "سوز بلوچ"جي تخلص سان ادبي دنيا ۾ پير پاتو ۽ سنڌي ادبي سنگت جا ميمبر رهيا. مينهون خان سوز بلوچ سنڌ هاري ڪاميٽي جي جنرل سيڪريٽري جي حيثيت سان هندستان جي مهاراشٽر اورنگ آباد شهر ۾ آل انڊيا پاڪستان سپاجي 28 ڪنويشن ۾ ٽئن ڏينهن دوري دوران پيپر پڙهيائون. انڊيا ياترا ۽شاعري جو قلمي نسخو ساڻ سان سانديل آهي.

ڊي سي سکر ڪليم الله لاشاري جي نگراني ۾ ڪنويشن ٿيو هو ان ۾ مسجد منزل گاهہ جا ڳجها پهلو جي عنوان تي مقالو بہ شايع ٿيو هو. سائين ڪامريڊ محمد علي شاهہ نزد پريالو جن جي ورسي ۾ جڏهن شاعري جي نشست شروع ٿي.اسان ننڍن

شاعرن کان بعد مينهون خان سوز بلوچ کي اسٽيج تي جڏهن سڏيو ويو ته هن به قومي گيت چيو.ان ۾ چيائون ته جڏهن ارڏن قومي گيت چيا ته آءُ سنڌ امڙ جو ڪيئن ڪافر ٿيان.

مينهون خان سوز بلوچ جي شاعري هفتيوار"صفدر"اخبار پيغام رسالي، روزانه هلال پاڪستان ۽ ٻين اخبارن ۾ ڪافي ڇپيا. خاص"پڪار"اخبار ۾ ته شعر ۽ ايڊيٽوريل ڪافي ڇپيا.مينهون خان شاعري جي فن جا پختا ۽ ڄاڻو اديب محقق آهن.

# ميرلک خان بجاراڻي

مير غلام اڪبر خان المعروف لک خان ولد شاهه ڏنه خان سال 1953ع ۾ ڳوٺ ڏياڻي تعلقه ٺٺگواڻي ۾ پيدا ٿيو.هن تعليم صرف ٻارنهن جماعتون پڙهي ۽ زميندراي سنڀالي، مير لک خان بجاراڻي ادبي ميدان ۾ 2000ع کان پير پاتو.شاعري سان دلچسپي رکندي"صدا"جي تخلص سان شعر لکڻ شروع ڪيا.2 سيپٽمبر 2012ع ۾ سچل پراڊڪشن طرفان آڊيو، وڊيو ڪيسٽ جي نقاڪشائي جو پروگرام سکر جي هوٽل ريڊ ڪارپيٽ ۾ ڪئي وئي. بقول"حافظ بجاراڻي"صاحب جي ته سنڌس غزلن جي ڪتاب جي ڇپائي لاءِ"صدا"جوارادو آهي.

خانبهادر مير فتح محمد خان بجاراڻي کي ٽي پٽ هئا.(1)مير بهرام خان(2)مير منل خان ۽ (3)مير شاهه ڏنه خان

# علڻ فقير بنگوار

شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح جي رسالي جو پارکو پيٽ ڏٺي جو طالب فقير قداور شهپرن سان سونهاري ڏاڙهي، پرڪشش ساده لباس ۾ رمز رکيون ڪشمور تعلقي گبلي شهر جي پرسان آستانو اڏيون انسان ذات جي خدمت ۾ دوائون ڏيندي اگر اوهان ڪي ڏسڻ ۾ اچي تہ اهو ظاهر ذات بنگوار جي اولي علڻ فقير ئي هوندو.

علڻ فقير، شاعر، ويراڳ جو ڪوڏيو ڪيترن پسگردائي وارن فقيرن جو مطلوب پڻ آهي، علڻ فقير سواءِ مرشد جي ميلي يا ٻين بزرگن فقيرن جي ميلن پارهين جي ڏهاڙن کانسواءِ پنهنجي مئخاني ۾ هميشهہ موجودهوندو آهي.

# محمد اسلم "مسرور" انصاري

محمد اسلم"مسرور"ولد امير بخش انصاري 1957ع ۾ جنم وٺي هن سنسار ۾ آيو.هن ابتدائي تعليم کان وٺي ايم اي سنڌي تائين ڪنڌڪوٽ ۾ پرائي.1987ع ۾ گڊو ٿرمل پبلڪ ڪاليج ۾ سنڌي جو ليڪچرار ٿيو.هن وقت تائين درس ڏيئي رهيو آهي.محمد اسلم "مسرور"هاءِ اسڪول جي دور کان ادبي ميدان ۾ پير پاتو ۽ بزم فيض جو ميمبر ٿيو.

سال 1981،82ع اسان سان گڏجي پريت پبلڪيشن ڪنڌڪوٽ قائم ڪيائين پاڻ ايڊيٽر رهيو.ان ۾ ٻہ سلسليوار ڪتاب(1) سرهاڻ (2) سڳڙ ڪيا شهيد شايع ٿيا.محمد اسلم"مسرور"تخلص سان سني شاعري ڪري رهيو آهي.هن جا شعر مختلف ادبي رسالن اخبارن ۾ ڇپجندا رهيا آهن.

# وفا ٻرڙو

محترم وفا ٻرڙو هڪ شاعر اديب کان وڌيڪ هڪ سماجي ورڪر آهي، جنهن لاءِ شاهه عبداللطيف ڀٽائي جو شعر بلڪل ٺهڪي اچي ٿو.

هلڻ هڪلڻ ٻيلي سارڻ مانجهان اي مرڪ
وجهن ڪين فرق، رڪ وهندي راندم

وفا ٻرڙو صاحب هونئن ته مستقل طور ٺل شهر(ضلع جيڪب آباد)جو رهاڪو آهي، پر گهڻو وقت ملازمت جي حوالي سان هن ضلعي ڪشمور ۾ رهي هن ادبي جاڳرتا لاءِ وڏي جاکوڙ ڪئي آهي.مرحوم سائين وهاب ڀيه ڪانپوءِ ڪنڌڪوٽ تعلقي ۾ سنڌي ادبي سنگت سرد خاني ۾ هلي وئي ادبي ڪڇاڻيون ورلي ٿينديون رهيون پر جڏهن 1997ع کان محترم وفا ٻرڙو غوثپور آيو ته اتي سنڌي ادبي سنگت کي ٻيهر سرگرم ڪرڻ شروع ڪيو، نه صرف هر هفتي ڪڇاڻيون ٿيڻ شروع ٿيون مگر وڏا مشاعرا به ٿيندا رهن ٿا، ان لاءِ سنڌي اخبارون گواهه آهن.انهي ادبي خدمت ڪري هن کي پنهنجي ضلعي جي ادبي حلقي کان جدا نه ڪرڻ جي خيال سان هن ڪتاب ۾ شامل ڪري رهيو آهيان.

محترم سائين وفا ٻرڙو ولد حاجي عبداللطيف پهرين اپريل 1975ع ڏاران ٺل شهر ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم کان انٽر تائين ٺل ۾ علم پرائي 26 نومبر 1995ع تي سنڌ پوليس ۾ وائرليس آپريٽر ٿيو. محترم سائين وفا ٻرڙو سن 1992ع کان ادبي ميدان ۾ پير پائي ايتري شاعري ڪئي جو سنڌ جي هر اخبار ۽ رسالي ۾ اڄ تائين ڀرپور غزل گيت وائيون، بيت ڇپجي رهيون آهن.وفا ٻرڙو نه صرف شاعري جي ميدان ۾ پاڻ ملهائيو آهي پر سندس ڪالم تاثر به وڏي تعداد ۾ پڻ ڇپيا آهن.

# منصور مزاري

محترم منصور احمد ولد الحاج محمد بخش خان مزاري 5 فيبروري 1988ع ڏاران ڳوٺ حاجي ميرل خان مزاري ديهه پير بخش مزاري(نزد مريد شاخ) ۾ پيدا ٿيو. محترم منصور مزاري هڪ جفاڪش سماجي ورڪر صحافي آهي، هن جا اخبارن ۾ آرٽيڪل اڄڪلهه تمام گهڻي تعداد ۾ ڇپجي رهيا آهن.

# سڪندر مهراڻ نديم

محترم سڪندر مهراڻ نديم ولد ڊاڪٽر ملڪ نديم صاحب 12 آگسٽ 1969ع ۾ ڪنڌڪوٽ(شهر)ضلع ڪشمور ۾ پيدا ٿيو.هن بي اي سول ۽ ايم اي سنڌي تائين تعليم پهچائي چڪو آهي، هنيئر ڪميشن جي تياري ڪري رهيو آهي.

محترم مهراڻ نديم صاحب هڪ بهترين نثرنگار طور ڄاتو سڃاتو وڃي ٿو. هن جي ڪافي شاعري تيل آهي جيڪا ڇپائي لاءِ معاشي وسيلن لاءِ واجهائي رهي آهي.

# سگهڙ

1.گل حسن ولد غلام مصطفيٰ چنه کشمور
2.غلام مصطفيٰ ولد محمد حسن چاچڙ کشمور
3.بابن چاچڙ لگ بداڻي
4.صاحبڏنو چاچڙ کشمور
5.رانجهن فقير غوثپور
6.عبدالغني تيغاڻي
7.عالم خان سبزوئي
8.محمد چنل ملڪ ڪرمپور
9.محمد عيسيٰ نصيراڻي ڪرمپور
10.گلزار احمد ڏاهاڻي نزد ڪنڌڪوٽ
11.مرحوم بنگل پيو ٽوڙي بنگلو
12.مرحوم نياز اوڳاهي مڇي پندو ڪنڌڪوٽ
13.امداد فقير گولاٽو نزد ڍڪڻ بنگلو
14.صادق ملڪ ڪرمپور
15.ڪريم بخش ملڪ ڪرمپور
16.پنهل پرڙو بخشاپور
17.خادم شاهه غوثپور
18.صاحبڏنو اوڳاهي سگهڙ ۽ بهترين نعتيه شاعر غوثپور
19.جاڙو جاگيراڻي(ٽوڙي بنگله)
20.رحيم بخش "گوڙو"ڀهلڪاڻي(نوساني)تعلقه تنگواڻي
21.نصرالله ولد منشي جان محمد ڪوسه نزد ڪشمور
22.الله وڏايو چاچڙ
23.رحمدل مزاري
24.گلزار شيخ

# صوفي سلامت بجاراڻي

غلام محي الدين ولد مظهر الدين بجاراڻي جيڪو داتا حضرت فيض درگاهه انباهه شريف ۽ صوفي شاهه ڏنہ سائين(نزد ڪنڌڪوٽ)جي درگاهه جي خاص ويراڳين ۾ صوفي سلامت بجاراڻي جي نالي سان ڄاتو سڃاتو وڃي ٿو.

صوفي سلامت بجاراڻي زرعي يونيورسٽي ٽنڊوڄام سنڌ مان سال 2000ع ۾ گريجوئيٽ جي ڊگري ورتي، هن وقت 2009ع کان نيشنل ايجوڪيشن فائونڊيشن ضلع ڪشمور جا اسٽنٽ ڊائريڪٽر آهن.

صوفي سلامت بجاراڻي، درگاهه صوفي فقير شاهه ڏنا سائين جن جي سجاده نشين صوفي بابا عبدالمالڪ بجاراڻي جن جي رشتي ناتي ۾ ڀائيٽا آهن، ان حوالي سان گهڻي تربيعت سائين جن ڪئي چاڪاڻ تہ پاڻ ويراڳ جا ڄاڻو عارفاڻي ڪلامن جا پارکو آهن.ان کان علاوهہ درگاهه انباهه شريف جا وسطيدار طالب فقير آهن.

# فقير احمد علي ڀهلڪاڻي

فقير احمد علي ولد فقير محمد لقمان ڀهلڪاڻي ڀهرين جنوري 1991ع ۾ غوثپور شهر ۾ فقير احمد علي ان فقير گهراڻي ۾ جنم ورتو، جنهن جو والد صاحب قرآن پاڪ جي درس سان

گڏ دعا، ڏاڍي ڪري فقير جي نالي سان مشهور آهي.فقير احمد علي بہ قرآن پاڪ جو درس ڏيئي رهيو آهي ۽ 2000ع کان ادبي ميدان ۾ پير پائي شاعري شروع ڪيائين گهڻي ڀاڱي پري پري تائين مذهبي جلسن ۾ نعت پڙهڻ ڪري مشهور آهي. هن جي شاعري غوثپور نيوز، هزار داستان، سنڌو ڊائجسٽ ۽ شريعت رسالي ۾ پڻ نعتون ڇپيون آهن.

# تاج محمد

تاج محمد ولد الله بخش ذات نصيراڻي ديهہ مسرواله ڳوٺ فقير بخش نزد آر ڊي 45 بيگاري سنڌ فيڊر ڪشمور هي سنڌي، اردو ۽ بلوچي راڳيندڙ تاج بليدي(هي علائقو بڙديڪا سڏبو هو. مصنف پروفيسر محمد اسماعيل پناڻ)نالي سان ريڊيو ٽي وي ۾ مشهور آهي.

تاج بليدي، صوفي فيسٽول لاهور ۾ پيرا ايوارڊ 2011ع،2010ع ۾ حاصل ڪري چڪو آهي. نامينيشن پي ٽي وي پندرهين نيشنل ايوارڊ اسلام آباد 26 جون 2010ع(پنج فنڪار موجود ٿيا جنهن ۾ ايوارڊ راحت فتح علي خان صاحب کي مليو)

15 آڪٽوبر 2011ع نامينشن پي ٽي وي ڪوئيٽہ ۾ ايوارڊ دلمراد بروهي کي مليو. گهڻي ڀاڱي رڪارڊنگ بلوچي شاعري ٿي آهي.

# لونگ فقير غوثپوري

لونگ فقير جو اصل نالو عبدالله هو. هن غوثپور شهر ۾ صاحب علي عرف صابل فقير ذات قاضي(پيراهين)جي گهر ۾ جنم ورتو. لونگ فقير قرآن پاڪ جو حافظ فقير طبعيت جو

انسان هو، جنهن جي زندگي غوثپور جي شهيد عبدالرحيم شاهه جيلاني سان گذري ۽ ان جي شهادت ڪانپوءِ فقير ان جي درگاهه جا هميشہ خدمتگار رهيا.چاڪاڻ تہ شهيد عبدالرحيم ڇمندي ٿي مست خيال جا هئا ۽ سندس والد محترم جڏهن ڳوليندا هئا تہ سڀ ماڻهو چوندا هئا تہ هو لونگ فقير سان گڏ هوندو يا ان جي پيءُ صابل فقير جي گهر آرامي هوندا.لونگ فقير خانصاحب استاد وڏي منظور علي خان سان گڏ راڳ جي سازيندن ۾ طلبي ۽ ڍولڪ نواز هئا.ايتري قدر جو ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي فقير کي پاس مليل هئي.

# مريد بليدي

مريد ولد ڦلو جعفري ڳوٺ ڦلو جعفري يوسي لاشاري تعلقہ تنگواڻي ضلع ڪشمور ائٽ ڪنڊڪوٽ بلوچي شاعري جو مشهور راڳي ٿي گذريو آهي، ڪوئيٽہ ريڊيو ٽي وي تي استاد راڳي ليکيو ويندو هو.هن گهڻا شعر ۽ نعتون جونسال فقير جا ڳايا جيڪو بزرگ شاعر هو هن تعلقي جو ٿي گذريو آهي، هينئر مريد بليدي جو فرزند منظور بليدي بہ راڳ ڳائي ٿو.

اڄڪلهہ هن تعلقي مان بشام باجڪاڻي ۽ صابر علي گاجاڻي بہ مشهور راڳي ليکيا وڃن ٿا.

# گلڻ مهر

مرحوم گلڻ مهر فنڪار سان گڏ شاعر بہ هو، ان جي ڪلام سهيڙڻ جو ڪم جاري آهي، گلڻ مهر جا هي شعر هتان جي ڪافي ماڻهن کي ياد آهن.

لڳو آ تير، پانيان جهير
ڪندس مون ياد عمر ساري
ڏسي ڪنڌڪوٽ جون ماڙيون
لاتيون هن عشق اماڙيون
سهڻن جا سور وجن ساڙيون
ملي محبوب هڪ واري
لڳو آ تير پانيان جهير، ڪندس مون ياد عمر ساري
مهر کي ميلندو ساڳي
وطن تي يار ويراڳي
ملي سانوڻ ٿئي سواڳي
گلڻ ٿيندي پوءِ گلزاري
لڳو آ تير پانيان جهير، ڪندس مون ياد عمر ساري

نوٽ:مٿين فنڪارن ويراڳين مان ڪن ڪجهہ ڪجهہ شاعري بہ ڪئي آهي.مگر ڇپيا نہ آهن.

# اداڪار

1.سڪندر علي پيو نزد ٺوڙي بنگلو.ڊائريڪٽر ڪي ٽي اين، سنڌ ٽي وي، مهراڻ ۽ آواز ٽي وي

2.پنهل منگي ڪنڌڪوٽ

3.پرويز پروانو غوثپور

4.ذوالفقار علي پٽو ڪنڌڪوٽ

5.لياقت علي باجڪاڻي ڪنڌڪوٽ

6.افق بشير ولد عبدالڪريم چنه ڪشمور

7.زاهد شاهه وڪيل اداڪار، هدايتڪار، شاعر ۽ سماج سڌارڪ پڻ آهي (غوثپور)

8.علي گل ملاح آواز ٽي وي

9.غلام نبي(جي اين)ميراڻي ڪنڌڪوٽ

# ويراڳي، فنڪار

1.صوفي سلامت درگاھ صوفي شاھ ڏنا سائين
2.مراد فقير بنگوار(حضرت انور علي شاھ جھانپور جي درگاھ جا طالب ويراڳي آھن.
3.سانول فقير ولد عيسان ڏاھاڻي
4.دلي جان فقير ولد مير عالم قمبراڻي
5.فقير شفيع محمد قمبراڻي
6.ڪامريڊ امداد علي بجاراڻي
7.اياز ولد حافظ عطاءِ حسين بجاراڻي
8.راشد شاھ سرڪار طرفان ھڪ ھفتي لاءِ چائنہ بہ ويو
9.عباس علي شاھ
10.واجد علي لاشاري
11.عرفان علي اعواڻ
12.واحد بخش واحد گاجاڻي تنگواڻي
13.مرحوم مريد بليدي
14.مرحوم گلڻ مھر
15.منظور بليدي
16.تاج بليدي ولد الله بخش ڪشمور(ايوارڊ يافتہ)
17.بشام باجڪاڻي
18.مرحوم الله رکيو ماڇي
19.غلام عباس ولد الله رکيو ماڇي

20.امام بخش مسرور شيخ فنڪارگدو ٿرمل ڪالوني
21عبدالغفار شاهه غوثپور ايس ڊي او ايجوڪيشن تعلقہ ڪنڌڪوٽ
22.مرحوم زين العابدين شاهه غوثپور
23.ڪرم الله جعفري شيرڳڙهه
24.دريا خان شيخ غوثپور
25.تڳيل شيخ غوثپور
26.بهرام شيخ غوثپور
27.واحد چولياڻي ڪرمپور جيڪو پوليس ٿاڻن تي وڏو منشي بہ رهيو.
28.اظهر علي ولد ٻُتو ٻهلڪاڻي(نوساني)
29.انور نصيراڻي ڪنڌڪوٽ خانصاحب بشير خان جو شاگرد آهي(
بشير خان مهدي حسن جو وڃتو رهيو آهي)
30.سنتوش ڪمار پٽ نارائڻ داس ماڙوائي
31.سڌامچند پٽ نارائڻ داس ماڙوائي
32.اڪبر علي ولد اريلو ميرالي، زور ڳڙهہ ويراڳي، اداڪاري
33.محمد ملوڪ باجڪاڻي
34.حضور بخش عاشق عارباڻي ڪنڌڪوٽ

# ضلع ڪشمور مان نڪرندڙ اخبارون

1. روزانہ فرياد سنڌ عبدالهادي ٻهلڪاڻي، محمد عثمان ٽانوري
2. هفتيوار شهمير غالب بلوچ، دليپ ٺاڪر
3. هفتيوار پاڪ نيوز نظير ميراڻي، غلام سرور شيخ
4. هفتيوار الڪ قطب ڏاهاڻي
5. هفتيوار ڪنڌڪوٽ نيوز علي حسن ملڪ، جاويد ملڪ
6. هفتيوار شهباز ممتاز سنڌي، علي حسن ملڪ
7. هفتيوار مهاڏو علي حسن ملڪ، شهباز ملڪ
8. هفتيوار ڪنڌڪوٽ ٽائيمز حفيظ ملڪ، دلبر ٻنگوار
9. هفتيوار لوچ اسد نظير نوناري، نمائنده خبرين دنيا ٽي وي
10. هفتيوار غوثپور ٽائيمز اياز پنهوار
11. هفتيوار ڪرمپور ٽائيمز، سميع چولياڻي
12. هفتيوار نروار دليپ ڪيسواڻي
13. هفتيوار ڪشمور ٽائيمز غلام حيدر پيرزادو
14. روزانہ قيادت، غالب بلوچ

# غوثپور شريف جا صحافي

1.نارائڻ ناز منداڻ سنڌي ٽي وي

2.ڪالو خان اوڳاهي ڪاوش، ڪي ٽي اين

3.عبدالرزاق آزاد اوڳاهي رسالو رڪوال عوام ڪي رحيم يار خان

4.فرمان علي ملڪ الجمحيت اسلام آباد(اردو)توحيد ڪراچي(سنڌي)

5.نثار احمد نصيراڻي عبرت، آواز ٽي وي

6.عبدالحميد مهر خبرون

7.عابد مهر ڪوشش

8.رفيق احمد نصيراڻي پاڪ سنڌ

9.عبدالرحمن مهر روزاني سنڌ

10.عبدالسميع چولياڻي مهراڻ ٽي وي

# تعليم

| | |
|---|---|
| 1.هائير سيڪنڊري اسڪول | |
| ڇوڪرن لاءِ | 2 |
| ڇوڪرين لاءِ | 1 |
| 2.هاءِ اسڪول | |
| ڇوڪرن لاءِ | 26 |
| ڇوڪرين لاءِ | 3 |
| 3.مڊل اسڪول | |
| ڇوڪرن لاءِ | 36 |
| ڇوڪرين لاءِ | 12 |
| 4.پرائمري اسڪول | 1397 |
| 5.ڊگري ڪاليج | 01 |
| ڪاليج | 02 |
| ايلڊمنسٽري ڪاليج | 01 |
| گونگن ٻوڙن لاءِ | 01 |
| لاڪاليج | 01 |

# لائبريرون

1.اقبال ميموريل لائبريري ڪنڌڪوٽ
2.رام ڪرشن لائبريري ڪنڌڪوٽ
3.احياءِ العلوم لائبريري ڪنڌڪوٽ
4.ڏٽي ڏنہ شاھ لائبريري غوثپور
5.عبدالخالق سهرياٽي لائبريري ڪنڌڪوٽ
6.رام چندر پٽ باغن مل لائبريري ڪنڌڪوٽ
7.مدرسہ دارالفيوض لائبريري ڪنڌڪوٽ
8.حرا پبلڪ اسڪول لائبريري ڪشمور
9.بابا غريب داس لائبريري غوثپور
10.مارئي لائبريري تنگواڻي لاڙو سرپرست منظور احمد چاچڙ هي لائبريري ڳوٺاڻن ۽ اين جي اوز جي سهڪار سان بهترين لائبريري جوڙيل آهي جنهن ۾ ٻہ وڏا ڪمرا ڪتابن سان سينگاريل آهن.
11.شاھ لطيف ڊولپمينٽ آرگنائيزيشن تنگواڻي جنهن جو سرپرست عبدالغفور نوناري آهي، هي سماجي ڀلائي جو ادارو قائم ڪيل آهي، جنهن ۾ روزانہ اخبارون رسالا ۽ شاگردن لاءِ ڪتاب( لائبريري)علم دوستي جو ثبوت آهي.

# ڪنڌڪوٽ شهر جا پبلڪ اسڪول

(1)سند ماڊل هاءِ اسڪول نزد مين پرائمري اسڪول ڪنڌڪوٽ جنهن جو اڳ ۾ نالو شاهه لطيف ماڊل اسڪول رکيو ويو هو.هن اسڪول ۾ 700 شاگرد ۽ 30 استاد آهن.هن اسڪول جي پراپرٽي پنهنجي آهي.

(2)شاهه لطيف ماڊرن هاءِ اسڪول جمن شاهه محلہ ڪنڌڪوٽ.1997کان روح روان آهي شاهه لطيف سوسائٽي پاران ٺيو.هن وقت محترم مولانا عبدالخالق سهرياڻي صاحب جن سنڀالي رهيا آهن.هن اسڪول ۾ 25 استاد ۽ 500 شاگرد آهن اسڪول جي جاءِ مسواڙ تي آهي.

(3)يونيورسل پبلڪ اسڪول اينڊ ڪاليج گلشير محلہ ۾ سندس پراپرٽي آهي . هن ۾ 700 شاگرد ۽ 40استاد درس ڏيئي رهيا آهن.

(4)فيلڪن پبلڪ اسڪول گلشير محلہ ڪنڌڪوٽ جنهن جو سرپرست ابڙو صاحب جن هئا 300شاگرد ۽ 10 استاد آهن جاءِ مسواڙ تي آهي.

(5)سينيٽ جانز گرامر پبلڪ اسڪول دايہ محلہ ڪنڌڪوٽ هن اسڪول جو سرپرست محترم اسلم ابڙو جيڪبآباد جن آهن 700 شاگرد ۽ 25 استاد آهن.

(6)بي ڪن لائيٽ پبلڪ اسڪول نزد علي ميڊيڪل ڪمپليڪس ڪنڌڪوٽ هن اسڪول جو سرپرست اسدالله ولد ڪرم الله پٽو آهي.نرسري کان مئٽرڪ تائين ڪلاس هلندڙ آهن 700شاگرد ۽ 25 استاد آهن .

(7)الهدا پبلڪ اسڪول نزد ناظم آفيس سرپرست محترم حبيب الله پناڻ شاگرد 500 ۽ استاد 15آهن .هي اسڪول نرسري کان هاءِ اسڪول تائين هلندڙ آهي.مسواڙ واري جاءِ ۾ ڪم ڪري

پيو.جاءِ جو مالڪ لالا عبدالفهيم پناڻ آهي.
(8)حرا پبلڪ اسڪول نمبر 1 نزد باءِ پاس محترم بشير احمد ميراڻي جي سرپرست ۾ هلي رهيو آهي جاءِ پنهنجي اٿس .شاگرد 800 استاد 30آهن.نرسري کان هاءِ اسڪول تائين درس ملي ٿو.
(9)حرا پبلڪ اسڪول نمبر 2 جمن شاهه محلہ ڪنڌڪوٽ نرسري کان هاءِ اسڪول تائين 250شاگرد ۽ 11استاد آهن جاءِ مسواڙ تي آهي .
(10)بينظير پبلڪ اسڪول ڪشمور روڊ ڪنڌڪوٽ 300 شاگرد ۽ 7 استاد آهن اسڪول جي پراپرٽي پنهنجي آهي سرپرست محترم امداد علي گولو آهي
(11) روشن تار پبلڪ اسڪول مرزانپور محلہ ڪنڌڪوٽ سرپرست محترم نصير خان باجڪاڻي آهي 300 شاگرد ۽ 18 استاد آهن.
(12) حق باهو پبلڪ هاءِ اسڪول ڪشمور روڊ ڪنڌڪوٽ روح روان مرحوم محمد بخش پٽي جن هئا. 400 شاگرد 13 استاد آهن جاءِ مسوڙ آهي.
(13) برائيٽ فيوچر مرزانپور محلہ ڪنڌڪوٽ سرپرست محترم نوراحمد چنہ آهي نرسري کان اسڪول ڪاليج تائين 300 شاگرد 20 استاد آهن جاءِ مسواڙ تي آهي.
(14) بختاور گرلس هائي اسڪول نزد لالاشمس الدين پناڻ نرسري کان اسڪول ڪاليج تائين 500 شاگرد 13 استاد سرپرست محمد بچل بڪراڻي صاحب جاءِ مسواڙ تي آهي.
(15) شاهين پبلڪ اسڪول نزد بينظير ڪالوني غريب آباد ڪشمور روڊ ڪنڌڪوٽ 130 شاگرد 8 استاد آهن جاءِ مسواڙ تي (فريد احمد گولہ جي جاءِ)
(16) ميرٽيوريس پبلڪ هاءِ اسڪول گلشير محلہ ڪنڌڪوٽ شاگرد 300 ۽ استاد 15 آهن جاءِ مسواڙ تي آهي.

# ڪشمور شهر جا پبلڪ اسڪول

1.حرا پبلڪ هائير سيڪنڊري اسڪول ڪشمور جنهن جو مالڪ محترم استاد احمد بخش سولنگي آهي. هن اداري جو بنياد 2001ع ۾ پيو.هن وقت 39 ڪلاس ۽ 54 تدريسي عملو آهي.هن کي بهترين هاسٽل آهي، جنهن ۾ 560 شاگرد رهن ٿا.

2.حق باهو هائير سيڪنڊري اسڪول ڪشمور، سال 1993ع ۾ مرحوم استاد محمد بخش پٽي جن قائم ڪيو. هن وقت 30 ڪلاس 24 تدريسي عملو آهي، جنهن ۾ 650 شاگرد ۽ شاگردياڻيون زير تعليم آهن. هن اداري کي پنهنجي هاسٽل آهي، جنهن ۾ 50 شاگرد رهن ٿا.

3.غزالي ماڊل هاء اسڪول ڪشمور استاد محمد علي سولنگي جن سال 2004ع ۾ قائم ڪيو. جنهن ۾ 1100 شاگرد ۽ 43 استاد آهن. هن اداري کي ٻه هڪ هاسٽل آهي، جنهن ۾ 350 شاگرد رهن ٿا.

4.سچل پبلڪ هاءِ اسڪول جنهن جو روح روان مجاهد علي لانگاهه صاحب آهي.

5.شهباز پبلڪ اسڪول جنهن جو مالڪ الاهي بخش چاچڙ آهي.

6.برائيٽ فيوچر پبلڪ اسڪول جنهن جو مالڪ عطا محمد ملڪ آهي.

7.اقراءِ پبلڪ اسڪول جنهن جو سرپرست غلام رسول گولو آهي.

8.دي اسڪالر پبلڪ اسڪول جنهن جو مالڪ رحيم بخش سولنگي آهي.

9.روشن تارا هاءِ اسڪول هي اسڪول سگا جي طرفان قائم ٿيل آهي جنهن جو سرپرست غوث بخش ڪلوڙ آهي.

# پبلڪ اسڪول گڊو

1.واپڊا پبلڪ اسڪول پرائمري کان ٻارهين تعليم تائين واپڊا گڊو اٿارٽي جي نگراني ۾ هلي رهيو آهي.

2.گرلس [illegible] هاءِ اسڪول واپڊا [illegible] سال آهي [illegible] شاگردياڻيون آهن.

3.گڊو پرائيمري هاءِ اسڪول واپڊا

4.مين پرائمري اسڪول واپڊا

5.اقرا پبلڪ ڪيڊٽ اسڪول سرپرست اڪبر مزاري(شڪست مزاري)2003ع ۾ شروع ٿيو. ڪو ايجوڪيشن مئٽرڪ تائين ڪلاس آهن جڳهه مسواڙ تي (غلام رسول پٺاڻ جي آهي)

6.هماد پبلڪ اسڪول سرپرست حاجي محمد رفيق نوناري صاحب جن آهن، هي اسڪول 1997،98ع ۾ سنهنجي جاءِ خريد ڪري ٺهرائي اٿس. هن ۾ سراسري 600 شاگرد ڪو ايجوڪيشن آهي جنهن ۾ ميل ۽ فيميل اسٽاف آهي.

7.سٽي پبلڪ اسڪول هن جو سرپرست محترم اشفاق صاحب آهي سال 2009 ۾ وجود ۾ آيو.هن ۾ به ميل ۽ فيميل اسٽاف آهي، ڪو ايجوڪيشن آهي.هن اسڪول جي جاءِ مسواڙ تي غلام رسول پٺاڻ جي آهي.

8.شاهد پبلڪ اسڪول جنهن جي سرپرستي شاهد خان پٺاڻ ڪري رهيو آهي، ميل فيميل اسٽاف ۽ ڪو ايجوڪيشن آهي، هن اسڪول جي جاء مسواڙ تي غلام رسول پٺاڻ جي آهي، مئٽرڪ تائين تعليم ڏياري وڃي ٿي.جنهن ۾ 400 شاگرد آهن.

9.مهراڻ پبلڪ اسڪول هن اسڪول جي سرپرستي واپڊا گڊو پاران آهي چاڪاڻ ته جيڪي پبلڪ اسڪول گڊو ٿرمل ڪالوني اندر آهن انهن جي سرپرستي واپڊا جي آهي.هن ۾ ميل ۽ فيميل اسٽاف آهي، شاگرد 300 کن آهن.

# تنگوائي جا پبلڪ اسڪول

1. حرا پبلڪ اسڪول تنگوائي 250 ڇوڪرا 50 ڇوڪريون استاد 15 سرپرست عبدالغفور نوناري جاءِ مسواڙ تي آهي.
2. اسد پبلڪ اسڪول تنگوائي 250 شاگرد 11 استاد سرپرست سيف الله نوناري جاءِ مسواڙ تي آهي .
3. ڪنگ گرامر پبلڪ اسڪول تنگوائي 200 شاگرد 13 استاد سرپرست محمد رفيق نوناري جاءِ مسواڙ تي آهي.

# غوثپور شريف جا پبلڪ اسڪول

1. حرا پبلڪ پرائمري مڊل اسڪول غوثپور(مولوي رحمت الله اوڳاهي)
2. سينٽ جانز گرامر پبلڪ اسڪول غوثپور(اسلم ابڙو جيڪب آباد)
3. شاهين ڪيڊٽ پبلڪ اسڪول غوثپور(حسام الدين پناڻ جيڪب آباد)
4. بيڪن لائيٽ پبلڪ اسڪول غوثپور(سرگواسي ڊاڪٽر پورڻ ڪمار غوثپور)هن وقت عاشق علي قاضي سنڀالي رهيو آهي، جڳهه پنهنجي اٿس. 200 شاگرد ۽ شاگرديائيون 13 استاد آهن.

# تاريخي آثار کنڌڪوٽ

هن شهر جا پڪاپار ڏٺم
کي تاريخي آثار ڏٺم

هت سنڌوءَ ڪپ تي ڪوٽ هيو
کنڌڪوٽ سين ڪان چوٽ هيو
هت پيار امن اڻ موٽ هيو
هت هر هڪ هٽ ۾ روٽ هيو
هت هندو مسلم يار ڏٺم
هن شهر جا پڪا پار ڏٺم

هت عيد ڏياري گڏ هئا
هر پاڙي ۾ سک سڏ هئا
جڙ پاڙ ۾ هڪڙو هڏ هئا
نہ کي سينا روزي تڏ هئا
هت لوئي لڄ پرچار ڏٺم
هن شهر جا پڪا پار ڏٺم

اڪثر هنڙي بيلا هئا
هت شوق شڪارءِ ميلا هئا
هت هرڻ هزار نويلا هئا
هت ماڪي مکڻ چيلا هئا
سڀ سوکڙيون سوبار ڏٺم
هن شهر جا پڪار پار ڏٺم

هت هيبت بندرگاھ هيو
هت واپارين ۾ چاھ هيو
کو ڪابل دهلي شاھ هيو
هن سنڌ سان سڀ جو ناھ هيو
هت هٽ هٽ ۾ گل هار ڏٺم
هن شهر جا پڪا پار ڏٺم

هت پرچيل سارا شادهئا
نڪي اغوا، ڌاڙا، يادهئا
هت ماروئڙا آزاد هئا
هت ويهڙا سڀ آباد هئا
نہ ڪي ههڙا ڪي آزار ڏٺم
هن شهر جا پڪا پار ڏٺم

هي شهر صفا ۽ سنو هو
هن شهر جو پاڻي مٺو هو
کو ايڏو مرض نہ ڏٺو هو
نڪي ٽيسٽ مليريا چٺو هو
هاڻي تہ لک هزار ڏٺم
هن شهر جا پڪاپار ڏٺم

هي ڊنڊ اڳي درياءَ هيو
۽ بعد ۾ وهنڌڙ واھ هيو
هت پاڪ مڇي ۽ ماھ هيو
نڪي گند هيو نہ گاھ هيو
اڄ بدبوءِ ۾ بيمار ڏٺم
هن شهر جا پڪا پار ڏٺم

هي ناليون كيئن نيكال ٿين
مٿي روڊن كان هر حال ٿين
هي نيكا بس هر سال ٿين
هي جايون ٿيون پائمال ٿين
اڄ روڊ گندا بيكار ڏٺم
هن شهر جا پكا پار ڏٺم

لک بار صحافين لكيو آ
هت روز لكڻ به ڏكيو آ
هت كيترهئي لاءِ ٻكيو آ
كجھ كنهن كاڏو يا چكيو آ
چُپ چاپ مُكي مختيار ڏٺم
هن شهر جا پكار پار ڏٺم
سڀ سڏ هتي سركار پلا
سڀ ڏيهه سندا ڏاتار پلا
سڀ خلق جا خدمتگار پلا
آ داد هت دركار پلا
هي خواب هتي هربار ڏٺم
هن شهر جا پكا پار ڏٺم
هت خوب خوشي كيكار ڏسان
هت اوڙي پاڙي پيار ڏسان
ءِ برسيل هي بازار ڏسان
نكي اغوا نندڙو بار ڏسان
جيئن "ارڏا"گل گلزار ڏٺم
هن شهر جا پكا پار ڏٺم
كي تاريخي آثار ڏٺم

# ضلعي ڪشمور وٺان مھا ٻوڏ جو اچڻ

واھ وا سنڌو درياءَ شاھ
سنڌ سموري آھ گواھ

7آگسٽ ۾ ٻه هزار ڏهه
رات ٽڳو بند اتر اولهه
ٽوڙي ڪان ويو منڇر ڪاهي،
دانهون ڪوڪون سڏڪا ساهه
واھ وا سنڌو درياءَ شاھ

ٻوڪون پياريون ساريون لوڙهي
ڪي گهر ڇڏي ڪي گهر ٻوڙي
سڄڻ ڪي ڏي سڏ ۾ سڏ
قاتل ڪوڙن تي ٺي ڪاھ
واھ وا سنڌو درياءَ شاھ

اڏغوٺپور ڏي آئي نہ چولي
مسجد، مندر، شاھ حويلي
پاڻي پاڻ ڦري ويو پاسي
قادر قدرت جي ساراھ
واھ وا سنڌو درياءَ شاھ

صوفي شاهہ ڏني سان ناهہ
سڏ ۾ ساٿي پاڻ الله
هيڙيءَ وانگر تار ۾ تريل
ثابت سالم آ درگاهہ
واهہ وا سنڌو درياءَ شاهہ

اوڳاهن کان پيا، تيغاٽي
سبزوئين ڏي ابتڙ پاٽي
جمال ڊوري ڏانهن وراٽي
آهہ تہ مظلومن جي آهہ
واهہُ وا سنڌو درياءَ شاهہ

قاتل ذاتيون ڪيئي قبيلا
بچيا ڪونہ هلائيائون هيلا
گولو دڙو اڪين آڏو
ڏسي پسي ڪريو ناهہ
واهہ وا سنڌو درياءَ شاهہ

ٻوڏ ۾ چور اچان بہ زور
ڪوٽ پڳا ۽ ڪاهيائون ڊور
قوم لڄائن لڄ لغور
نڪا غيرت ديد نگاهہ
واهہ وا سنڌو درياءَ شاهہ

بندن جا ويا پٽر ڪائي
ڪانهي پڇا ڳاڇا ڪائي
هر شيءِ تي ويا پاڻي ڦيري
هاڻي آجا سڀ همراهه
واهه وا سنڌو درياءِ شاهه

ٻوڏيون آيون ڏس اڄ تائين
هيئن نہ ٻوڙي سنڌوءَ سائين
پنهنجا چو اعمال لڪائين
ٻاري اڳيان ٻي پرواهه
واهه وا سنڌو درياءِ شاهه

سنڌ ۾ وڏا سڀ هٿيار
ڪنهن ٿي ڏنا اي سرڪار
خلق سڄي جو خون وهي پيو
موج ۾ آيو آ درياءِ
واهه وا سنڌو درياءِ شاهه

هاڻ بہ" ارڙا"سنڌي سوچيو
غور ڪيو ڪجهہ لازم لوچيو
همدردي سان هٿ وڌائيو
خاص خلق جا خيرخواهه
واهه وا سنڌو درياءِ شاهه
سنڌ سڃوري آهه گواهه

# سنڌوءَ نہ سنڌي ہوڙيا

سنڌوندي چوليون لکان
سڪار جون لوليون لکان
پاٽي کپي ريليون لکان
پيٺا ڏيندڙ ٽوليون لکان
درياءِ در جھوليون لکان
وايون لکان وسڪارتي
ھر پوک جي ھبڪارتي

جوڙ هارين جوڙيا
ڪشمور کيٽي ووڙيا
مسڪين ماڻهو لوڙهيا
مرضي سان رخ پئي موڙيا
سنڌوءَ نہ سنڌي ہوڙيا
چا پاپ تي پرڪار تي
سڀ ڪجھ لکان سرڪار تي

ہوڏ ہہ تي ماھ اڳ
مٿين ڪيا گمراھ اڳ
ڍيم پريا واھ اڳ
ماپ ڪوڙ دانھن اڳ
سوچيو نہ سيف الله اڳ
پٽر پچنگ ۽ ناھ اڳ
ڪلي لکان خرڪارتي
پڪار ٿئي ابدارتي

مال ميڙيندا رهيا
ڪيئي سال گيڙيندا رهيا
بيلدار جهيڙيندا رهيا
ايمان ٿيڙيندا رهيا
بند ٽوڙيندا رهيا
قوم ٻوڙيندا رهيا
امداد جي آڌار تي
لوپي لڪان لاچار تي

غوثپور دڙي منجر ٻڏو
هر شهر ۽ جهنگ جهر ٻڏو
پڪو ڪچو گهر گهر ٻڏو
مسجد ٻڏي مندر ٻڏو
گهٽي گهٽي در در ٻڏو
هاري ڪنير لوهر ٻڏو
ماتم مچيل گهر ٻار تي
لڪان اکين جي ٺار تي

مال ويا ۽ حال ويا
هاري جا ٻه ٽي سال ويا
پاڙيسري جا خيال ويا
واهر ڪندڙ رکوال ويا
لک پال ويا لڄپال ويا
چوريون ٿيون اعمال ويا
اوڙي پاڙي ڦرمار تي
لک لعنتون بدڪار تي

كير خالي گهر پري
كو بڏل بيٺا كري
هر شيءِ كٽل چا چا گهري
امداد ٿئي ڏيئو ٻري
اهل نظر وريو وري
دانهون ٻڌي دلڙي ڏري
بيوس بكي بيمارتي
شل كهل پئي حقدارتي

تعليم كي تالا لڳا
گهر گهاٽ جا تالا پڳا
چورن نيا چار وڳا
كاهي ويا ڊور ۽ ڊڳا
ڊهي پيا جهوپا جهڳا
بس آسرا "ارڏا" رڳا
ڏيهه جي ڏكارتي
رک پنهنجي پالڻهارتي

(ماهوار فريدم سكر. آكٽوبر نومبر 2010ع ص 24 جي مهرباني
سان)

# مها ٻوڏ بعد طوفاني برساتي ٻوڏ

سال 2010ع واري مها ٻوڏ تي منهنجا ٻه ڍگها نظم هن ڪتاب ۾ شامل آهن جن مان هڪڙو نظم ان وقت رسالن ۾ به ڇپيو هو. ان کانسواءِ سينني اخبارن ۽ رسالن ۾ مها ٻوڏ تي خوب لکيو ويو آهي ۽ سنڌي ميڊيا به پنهنجو سٺو ڪردار نڀايو آهي.

مگر مها ٻوڏ 2010ع کانپوءِ جيڪا هن ڪشمور ضلعي ۾ رڪارڊ ٽوڙ طوفاني برسات پئي ۽ برسات سان گڏ بلوچستان جي پهاڙن مان برساتي سيلاب اچي ڪڙڪيو تنهن تباهي مچائي ڇڏي. تنهن طوفاني برسات بابت ريڊيو بي بي سي لنڊن به تبصرو ڪندي چيو ته هن سيپٽمبر 2012ع واري برسات ڏيڍ سو سالن جو رڪارڊ ٽوڙي ڇڏيو آهي پر پوءِ به ملڪي مرڪز طرفان اهڙي مالڪي ڪانه ٿي. جيڪا مالڪي ڪين ڪرڻ کپندي هئي. تنهن هوندي به محدود وسيلن جي آڌار تي محدود بجيٽ کي نظر ۾ رکي. ڪشمور ضلعي انتظاميه ۽ مصيبتن ۾ ڦاٿل عوام پورا پنج مهينا منهن ڏنو. باقي مٿيان ڪامورا. وڏا سياسي وڏيرا. دور درشني تي ديدار ڪندا حڪم هلائيندا فونون ڪندا رهيا.

زميندارن ۾ ڇڪتاڻ شروع ٿي وئي ۽ هر هڪ پنهنجن فصلن ۽ ڳوٺن کي بچائڻ لاءِ هٿيار کڻي اٿي بيٺو جنهن جي ڪري امن امان جي مسئلي منهن ڪڍيو.

سن 2010ع واري مها ٻوڏ ۾ ڪشمور کان منڇر ڍنڍ تائين ماڻهن لڏپلاڻ ڪئي جنهن ۾ پرڏيهار معزز ماڻهو دربدر ٿي ڪراچي وڃي ڪئمپن ۾ پناهگير ٿيا. ان وقت جي سڄي صورتحال ٽي وي اخبارن، رسالن ۽ سنڌي ٽي وي چئنلن پاڻ ملهائيو ۽ سڄي دنيا روئداري ڇڏي. ان وقت جيڪي اديبن، شاعرن، دانشورن لکيو ۽ ڳالهائيو اهو رڪارڊ تي موجود آهي ۽ اهي ڏينهن جنگ جي ميدان جهڙا هئا اها ٻوڏ هلاڪو ۽ چنگيز تاتارين جي ڪاهن کان گهٽ نه هئي 2013ع واري برسات ۽ بلوچستان کان آيل ٻوڏ هن ضلعي ۾ وري اهائي صورتحال پيدا ڪري ڇڏي بلڪ ان کان وڌيڪ ڇاڪاڻ ته ان وقت سڄي دنيا کان واهر ٿي، هاڻي هي الميو آهي ته امداد فلاحي ادارن مخير حضرات ۽ هتان جي سرڪار وڏي ڪوشش ڪئي پاڻ ملهائيو. جنهن جا انگ اکر پيش ڪريان ٿو پر اڃا فصل، گهرن جي ساهنيءَ وڏو مسئلو بڻيل آهي.

ان اوچتي آيل آفت کي جناب منور علي مهياڻي صاحب ڊي سي ڪشمور، جناب جاويد صبغت الله مهر صاحب اي ڊي سي ڪشمور، جناب الهڏنو المعروف ڪاڪل چنه صاحب ايس ڊي ايم صاحب ۽ سيئي مختياڪار مطلب ته پورو روينيو جو عملو، جناب ايس پي صاحب پوري اٿاري ۽ رينجرس جي جوانن سميت باک ڦٽي هر روز جناب ڊي سي صاحب جي آفيس پهچندا هئا.

ڪاش اهڙي ڏکي وقت ۾ هرهڪ يوسي جي ميمبرن ناظمن تعلقہ جي ناظمن کي جاڳڻ ۽ جاڪوڙ ڪرڻ گهرجي ۽ هو گهر گهر جاڻ معلوم ڪري ايمانداريءَ سان خدمت ڪرڻ جي جذبي سان افيس اچن ها. اها انهن کي جاڻ آهي تہ ڪهڙي عورت بيواهہ آهي ڪهڙا ٻار يتيم آهن ڪهڙا معذور آهن ڪنهن جو گهر ڊهي پيو آهي ڪنهن ڪنهن جو فصل تباهہ ٿيو آهي هن برساتي ٻوڏ ۾ ڪيترو نقصان ٿيو آهي

اهي انهن جي مدد لاءِ اٿي پون ها، آفيسن کان ڦرندي ٻڌنڪن تائين وڃي چيڪ وٺي غريبن جا در ڪڙڪائي چيڪ ڏيئي دعائون ڪٽن ها. اهي ئي قوم جا هيرا ٿي وڃن ها، شال رب پاڪ هن قوم ۾ انهي لاءِ شعور علم ۽ روحاني روشني، محبت امن ڀائيچاري جو جذبو پيدا ڪري. انسانيت ۽ بقا باهمي بنا ذات پات رنگ نسل مذهب کان مٿانهون ٿي همدردي جو ڏيئو روشن ٿئي هرڪو پنهنجي پنهنجي نيڪ نيتي سان پنهنجو پنهنجو فرض سرانجام ڏئي آمين

تڏهن ڪو مسڪين آفيسن جا چڪر نہ ڪاٽي ها، نادرا ۽ بئنڪن ۾ وطن ڪارڊ لاءِ فردن فردن ڌڪا ٿاٻا نہ کائي ها ۽ نہ وري ڪا شڪايت ٿئي ها! اهو وقت ڪڏهن ايندو جنهن ۾ قومي خوشحالي لاءِ امن سڪون، بقا باهمي انسان دوستي وارو جذبو ابرندو

# سرڪاري امداد جو تفصيل

2012ع واري ٻوڏ ۽ برسات جي متاثرن جي سرڪاري امداد اڪرن موجب تفصيل ۽ ان ۾ سنڌ سرڪار ضلعي انتظاميہ اين جي اوز جي

طرفان جناب ڊي سي صاحب جي نگراني ۾ ورهايل امداد جو وچور هن ريت آهي

متاثر آدمشماري 544390، مري ويل ماڻهو 57 ڦٽجي پيل ماڻهو 1862، ڪچا پڪا گهر 116610، جانور 3132، جنهن ۾ 65000 هزار گهراڻا ۽ 1.04.333 انسان دربدر ٿيا. ان ڪانسواءِ متاثر فصل 131250 ايڪڙ ڪاٺو ڪيو ويو.

امداد ۾ ڪمبل، سوڙيون 84882، کاڌ خوراڪ جو سامان 95492 بوريون ۽ 29052 ٽينٽ هن ضلعي ۾ ورهايا ويا. ان ڪانسواءِ سنڌ سرڪار طرفان سڄي ضلعي ڪشمور کي پڻ آفت زده قرار ڏنو ويو. هن ۾ ڪافي حد تائين ربيع جو فصل به نه ٿي سگهيو ۽ حقدار جي حقن جي ساهتيه اجا گهربل آهي

# پسِ _ نوشت

سنڌ جي نامور شاعر ۽ قومي ڪارڪن ارڏي اترادي وڏي جانفشاني ۽ جاکوڙ کانپوءِ "ڪشمور ضلعي جي تاريخ" لکي محقق ۽ تاريخدان طور پنهنجي سڃاڻپ ڪرائي ورتي آهي. نوڪريءَ تان ريٽائرمينٽ وٺڻ کانپوءِ عام طور ماڻهو عمري، حج ۽ عبادتن جي بلي هوندا آهن پر هي سدا بهار شاعر، عمدن خيالن ۽ اُتساهه وارو انسان ضلعي ڪشمور جي بڻ بنياد، ماڻهن، عمارتن، تاريخي ماڳن، تهذيبي قدرن، قبيلن، سردارن ۽ قبائلي نظام جي جوڙجڪ ۽ روايتن جي ڳولها ۾ نڪري پيو آهي. اهو چئڻ ته بغير ڪنهن "لشڪر ۽ خزاني" جي "سلطان" ٽيٽو هو جيڪو هن تي ڏيکاريو. ڇاڪاڻ جو تحقيق ۽ تلاش ۾ وقت، وسيلا ۽ قلمي پورهيو گڏ گڏ هلن ٿا. انهن ٽنهي مان ڪنهن هڪ جي اڻهوند محقق جي شوق ۽ لگن جي باوجود نتيجا خيز نٿا ٿي سگهن. ڪشمور ضلعي جي تاريخ جهڙو ڪتاب سرڪاري ادارن ۽ ڪامورن جي ساٿ ۽ سهڪار کانسواءِ صرف دوستن جي مدد ۽ پنهنجي محدود وسيلن مان جوڙي راس ڪرڻ ڪنهن معجزي کان گهٽ نه آهي.

سڄي سنڌ توڙي ضلعن جي الڳ الڳ تاريخ جا گزيٽيئر لکڻ ۽ ناهڻ جو رواج برصغير ۾ انگريزن وڌو هو ۽ سنڌ بابت ايٽڪن ۽ ايچ ٽي سورلي جا گزيٽيئر ڪلاسڪ جي حيثيت رکن ٿا ۽ ورهاڱي کانپوءِ بلڪ ويجهڙائيءَ ۾ لاڙڪاڻي جو ضلعي گزيٽيئر انور

پيرزادي جي پورهئي ۽ نوابشاهہ ضلعي بابت ڊاڪٽر حامد علي خانائيءَ جو ڪتاب نوابشاهہ ضلعو: تاريخي شهر ۽ شخصيتون تحقيق جا شاهڪار آهن. ايئن اسان جي دوست، نامور شاعر ۽ محقق ارڏي اترادي‌ءَ جو هي ڪتاب بہ اهڙن تاريخي ۽ تحقيقي دستاويزن جو تسلسل آهي.

حقيقت ۾ اهو ڪم سنڌ سرڪار ڪلچر ڊپارٽمينٽ ۽ ضلعي حڪومتن جو آهي. جيڪي ضلعن جي تاريخ، آثار قديمہ، روايتن، سماجي، ثقافتي ۽ تهذيبي جوڙجڪ بابت مفصل انداز ۾ تحقيق ڪرائين ۽ انهن جا ڪتاب منظرعام تي آڻين پر لڳي ايئن ٿو تہ سنڌ اڃا تائين آزاديءَ کانپوءِ بہ انگريزن جهڙي ساڃاهہ وند ۽ ڏاهي انتظاميہ کان محروم آهي.

ملڪ جي ٻن صوبن جو پاڙيسري ڪشمور ضلعو بلوچستان ۽ سرائيڪي علائقن جي روايتن توڙي ٻوليءَ جي اثرن سميت سموري سنڌ کان نرالو آهي. سنڌو نديءَ جي مُهڙ ۾ آباد هي ضلعو پنهنجي سرسبزي، شادابي، سرداري ۽ جاگيرداري قدرن سبب نرالي حيثيت رکي ٿو. بلڪ چوڻ ايئن گهرجي تہ اهي ڳڻ جيڪي انگريزن غلاميءَ جي پنجوڙن کي سخت ڪرڻ لاءِ سڄي برصغير جي ڳچيءَ ۾ وڌا هئا. اُهي اڃا تائين نہ رڳو ڪشمور ضلعي ۾ موجود آهن، پر سگهاري حيثيت بہ رکن ٿا. قبيلائي تڪرارن، تعليم جي اڻاٺ، زراعت کانسواءِ ٻي ڪنهن انڊسٽريز جي اڻهوند . ضلعي ڪشمور کي بي رحميءَ سان پنهنجي وڪڙ ۾ ورائي ڇڏيو آهي. افغان وار ۾ آيل هٿيار معصوم ۽ بي قصور انسانن کي رت سان وهنجاري رهيا آهن. نسلي برتريءَ جي خوشفهمي، پئسي جي هوس ۽ اڻ تت قبيلائي سرشتو هن ضلعي جي چهري جا اهي بدنما داغ آهن جيڪي سيئي سمنڊ گڏجي بہ ڌوئي نٿا سگهجن.

"ڏاڍو سو گابو" ۽ "ڪري بہ جهان خان ۽ فيصلو بہ جهان خان وٽ" جو عملي نمونو ڪارو ڪاري جي ڪُڌي رسم ۾ سيني کان اڳيرو امن سڪون ۽ قانون جي مفهوم کان وانجهائپ هن ضلعي جا اهي ناڪاري ۽ ڀيانڪ پاسا آهن. جنهن ڪنهن بہ شريف، ٻي ٻهچ ۽ ڪمزور انسان کي عزتِ نفس ۽ وقار سان رهڻ، جيئڻ ۽ روزگار ڪرڻ جي پيدائشي انساني حق کان محروم ڪري ڇڏيو آهي. جتي ڏينهن ڏمر جهڙا ۽ راتيون خوف ۾ ورتل ۽ قبرستان جهڙيون ماٺيون آهن ۽ شام ٿيندي ئي شهر، رستا ۽ روڊ، ماڻهن ۽ گاڏين کان خالي ٿي ويندا آهن ۽ تاڻن بابت هتان جي عوام جي جذبن ۽ احسان جي ترجماني آفريڪي لوڪ گيت ئي ڪري سگهي ٿو تہ "ان جاءِ تي پوليس اسٽيشن قائم آهي، اهائي ان هنڌ جي وڏي خرابي آهي" انهن ماڻهن جي بيوسي ۽ مايوسيءَ کي ڪهڙو نالو ڏجي جن وٽ خدا کانسواءِ ڪوبہ دروازو دانهن ڏيڻ ۽ ورنائڻ لاءِ نہ بچيو هجي ۽ هو ڀڳل اُميدن ۽ ٽٽل دلين سان صرف موت جي انتظار ۾ زنده هجن. ارڏي اُترادي‌ءَ کي مزاحمتي شاعر هئڻ جي ناتي هن زوال پذير معاشري جو نوحو بہ لکڻ گهرجي.

هڪ صدي اڳ سنڌ جي نامور اديب، صحافي ۽ سياستدان پير علي محمد راشدي پنهنجي غير معمولي ڪتاب "اُهي ڏينهن اُهي شينهن" ۾ هن ضلعي جي قدرن، روايتن ۽ گڻن کي تحسين جي نگاه سان ڏسندي لکيو هو تہ "سردارن جي ليول کان هيٺ لهي عام ماڻهن تي نظر ڪبي هئي تہ معلوم ٿيندو هو تہ منجهن دوستي، وفاداري ۽ واعدي وفائي جي بوءِ اڃا تائين باقي آهي. احسان ڪبن تہ وسرندو ڪونہ. واعدو ڪيائون تہ وس پڄي ان کي نڀائيندا. سام جهليائون تہ سر تائين ڏيئي ڇڪندا. مهمان يا مسافر در تي پيهي آيو تہ پاڻ ٻُک تي ويهي رهندا. پر ان جي خاطر تواضح ۾ گهٽتائي نہ ڪندا. پير،

فقير جو لحاظ هون، سيد ميڙ تي آيو تہ خون بہ بخشي ڇڏيندا. الله تعاليٰ جي نانءُ تي سر بہ قربان ڪرڻ ۾ دريغ نہ ڪندا. چور هوندا تہ سيد، فقير، رن جوءِ، نياڻي ۽ پاڙي جي تڏي کان ضرور تري لڳندا. غيرت جي معاملن ۾ مارڻ ۽ مرڻ لاءِ هر وقت تيار." هاڻي انهن نقطن ۽ ويچارن جي روشنيءَ ۾ هڪ بي ريا ۽ حقيقت شناس نگاهہ سان ڏسجي تہ هن ضلعي جا اهي سون جي اکرن سان لکڻ جهڙا سيئي قدر ڪٿي وڃائجي ويا آهن!؟ ذات، پات، نسل ۽ قبيلي جي بنياد تي تقسيم در تقسيم ٿيل هن ضلعي جو انساني ماحول ۽ معاشرو ملڪ جي ترقياتي حصن توڙي بي باشعور ۽ مهذب دنيا کان ڪيتريون صديون پٺتي آهي!؟ اهو سمجهڻ لاءِ ڪنهن گهڻي سوچ ويچار جي ضرورت ناهي.

ارڏي اترادي ءَ ان ضلعي جي تاريخ، تهذيب ۽ سماجي سرشتي جا پيرا کڻي هڪ تحسين لائق ڪم ڪيو آهي. شاعراڻي رمز ۽ دلچسپ انداز ۾ سرجيل هن خطي جي ماضي ۽ حال جي تاريخ کي پڻ ۾ سمائيندڙ هي ڪتاب تاريخ جي عام ڪتابن وانگر خشڪ يا رُکو ناهي، پر ان جي اسلوب ۾ هڪ شاعراڻي لذت يا مزو آهي جيڪو پڙهندڙ کي پنهنجي وهڪري ۾ وٺي وڃي ٿو.

بهرحال ارڏي اترادي ءَ جو هي تحقيقي ڪم ڪشمور ضلعي بابت بنيادي ماخذ طور شمار ٿيندو ۽ مستقبل جو ڪوبہ محقق جڏهن ڪشمور ضلعي بابت ڪجهہ لکڻ چاهيندو تہ هن جي ڪتاب جي روشنيءَ ۾ ئي پنهنجي تحقيق جي تڪميل ڪري سگهندو.

حميد سبزوئي

ڪراچي

26 جولاءِ 2013ع

# Some Pages From Blue Book

## Abdul Rahman Bajkani

**Son of Biland Khan Bajkani**
(Biland Khan's village – Kandh Kot)

Brother of Mithal Khan and lives in the same kot, but separate. Appears with Mithal Khan, but does not otherwise come to notice. Not to be compounded with other brother Rahimdil, who he somewhat resembles facially.

*H.R Gould*
*Deputy Commissioner*
*March, 1923*

¤

Helps the police. Given an excellent shoot in the Sind *Dhoro* near Masu Shakh Bungalow. A great admirer and defender of Mithal Khan.

*S. Ridely*
*Deputy Commissioner*
*1st March, 1934*

¤

Useful. Says he is ashamed to sit along Nihal Khan in the Commissioner's Darbar. N-K (Nihal Khan) must fully earned the restoration of his place, honours

*H.T Lambrick*
*Deputy Commissioner*
*4th February, 1935*

¤

Has continued to do excellent work for the police and PWD and is happy now his brother has been restored his place

*H.T Lambrick*
*Deputy Commissioner*
*20th March, 1936*

¤

I have given him license for a revolver at the request of Nihal Khan his brother who wanted it for him in view of their good services. Both did very useful work in safeguarding their villages during the Sukkur riots (Masjid Manzilgah issue) and in giving me information regarding murderers concerned in the Sukkur district.

*K.B Abdul Qadir Muhammad Hussain*
*Deputy Commissioner*
*22nd April, 1941*

¤

On murder of Nihal Khan, he took over the leadership of the tribe and Jamal Khan, his cousin, and Habibullah, his nephew, were upset at first. They settled up later, however, and agreed that Abdul Rahman should not build his own "kot" and should not listen too much to Pir Jan and other Bajkanis.

*B.W Budd*
*Deputy Commissioner*
*23rd June, 1942*

¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤

## Ahmed Khan Bijarani

**Son of Haji Gul Muhammad Bijarani**
(Kandh Kot)

I gave him a chair on the recommendation of Permanand and Wahid Bakhsh, and in consideration of a subscription to the Lady Willingdon Female Hospital. He always seems ready to help, but is an ardent follower of K.S Sher Muhammad and wants watching. He has land near Tangwani.

*H.R Gould*
*Deputy Commissioner*
*March, 1923*

¤

Quite a good man: reasonably useful, good cultivator.

*D. Maclachlan*
*Deputy Commissioner*
*2nd March, 1927*

## Ali Bilawal Dombki

**Son Shah Ali Khan Dombki**
(Kashmore)

Village – Shahali Dombki (near Kobhar) Shahi Wah, Kashmore taluka. Holds lands: ... Gudu Kotlo, Tai Bakhshapur.

Shahalpur, Konro etc, (Kandh Kot) Rahmatabad *(? Illegible word)*, in all about 13000 acres (he says). Rather a *jungly* person

*H.T Sorely*
*Deputy Commissioner*
*15th February, 1928*

¤

Pleasant, but very raw still.

*J.B Irwin*
*Deputy Commissioner*
*22nd February, 1929*

¤

The Dombkis haven't been trouble some, accept K S Baloch Khan: it remains to be seen what will happen if and when Bakhtiar Khan asserts himself. I fear Ali Bilawal is not yet likely to do much good.

***J.B Irwin***
*Deputy Commissioner*
*5th May, 1931*

The richest most important man in Kashmore taluka. I *(un printable word)* him over the *(? Illegible word)* severely last year for impertinence in tearing up a notice which was being served on him. Should get a commissioner's chair this year if he behaves.

***S. Ridely***
*Deputy Commissioner*
*6th March, 1934*

## Fateh Muhammad Bijarani
### Son of Karam Khan Bijarani
(Kandh Kot)

A keen cultivator. Fight with Lashkar Khan Bangalani over land and water. Consequent trouble between the two families and the two tribes.

Seems the tribe as far as it can be paid to run, while Sher Muhammad plays about in Bombay and Shikarpur. Personally I suspect that he is behind most of the troubles in the area. Has been heading very good horses.

***D. Maclachlan***
*Deputy Commissioner*
*14th March, 1927*

I don't like this fellow at all, and took notice of him whatever in the 1928 darbar owing to dirty work done by him in a jirga case last year. He then showed an irresponsibility which unfits him from being considered seriously for anything. The police like him, and they say that he helps them, while Sher Muhammad doesn't *(? Illegible words)* is too much in the hands of his sub-inspectors (owing to his not knowing Sindhi) to be a very reliable guide on the point. Fateh Muhammad should not be allowed to sit on jirgas in place of his brother *(? Illegible word)* on important affairs of state with the council at Bombay and Poona. Interested in horses

***H.T Sorely***
*Deputy Commissioner*
*15th February, 1928*

He is an unofficial S.D.I. Kandh Kot division, and takes part in an amazing number of investigations in Thul and Kandh Kot talukas. Did very good work chasing a dacoit for 19 days during the hot weather, and then spent three weeks with his *(? Illegible word)* on Begari bund, repairing a breach. Should get a K.S soon.

Runs a private "Good wood" meeting near his village and gets a crowd of 5000 to watch the races.

***S. Ridely***
*Deputy Commissioner*
*5th March, 1934*

Got his K.S. and it remains to be seen whether the effect will be good or bad. He is one of those man who can really gets thing done, but in the intervals in the activity will be sure to be at some mischief. I fear he has been allowed to rise too quickly. On no account should he be given magisterial powers.

## Fateh Muhammad Bijarani
### Son of Karam Khan Bijarani
(Kandh Kot)

A keen cultivator. Fight with Lashkar Khan Bangalani over land and water. Consequent trouble between the two families and the two tribes.

Seems the tribe as far as it can be paid to run, while Sher Muhammad plays about in Bombay and Shikarpur. Personally I suspect that he is behind most of the troubles in the area. Has been heading very good horses

***D. Maclachlan***
*Deputy Commissioner*
*14th March, 1927*

I don't like this fellow at all, and took notice of him, whatever in the 1928 darbar owing to dirty work done by him in a jirga case last year. He then showed an irresponsibility which unfits him from being considered seriously for anything. The police like him, and they say that he helps them, while Sher Muhammad doesn't *(? Illegible words)* is too much in the hands of his sub-inspectors (owing to his not knowing Sindhi) to be a very reliable guide on the point. Fateh Muhammad should not be allowed to sit on jirgas in place of his brother *(? Illegible word)* on important affairs of state with the council at Bombay and Poona. Interested in horses

***H.T Sorely***
*Deputy Commissioner*
*15th February, 1928*

He is an unofficial S.D.I. Kandh Kot division, and takes part in an amazing number of investigations in Thul and Kandh Kot talukas Did very good work chasing a dacoit for 19 days during the hot weather, and then spent three weeks with his *(? Illegible word)* on Begari bund, repairing a breach. Should get a K.S soon.

Runs a private "Good wood" meeting near his village and gets a crowd of 5000 to watch the races.

*S. Ridely*
*Deputy Commissioner*
*9th March, 1934*

▫

Got his K.S, and it remains to be seen whether the effect will be good or bad. He is one of those man who can really gets thing done, but in the intervals in the activity will be sure to be at some mischief. I fear he has been allowed to rise too quickly. On no account should he be given magisterial powers.

Lands in deh Tangwani, Gazi, Hajano and Kart, about 7000 jirebs amongst family Five sons, Sobho, Nur Muhammad, Fazal Muhammad, Nazar Muhammad, Nothen Pahalwan. Tangwani shares in the land of no great importance & holds no certificates.

*H.T Sorely*
*Deputy Commissioner*
*21st December, 1927*

▫▫▫▫▫▫▫▫▫▫▫▫▫▫▫▫

## Jamal Khan Bajkani
**Son of Gulan Khan Bajkani**
(Kandh Kot)

A useful young zamindar, bearing very good character. He has kept me posted with good information from time to time. I have given him a *(? Illegible word)* house. He is keen on being brought on the list of Jirga members which may be considered after some time.

**K.B Abdul Qadir Muhammad Hussain**
Deputy Commissioner
23rd April, 1941

▫

I have found him very self seeking.

*B.W Budd*
*Deputy Commissioner*
*6th October, 1942*

▫

Agreed. But not at all had and can be very useful. I am considering putting him as a [illegible], for he & Abdur Rahman can be useful efforts to the Bijaranis & Bangulanis.

*R.R Pearce*
Deputy Commissioner
6th February, 1944

▫▫▫▫▫▫▫▫▫▫▫▫▫▫▫▫

## K.B Chakar Khan Suhriani
**Son of Bakht Ali Khan Suhriani**
(Kandh Kot)

Educated and intelligent.

Served his living as a village school master in his youth. New canals have much increases his estate, but still poor. Very useful: did best work of all on breach in 1903.

About Rs. 8000 in arrears. Said to conduct an agency for bribing mukhtiarkars & for procuring sureties. *(? Illegible word)* that the stamps on security bonds with which he has no ostensible connection are *(? Illegible word)* as purchased (*marfat* Chakar Khan). Has since prosecuted the stamp vender & proved that his name was used any authority.

Takes in a large number of vernacular papers both Sindhi & Punjabi: Al haq, Sindhi, Paisa Akhbar & others.

*C.M Baker*
*Deputy Commissioner*
*5th October, 1906*

▫

Undoubtedly so, but I don't trust him: is ambitious of a title as a magistracy, hopes to get it through the Hon. Mr Bhurgri by supporting Education Cess Bill. He should get neither.

*J.W Smyth*
*Deputy Commissioner*
*1st November, 1911*

▫

Has not been such a friend of Mr. GM Bhurgri. Does an enormous amount of useful public work, in criminal investigation, jirgas etc. Cannot be quite trusted, as he would certainly have been recommended for one of the honours he seeks. Has improved in recent years.

*J.R Martin*
*Deputy Commissioner*
*25th April, 1916*

▫

Has got the stage of asking district officer for a title. Hence has had to wait longer than he otherwise would have.

*J.W Smyth*
*Deputy Commissioner*
*April, 1919*

▫

He has now got the title. I cannot trust him entirely and he hasn't got his raj in Bangwa's, in proper order. One of his leading man, Pir Bakhsh I have locked up for two years under 520 SFR, and he should not be let out before the time expires.

*J.W Smyth*
*Deputy Commissioner*
*September, 1920*

A candidate for the Bombay Legislative Council.

*H. Taunton*
*Deputy Commissioner*
*October, 1920*

Unique in this district in that he is the one big men who has risen to his position by intelligence, ability and education and not by

## Nihal Khan Bajkani

**Son of Biland Khan Bajkani**
(Kandh Kot)

He and his father give a lot of help now.

*W.P Hudson*
*Deputy Commissioner*
*13th February, 1910*

A bitter enemy of Sher Muhammad Khan Bijaran . Rather shifty, I am afraid.

*J.R Martin*
*Deputy Commissioner*
*25th April, 1916*

He has turned out badly, is a shifty, snacking and untrustworthy fellow. Thinks that he should sit in the Shahi Jirga or the Commissioner Darbar, but he won't in my time.

*J.W Smyth*
*Deputy Commissioner*
*September, 1920*

Still quarrels furiously with Sher Muhammad Bijarani, he is always willing to help then he

earn, I do not think he is such a villain as he is depicted above. I intended to recommend him commissioner chair, but his brother Ghulam Muhammad perpetuated some atrocity with an application for a new sluice, so I struck him out of the list. Govt. thinks very badly of him.

*H.R Gould*
*Deputy Commissioner*
*November, 1922*

He and Sher Muhammad have been recommended by K.B Mir Sunder Khan Sundrani, and he stood by Sher Muhammad Bijarani on the proceedings against him in the Ruk Shooting case. I have no war for him therefore.

*H.R Gould*
*Deputy Commissioner*
*March, 1923*

Now on the best of terms with Sher Muhammad. Was given a commissioner's chair by Gould. I think, put on the Shahi Jirga, no right there whatever. Have struck him off. I should never put him on again. Apart from his lack of right by position, he is in my opinion not to be trusted. On the other hand of considerable influence. The Bajkani was the flag bearer of the old Burdi tribe.

Is time to get a sluice for his *Inam* lands from the *(? Illegible word)*. Only room for once sluice which I got for Sayed Khan Rind, who deserves it much more on every ground. This is against Vacha's (S.E) orders, if this man raises the point again, both will be refused, which would probably suit him *(? Illegible word)* well.

*Muccadum* of Bajkanis, tries to act the *muccadum* of the Bahilkanis, which in him of

## Sardar Nur Muhammad Bijarani

**Son of K.S Sher Muhammad Bijarani**
(Karampur, Kandh Kot)

I got him the K.S ship but he has still shown no signs of asserting himself over his raj. Nor will he be able to do so perhaps so long as K.S Fateh Muhammad is living. I have done my best to encourage him

*K.B Abdul Qadir Muhammad Hussain*
*Deputy Commissioner*
*5th April, 1941*

Have done my best to reconcile him with the errant *paras* (particularly the Banglanis) but without success. See Fateh Muhammad Bijarani.

Were it not for his over wearing and well headedness would be rather a nice boy. He is quite unable to sluiced on his own or make a *faislo* without Fateh Muhammad's help.

***B.W Budd***
*Deputy Commissioner*
*7th October, 1942*

A wet. Has leased his lands instead of farming them himself. He has ambitions and will spend to achieve them but has nothing in him good or bad.

***W.N Galanghar***
*Deputy Commissioner*
*23rd November, 1943*

Now an MLA and a really scared about himself,-, about his health, poor devil, with some reason. I agree with Pearce that his physical state is root cause of his ineffectiveness. There's an air of vanity & swagger about him, as Budd says, but it never seems to work, quite, and I think is the result of trying to keep up appearances in the face of his physical handicap. But whether, you sympathise with him or not, the fact remains that he is of no use or account either to the district or to his tribe.

He showed one spark of initiative when he pressed me to order withdrawn of old old Bijarani DLB Election once against the Bajkanis. From a tribal point of view, it was a sensible thing to do, but it make things very much easier when K.S Fateh Muhammad announced that his face would be *(? illegible word)* by withdrawal. Fateh Muhammad will probably fight the order and if he does, he should be ordered off.

***R.F. Keeth***
*Deputy Commissioner*
*2nd May, 1947*

Is again an MLA. A nice gentleman with pleasant manners. Helpful to the district administration.

***Muhammad Ramzan Shoro***
*Collector*
*18 May, 1954*

He has no initiation. Passes a sickly life. He is a member of Legislative Assembly of West Pakistan.

***Abdul Rahim I. Uqaili***
*Deputy Commissioner*
*15th January, 1957*

## Sardar Zaindin Khan Sundrani
### Son of S.B Sardar Sunder Khan Sundrani
(Kandh Kot)

Son of K.B Mir Sunder Khan and appears with him but does nothing on his own. Has a chair as a son of his father.

***H.R Gould***
*Deputy Commissioner*
*March 1923*

Now that Sunder Khan is dead, is head of Sundrani and premier chief of the Burdis, have made him third class magistrate and given him his father's darbar's honour. Could be made second class magistrate as soon as he is fit, necessary for the tribe and good for the country

Entirely the son of his father. Straight and a gentleman but not with overmuch force. Will require support, should be supported on all occasions. At present recognized by all Burdis, who were present on the *pag-tying* ceremony. But Chakar Khan will intrigue against him, as will the Bijarani, and ofcourse Sohbat Khan, who has been endeavoring to take up the head position for years. I have told him I will not allow him to do any such thing in this district.

Had to give up the president-ship of the D.L.B on which as soon as of the first president, he is very keen, to the greater strength of Rahim Khan Khosa, who was backed in this by Chakar Khan. I made the Mir stand down as he was bound to lose, and Rahim Khan had probably a better claim.

The biggest man in the district by family and position and he should be kept up to that rank for the good of the district.

***D. Maclachlan***
*Deputy Commissioner*
*7th March, 1927*

Pleasant and weak willed. Have just had to tell him of severely for using his influence wrongly to get a tribesman off in a jirga case – a particularly bad one. He has also been told that in such circumstance he cannot hope for second class magisterial powers. Possibly a gentleman, as gentleman go in this district but one who is unable to resist the pressure of stranger, evil minded man.

The Chief Sundranis are as under:

1. Mir Zaindin Khan, Niha Khan, Hazar Khan, Hanan Khan, Haji Khan, Ali Ahmed Khan, Lutf Ali Khan – of Darri. (The Royal Family)
2. Sunder Khan, Jaffer Khan, Khan Muhammad Khan, Ghous Bakhsh Khan, Darya Khan, Wali Muhammad Khan, Allahdad Khan – of Draho.
3. Illahi Bakhsh Khan, Hilal Khan, Ali Muhammad Khan, Karim Bakhsh Khan, Muhammad Bakhsh, Muhammad Khan – of Bhanar.
4. Haji Kambar Khan, Shah Nawaz Khan – Gublo.

***H.T Sorely***
*Deputy Commissioner*
*17th February, 1928*

## Taj Muhammad Muhammadani
**Son of Rajo Khan Muhammadani**
(Kandh Kot)

Is digging a government distributary at Kandh Kot at his own expense: has been promised a lot of land on that account, but he has got enough now.

**C.M Baker**
*Deputy Commissioner*
*26th February, 1902*

Dull, but harmless. Is not well off. He is now at feud with Chakar Khan Suhriani. I have told them both that they are a couple of scoundrels, and that my attitude with the matter is that of *(? Illegible word).*

**J.W Smyth**
*Deputy Commissioner*
*September, 1920*

One knows very little of him. The feud with Chakar Khan seems to have subsided. He is a useful member of local jirgas but his raj are a lot of cattle thieving scoundrels and savages.

**H.R Gould**
*Deputy Commissioner*
*December, 1922*

Not much change. Is now taking somewhat more interest in his lands, through his son Ghulam Ali, but still fairly hopeless.

**D. Maclachlan**
*Deputy Commissioner*
*7th March, 1927*

Live near Kandh Kot with his three sons, to whom he has made over most of his lands amounting to over 3000 acres. Getting old and not interesting or important.

**S. Ridely**
*Deputy Commissioner*
*17th February, 1933*

Red beard and spices, his grand son Rajo Khan, a good looking fellow, who might do well.

**H.T Lambrick**
*Deputy Commissioner*
*20th March, 1936*

# مددي ڪتاب


1.سنڌ جي تاريخي شهرن جي تواريخ.ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي
2.جنت السنڌ. رحميداد مولائي شيدائي
3.انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، سنڌي لئنگيويج اٿارٽي. جلد ٽيون
4.مون ۾ آهين تون، سيد مرشيد گيلاني 2002ع
5.دست بيدار(بڙديڪا)آغا محمد اسماعيل پناڻ1999ع
Kashmore Now and then by Momin Bullo 2010.6
7.ميمڻ عبدالغفور سنڌي،پريت پبليڪشن سکڻ ڪيا شهيد(مضمون ڪنڌڪوٽ تي هڪ نظر)
8.لاٽ مئگزين گورنمينٽ ڊگري ڪاليج ڪنڌڪوٽ 2011ع
9.محمد عثمان چنڊ(ايم اي سنڌي جو مونو گراف)
10.محترم پروفيسر نور محمد ملڪ ڪنڌڪوٽ(مقالو)
11.جيڪب آباد هارس اينڊ ڪئنيل شو جي موقعي تي سوئينير(ڊاڪٽر غلام نبي سڏايو جيڪب آباد)
Upper Sindh Forontier to Jacobabad by Momin Bullo 2011.12
13.اهي ڏينهن اهي شينهن، پير علي محمد شاهه راشدي جلد اول چوٿون پيرو 2000ع
14.محمد لائق زرداري(مقالو)
15.جي جيءَ ڪي جارين مرتب آزاد قاضي 2010ع
16.تاريخ ۽ اسان ارڏو اترادي 2011ع
17.سنڌ جيئن مون ڏٺي، تي پوسٽنس سنڌيڪار عطا محمد ڀنڀرو
18.جل مشعل جل(آتم ڪٿا)امداد اوڍو 2010ع
19.مٺڙا مارو ليڪڪ ڊاڪٽر داد محمد خادم بروهي 2002ع
20.ڪانهي ويڙهه نبا واهه ملوڪ لنڊ 2010ع
21.سنڌو شينهن دريا ليڪڪ جين فيئرلي سنڌيڪار عطا محمد ڀنڀرو 1999ع
22.سنڌو جو سفر 1989ع بدر ابڙو
23.بجاراڻي قبيلا ممتاز بخاري 2012ع
24.تاريخ ديره غازي خان
25.نديسٽٽر ڊيرا غازي خان جلد اول
26.حايت افغاني
27.تذڪره روسائي پنجاب
28.استاد محمد تڳيل بڪراڻي تنگواڻي ڪان ورتل معلومات ۽ ٻيا دوست احباب بزرگ

ڪشمور ضلعي جي تاريخ

اردو اترادي

نئين سنڌ اڪيڊمي



**_Ardo Utradi_**

Ardo Utradi is a vice president of historical and cultural society kashmore @ Kandhkot. He is a famous national poet and history writer, his three books of poetry and two books of history are published. One of them is this "History of Distt: Kashmor". He has revealed history, culture, socio economy and literature of Kashmor Distt. His national, sociological and romantic poetry published in various Sindhi Magazines and newspapers. He is writing Since 1968. Ardo Utradi was born in 1949. He had Retired on 2009 as H.S.T., B.P.S. 17. He is also a social work.

**_Engineer Muhibullah Bajkani_**

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳَر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻَ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَڙِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ ڪان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٽي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄُڪلهہ جي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄُڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نسُل جا پَنَ سيني کي **چوءِ چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ "منهنجا يارُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَـنَ پَـنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)